# سنڌ جي ماحولياتي لوڪ ڏاهپ

ليکڪ
نواز ڪنير

ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ

# سنڌ جي ماحولياتي لوڪ ڏاهپ

[ سنڌ ۾ برسات جي مختلف اهڃاڻن - بدلجندڙ موسمن - ڏڪار ۽ سڪار - وقت جي ماپن - گهرن جي اڏاوت - پکين، جانورن، وڻن، فصلن ۽ انساني ماحولياتي نالن جي حوالي سان لوڪ ڏاهپ]


ليکڪ

## نواز ڪنير

ايڊيٽر

ڊاڪٽر ڪمال جامڙو





## ثقافت ۽ سياحت کاتو

حڪومت سنڌ

ڪتاب جو نالو سنڌ جي ماحولياتي لوڪ ڏاهپ
ليکڪ ۽ محقق: نواز ڪنڀر
ايڊيٽر: ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو
پهريون ڇاپو: آگسٽ 2015ع
تعداد: 1000
ڪمپوزنگ: نسيم بلوچ
گرافڪس اينڊ لي آئوٽ ڊزائيننگ: سيد محمد علي شاهه لڪياري
ڇپيندڙ: زيڊ. ايم. اي. اي انٽر پرائيزز اڪيڊمي
آفيس: 404 چوٿين ماڙ فيريئر بزنس سينٽر صدر ڪراچي.
فون 02132766043 فيڪس: 02132766042
ڇپائيندڙ: ثقافت ۽ سياحت کاتو سنڌ حڪومت
قيمت: 250/_ رپيا

ڪتاب حاصل ڪرڻ لاءِ
**ثقافت ۽ سياحت کاتو بوڪ شاپ**
سامهون ايم پي اي هاسٽل
سر غلام حسين هدايت الله روڊ
ڪراچي 74400
فون: 99202063_021

# سنڌاءُ

# ڇپائيندڙ پاران

سنڌ جو ثقافت کاتو سنڌي ٻولي، ادب، ثقافت، قديم ماڳن مڪانن جي سار سنڀال لهڻ سان گڏ مختلف موضوعن تي تحقيقي ڪتاب شايع ڪري رهيو آهي. پروفيسر نواز ڪنڀر صاحب جو هيءَ ڪتاب به ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي، هيءَ ڪتاب اسانجي ٻين ڪتابن کان ٿورو مختلف آهي. سڌو سنئون ادب بدران لوڪ ڏاهپ بابت آهي، لوڪ ڏاهپ ۾ به سنڌ جي ماحولياتي لوڪ ڏاهپ کي مرڪز بڻايو ويو آهي. اسان جي ڳوٺن ۾ لوڪ دانائيءَ کان وڏو ڪم ورتو ويجي ٿو. بيمارين جو علاج به لوڪ ڏاهپ ۽ صدين جي آزمايل ٽوٽڪن وسيلي ڪيو ويجي ٿو. اهي ٽوٽڪا ميڊيڪل سائنس مطابق ڪيترا صحيح آهن، تنهن بابت ماهر ئي ٻڌائي سگهن ٿا.

اهڙيءَ ريت اسانجي ثقافت، راڳ، ناچ ۽ ريتون رسمون به لوڪ ڏاهپ جي پيداوار آهن، اجرڪ ۽ ٽوپي به ڪنهن مشين نه پر لوڪ ڏاهپ جي ايجاد آهن. اسان جي ثقافتي شين ۽ موسيقيءَ ۾ ايڏي ته ڇڪ (Attraction) ۽ جادو سمايل آهي، جو انسان جون اکيون ۽ دل ٺري ٿي پئي. ڪا به سائنس روحاني سڪون ڏيڻ واري شئي ايجاد نه ٿي ڪري سگهي، اها لوڪ ڏاهپ ئي آهي، جنهن سان انسان جو روحاني علاج به ٿي ويجي ٿو.

پروفيسر نواز ڪنڀر وڏيءَ محنت سان سنڌ جي ماحولياتي

لوڪ ڏاهپ کي سهيڙي ۽ تحقيق ڪري هيءُ ڪتاب سامهون آندو آهي، جنهن کي شايع ڪرائي اسان خوشي محسوس ڪريون ٿا.

هن ڪتاب جي سونهن وڌائڻ ۽ ٻولي سنوارڻ ۾ لوڪ ادب جي پارکو ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙي جون خدمتون به واکاڻ لائق آهن.

اميد آهي ته لوڪ ڏاهپ تي کوجنا ڪرڻ ۽ سهيڙڻ جي سلسلي ۾ اسان جا ٻيا محقق به پنهنجو حصو ڳنڍيندا ته جيئن هيءُ قيمتي ورثو محفوظ ٿي سگهي.

**منظور احمد ڪناسرو**

ڊائريڪٽر جنرل

ثقافت کاتو سنڌ حڪومت

# مھاڳ

لوڪ ڏاهپ جو سفر انساني سماج جي ابتدا کان شروع ٿئي ٿو ان ۾ جيئن پوءِ تيئن، واڌارو ٿيندو رهيو آهي. انساني ترقيءَ جا ڏس به هزارين سالن جي تجربن واريءَ لوڪ ڏاهپ ڏنا آهن. انسان سائنسي ترقيءَ ڏانهن به لوڪ ڏاهپ وسيلي آيو آهي. هي قانون، اخلاق ۽ رهڻيءَ ڪهڻيءَ جا سڌريل نمونا به لوڪ ڏاهپ جي پيدا وار آهن. مذهبن ۽ ماحولن قانونن ۽ نين ايجادن لوڪ ڏاهپ ڪي وڏو مددگار سمجهيو آهي. جڏهن به ڪو مذهب آيو يا قانون جوڙيو ويو ته لوڪ ڏاهپ کي ضرور سامهون رکيو ويو.

بنيادي ڪردار واري لوڪ ڏاهپ تڏهن کان پوئتي ڌڪجڻ لڳي، جڏهن کان انسان مشيني زندگي شروع ڪري سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ ۾ پڙ تي پاڻ به مشين بڻجي ويو ۽ پاڻ جهڙن لکين ڪروڙين انسانن کي ڪجهه نه سمجهڻ لڳو. خاص ۽ عام جو ويڇو وڌڻ لڳو ۽ غير فطري ترقيءَ ڏانهن وکن کڻڻ بدران گوليءَ جيان ڊوڙڻ لڳو.

لوڪ معنيٰ عوام ۽ اسانجي سماج ۾ عوام معنيٰ اهو عام ماڻهو جيڪو بکن ڏکن تي بنيادي سهولتن کانسواءِ زندگي رڳو ان لاءِ گذاري ته ڪيس خاص ماڻهن جو ٻارڻ بڻجڻو آهي. خاص يا خواص جي نظر ۾ ٻارڻ (عوام) جيڪو سوچيندو يا دماغ کپائيندو، ان جي ڪائي اهميت ناهي، جنهن جو چٽو ثبوت اهو آهي ته جڏهن به خواص عوام تي مهرباني

ڪري ڪين ڪا سهولت ڏني آهي يا ڪو ترقياتي ڪم ڪرايو آهي تہ ان لاءِ ڏاهپ واري واٽ ئي نہ ورتي وئي آهي/ ورتي ويندي آهي. ها عوام کان هڪڙي شئي لازمي ورتي ويندي آهي، جيڪا آهي ووٽ. ووٽ ڏيڻ کان پوءِ جيڪڏهن عوام زندهہ آهي تہ ان ۾ وري لوڪ ڏاهپ جو وڏو هٿ آهي. جتي اسپتال ناهي يا اسپتال آهي ۽ ڊاڪٽر ناهي تہ اتي هو لوڪ ڏاهپ وسيلي علاج ڪن. روڊ ٺهيل ناهي تہ موٽر ڪار بدران اٺ گهوڙا ۽ گڏهہ ڪم آڻن. اهڙيءَ ريت سنڌن زندگيءَ جي ڪيترن ئي مرحلن تي ڪين لوڪ ڏاهپ ڪم اچي ٿي.

لوڪ ڏاهپ جي ابتدا تہ هڪڙي لوڪ / ماڻهوءَ کان ٿيندي آهي پر هوريان هوريان اها اجتماعي ڏاهپ بڻجي ويندي آهي. لوڪ ڏاهپ بہ سائنس وانگر تجربن وسيلي اڳتي وڌي ٿي. هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ سائنس پهريان هئي يا لوڪ ڏاهپ اڳ ۾ هئي، جواب ملندو تہ لوڪ ڏاهپ اڳ ۾ هئي ۽ ان چوڻ ۾ بہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ لوڪ ڏاهپ ئي سائنس، ثقافت، علم ادب ۽ ٻين شعبن جي ماءُ آهي. سندس سموريون شاخون هاڻي ڏار ڏار وڻ بڻجي ويون آهن،

لوڪ ڏاهپ (Folk wisdom) جي Collins English Dictionary ۾ وصف هن ريت ڏنل آهي.

Folk Wisdom:

Wisdom or beliefs associated with or tradi_tional to the common people of a country.

Wisdom recognizes that to forgive is divine, A leopard's spots are fixed for life, according to folk

wisdom, but despite the saying, people do change. (www.collinsdictionary.com)

ترجمون: " ڏاهپ يا اعتقاد ڪنهن ملڪ جي عام ماڻهن جي صدين کان جاري روايتن سان لاڳاپيل هوندا آهن. لوڪ ڏاهپ مطابق بخشڻ يا معاف ڪرڻ خدائي صفت يا ذات آهي. چيتي جي جسم تي چٽ سڄي ڄمار برقرار رهندا آهن. (تبديل ٿيڻ ناممڪن) چوڻين جي باوجود ماڻهو تبديل ٿي ويندا آهن.

سنڌي ۾ چوڻي آهي ته "ڪارو گڏجي ڪبري سان ته رنگ نه مٽائي ته عادت ضرور مٽائي" اهي چوڻيون لوڪ دانائيءَ جي صدين جي سفر ۾ تجربي جو نچوڙ آهن.

سنڌي ٻوليءَ ۾ لوڪ ڏاهپ بابت تمام گهٽ ڪم ٿيو آهي. لوڪ ادب اسڪيم هيٺ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب ۾ سندس ساٿين لوڪ ڏاهپ کي ميڙڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي پر اهو لوڪ ڏاهپ جو ادبي رنگ آهي. خالص لوڪ ڏاهپ کي ميڙي چونڊي گڏ ڪري ڇپرائڻ ۾ ان تي کوجنا ڪرڻ جو ڪو به ڳڻڻ جهڙو ڪم نه ٿيو آهي، انفرادي طور تي ڪجهه ماڻهن ڪم ڪيو هوندو پر ان کي پذيرائي نه هئڻ برابر ملي آهي.

ماحولياتي گدلاڻ جي خاتمي لاءِ وفاقي ۾ سنڌ حڪومت جي ادارن ڪانسواءِ ڪيترين ئي ڏيهي پرڏيهي سماجي تنظيمون ڪم ڪن پيون پر انهن به لوڪ ڏاهپ کي ڪا خاص اهميت ناهي ڏني. ماحولياتي ۾ سماجي تبديلين سبب لوڪ ڏاهپ ختم پئي

ٿيندي وڃي ۽ اسان ان جي خاتمي تي ڇڄڻ خوش آهيون.

اهڙيءَ صورتحال ۾ پروفيسر نواز ڪنيرِ جو تڙپڻ ۽ لڇڻ ۽ ميدان ۾ ڪاهي پوڻ اسان جي سڄاڻ طبقي لاءِ اتساهڻ ۽ جيءَ جهنجهوڙڻ برابر آهي. ڪيس جسُ ڏيڻ جو بهترين طريقو اهو آهي ته اسان مان هر ڪو ماڻهو سنڌ جي لوڪ ڏاهپ کي بچائڻ ۽ ان تي تحقيق ڪري اجتماعي ڀلي لاءِ ڪم آڻڻ ۾ پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪري.

اسان جي لوڪ دانائيءَ ۾ اهڙيون ڪيتريون ئي شيون موجود آهن، جن جي ڪتب آڻڻ سان بيماريون ختم ٿين ٿيون. سنڌ ۾ صاف پاڻي ملڻ جو وڏو مسئلو آهي، لوڪ دانائيءَ وسيلي ان کي ڪيئن صاف ڪيو وڃي ٿو. ميڊيڪل يونيورسٽيون يا سڄاڻ ڊاڪٽر ڪجهه پنهنجي مهارت شامل ڪري ان کي وسيع بڻائين ته نه رڳو عوام بيمارين کان بچي پوندو بلڪ منرل واٽر جهڙي مهانگي پاڻيءَ کان به جند ڇٽي پوندي، ها ان ۾ ڊاڪٽرن کي نقصان ضرور پوندو، ڇاڪاڻ ته وٽن ايندڙ مريض گهٽجي ويندا ۽ نتيجي ۾ سندن ڪمائيءَ تي وڏو اثر پوندو. منهنجي لوڪ ڏاهن سان اڪثر ڪچهري ٿيندي رهندي آهي، انهن ۾ وري سگهڙن جو انگ تمام گهڻو آهي، هڪ ڀيري ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ جي ادبي پروگرام رسالي ۾ انٽرويو نشر ڪرڻ لاءِ ڪراچيءَ جي مهاڻن جي وستيءَ ابراهيم حيدريءَ جي رهاڪو محترم عبدالله ٻيمتيي وٽ وڃي پهتم، جيڪو پاڻ کي ٻيمتيو سڏائيندو هو پر هيو وڏيءَ مت وارو سياڻو سگهڙ ۽ ڏاهو هو هڪ ئي وقت ٻيڙين ٺاهڻ جو ڪاريگر، شاعر، فلمساز ۽ مڇيءَ مارڻ جو ماهر، پينٽر ۽ سامونڊي علم جو ڄاڻو هو. هو تمام گهٽ پڙهيل هو. سندس ڪلام حميره چنه، ماسٽر

عبدالله پنهور ۾ ٻين ڳايا آهن.

ڪڇهري ڪندي: ٻڌايائين تہ "سائين اسان درياهہ (سمنڊ) جي پاڻيءَ جو رنگ ڏسي سمجهي ويندا آهيون تہ طوفان اچڻ وارو آهي يا نہ؟ گهڻي ڀاڱي اسان جو اندازو درست ثابت ٿيندو آهي، سائنسدان جيڪڏهن اسان سان گڏجي ڪا ڪوجنا ڪن تہ ڏاڍو ڪامياب ويندا."

اهڙيءَ ريت اسان جي سچي سنڌ ڏاهن سان ڀري پئي آهي، جن جي ڏاهپ ڪتب آڻڻ لاءِ بندوبست ڪيو وڃي.

نواز ڪنير صاحب جو جاڪوڙي انداز ڏاڍو وڻندڙ آهي، هو توڙي جو ٻهراڙيءَ جو ماڻهو آهي، تنهن هوندي بہ تصديق جي لاءِ مختلف سڄاڻن سان روبرو مليو ۽ وستي وستي ووڙي اٿائين. هر موضوع کي پنهنجو محبوب سمجهي سسئيءَ وانگر پويان ڀوڙندي نظر اچي ٿو. ٻڪندڙ جانورن ۽ اڏرندڙ پکين جا رنگ، نسل، نفسيات، وزن ۽ وسب گهر ۾ ويهي تہ نہ ٿا لکي سگهجن، ان لاءِ ڏينهن رات هڪ ڪري پڇڻو ۽ ٻڪڻو پئي ٿو، سندس ان عشق جو اندازو هونءَ تہ هر هڪ لکڻيءَ مان آسانيءَ سان لڳائي سگهجي ٿو پر هتي مثال لاءِ آڙي پکيءَ مان ٽڪرو ڏجي ٿو. هو لکي ٿو تہ "ٻين پکين وانگر آڙي بہ چانڊوڪين راتين ۾ اچي ۽ وڃي ٿي پر حيرت انگيز طور اج تائين ڪنهن بہ آڙيءَ کي ايندي ويندي ناهي ڏٺو. ڪارين منين ٻنهي قسمن جي ڍنڍن تي رهندڙ هيءَ عجيب پکي آهي شڪار دوران مرندي پئي پر گهٽو ڪري اڏامي ڪو نہ ويندي".

سنڌس لڪڻيءَ ۾ چاشني بہ غضب جي آهي. لکندي لکندي پهاڪا ۽ چوڻيون بہ ڏاڍي سهڻي انداز سان پيش ڪري ٿو جنهن سان نہ رڳو سندس لکڻي سهڻي ٿئي ٿي بلڪ ٻوليءَ جي ترقي بہ ٿئي ٿي. ڳيري جهڙي شريف پکيءَ جي نفسيات ٻڌائيندي سنڌي ماڻهن کي ڳنڍيندي کهڙي چوڻي پيش ڪري ٿو اچو تہ ان جو مزو وٺون "ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ ڳيري ۽ سنڌي ماڻهن ۾ هرويرو جي هڪ جهڙايون ڳولجن تہ گهڻي ڀاڱي مايوسي ڪا نہ ٿيندي، ڪافي مشابهتون ملي وينديون. ڳيري جو ڪاتين جو آکيرو نہ تہ جهرڪيءَ جي آکيري جهڙو خوبصورت هوندو ۽ نہ ئي وڏي (سرچيڙي) جي آکيري جهڙو مضبوط مڙئي گهر ٺاهي ميار لاهيندو آهي. سنڌي ماڻهن جي اڪثريت جا گهر بہ ائين ئي هوندا آهن سنڌيءَ ۾ عام چوڻي آهي تہ "اڙي ڳيري جي آکيري جهڙو گهر ٺاهيو اٿئي".

نواز صاحب هڪ منفرد ليکڪ آ هي. آخر ۾ سندس زندگيءَ جو مختصر احوال ۽ علمي ادبي خدمتون سندس سهڪار سان هتي پيش ڪندي انتهائي خوشي محسوس ٿئي ٿي.

نواز ڪنڀر جو پورو نالو نواز علي ولد محمد موسيٰ آهي. هو سنڌ جي منفرد علائقي مَکيءَ جي ڪنڌيءَ تي قائم ڳوٺ ۾ 1965-08-12، تي بلوچستان جي اڳوڻي گورنر ۽ وڏي وزير نواب اڪبر خان بگٽيءَ جي والد کي انگريزن پاران تعلقي سانگهڙ ۾ مليل جاگير واري ڳوٺ، ڪوٽ نواب ۾ پيدا ٿيو. هن پرائمري تعليم ڪوٽ نواب مان حاصل ڪئي. ان بعد هو 1975ع ۾ سانگهڙ لڏي آيو. جتي هن گورنمنٽ هاءِ اسڪول

سانگھڙ مان ميٽرڪ 1980ع ۽ 1982ع ۾ گورنمنٽ ڊگري ڪاليج سانگھڙ مان انٽر ڪرڻ بعد اتان ئي پرائيويٽ طور بي اي ۽ ايم. اي اڪنامڪس ڪئي. هن جو والد ڪوٽ نواب جي ڪنيرن مان پھريون پڙهيو لکيو ۽ سرڪاري ملازم هو جيڪو اڳ ۾ ٽيليفون کاتي ۾ ٽيلي فون آپريٽر ٿيو هن 23 سالن جي سرڪاري نوڪري ڇڏڻ بعد. آفيسرن سان اختلافن سبب. استعيفا ڏئي، روڊس کاتي ۾ ٺيڪيداري شروع ڪئي.

نواز ڪنير 1985ع ۾ سوشل ويلفيئر کاتي ۾ جونيئر ڪلرڪ طور پرتي ٿي عملي زندگيءَ جو آغاز ڪيو. جتي بعد ۾ هو مارڪيٽنگ اسسٽنٽ بہ ٿيو. 1987ع ڌاري، نئين روشني اسڪولز ۾ سپروائيز مقرر ٿيو. نئين روشني اسڪول پروجيڪٽ بند ٿيڻ بعد ڪجھ پرائيوٽ ڪاتن ۽ ڪمپنين ۾ ڪم ڪرڻ بعد 1990ع ڌاري، هن ايم. اي جي بنياد تي، طنز طور تعليم کاتي ۾ چوڪيداريءَ لاءِ درخواست ڏني، جنهن بعد کيس هاءِ اسڪول لوڻ ڪاڻ، تعلقي کپري ۾ ڊرائينگ ٽيچر مقرر ڪيو ويو. بعد ۾ هو ڪيڊر تبديل ڪرائي JST ٿيو ۽ B.Ed ڪرڻ بعد کيس HST طور ترقي ملي ۽ هو ضلعي سانگھڙ جي تاريخي ڳوٺ ٻوٻيءَ جي مڊل اسڪول ۾ هيڊ ماستر مقرر ٿيو. ان دوران هن سنڌ يونيورسٽيءَ جي SDSC ڊپارٽمنٽ مان M.Sc(ايڪسٽرنل اسٽوڊينٽ) طور رورل ڊولپمينٽ ۾ ڪئي. هو 1993ع ۾ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري، گورنمنٽ ڪاليج شهدادپور ۾ اڪنامڪس جو ليڪچرار مقرر ٿيو. جتان بدلي ڪرائي گورنمنٽ ڊگري ڪاليج سانگھڙ آيو. کيس آڪٽوبر 2006ع ۾ سينارٽي بنيادن تي، ساڳئي ڪاليج ۾

اسسٽنٽ پروفيسر جي عهدي تي ترقي ملي، جتي هو اڄ به ڪم ڪري رهيو آهي.انهيءَ وچ ۾ جڏهن ڪاليج ڪاتو ڪجهه عرصي لاءِ ضلعي حڪومت کي منتقل ٿيو ته نواز ڪنڀر ڪاليج جي مخصوص ماحول مان بيزار ٿي، فراريت اختيار ڪندي اتي ڊيپوٽيشن تي، ڊپٽي ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر ڪاليجز به رهيو. جڏهن ڪاليج ضلعي حڪومت مان، سنڌ حڪومت کي واپس ٿيا ته هيءَ ڪجهه مهينن لاءِ ضلعي ايجوڪيشن آفيس ۾ اسٽيٽسٽيڪل آفيسر ٿي به رهيو. پر هو گهڻو وقت اتي جي ماحول ۾ ايڊجسٽ نه ٿي سگهيو ۽ واپس ڪاليج هليو ويو.

نواز ڪنڀر لکڻ جي شروعات مئٽرڪ جي زماني ۾ ٻارن جي رسالي گل ڦل ۾ ڪهاڻي، "پتنگن پهه ڪيو" لکي ڪئي. ان دوران هو نالو ڇپرائڻ خاطر ٻارن جي اردو رسالن، نونهال ۽ تعليم و تربيت ۾ به ڪجهه نه ڪجهه لکي اماڻيندو هو جيڪو مواد ڇپجندو به رهيس. پوءِ هڪ ڊگهي عرصي بعد، ليڪچرار ٿيڻ کان پوءِ، هن وري لکڻ شروع ڪيو. جنهن ۾ ڪڏهن ٿورو ته ڪڏهن گهڻو وقفو به ايندو رهيس. هن 07/ 2008ع کان باقاعدي لکڻ جي شروعات ڪئي. هِن پيري نواز جا موضوع لوڪ ڏاهپ، نظرانداز ٿيل تاريخ، ماحوليات، آبهوا جي تبديلي ۽ قدرت/فطرت هئا. انهن موضوعن تي، سنڌ جي تناظر ۾ لکڻ ڪري، کيس پڙهندڙن پاران تمام گهڻي موٽ ملي.

هن 27 فيبروري 1998ع تي پنهنجي پيري جي مائٽن مان شادي ڪئي. هن وقت تائين کيس ٻن نياڻين ۽ ٻن پٽن جو اولاد آهي (جن مان هڪ پٽ معذور به اٿس) سنگت ۾ وڏا وڏا ٿهڪ ڏئي پنهنجا درد اڏارڻ

جي ڪوشش ڪندو آهي.

ڪجهه عرصو سنڌي ادبي سنگت شاخ سانگهڙ جو ميمبر رهندڙ نواز سانگهڙ ۾ مختلف وقتن تي عملي طرح سماجي ڪم ڪرڻ، برادري جي ڀلائي ۽ بهتريءَ خاطر "ڪنير ڀلائي تنظيم"، تحقيق جي حوالي سان تنظيم ايڪسپلورل ۽ سانگهڙ هسٽاريڪل، ڪلچرل ۽ انوائرنمينٽ سوسائٽي قائم ڪرڻ کان علاوه، مختلف سماجي تنظيمن پاران مليل اسائنٽمينٽس ۽ ٽريڊيشنل ايڪالاجيڪل ناليج، 2010ع ۾ آيل ٻوڏ جي حوالي سان، ٻوڏ جا فائدا، قدرتي آفتون ۽ انهن جي روڪٿام، ٿرپارڪر ضلعي جي حوالي سان، ميٽرڪ جي شاگردن جي لاءِ سوالن جوابن تي ٻڌل، 'آبهوائي تبديلين جا ضلعي ٿرپارڪر تي اثر' ۽ 'دادو ضلعي جو ماحولياتي جائزو'، ڪتاب لکيا. جيڪي سيئي پنهنجي پنهنجي لحاظ کان منفرد حيثيت رکن ٿا، جيڪي انهن موضوعن تي، سنڌ جي حوالي سان پهريان ڪتاب چئي سگهجن ٿا. ان کان علاوه نواز ڪنير صاحب جو ڀٽائي سرڪار جي حوالي سان منفرد ڪتاب "ڀٽائيءَ جا ڀنڊ ۽ پيچرا" (ضلعو سانگهڙ) ثقافت کاتي پاران ڇپجي ۽ علمي ادبي حلقن ۾ وڏي مڃتا ماڻي چڪو آهي. نواز جتي حر تحريڪ جي تاريخ تي لکندڙ سنڌ جي ليکڪن ۾ اڳيرو رهيو اتي هن سانگهڙ ڪاليج ۾، سورهيه بادشاهه جون سرڪاري نموني ورسيون ملهائڻ جي به، سنگت سان گڏجي شروعات ڪرائي. ساڳي وقت هن سورهيه بادشاهه جي قبر جي تلاش ۾ ايسٽولا ٻيٽ کان ويندي بسم الله شاهه ڪراچيءَ تائين جا به ڪامياب سفر ڪيا ته سورهيه بادشاهه جي قبر جي حوالي سان سپريم ڪورٽ جي اڳوڻي چيف جسٽس افتخار

محمد چوهدري صاحب سان مليو، ڪيس هٿو هٿ درخواستون به ڏنيون. هن اصغر خان کان سانگهڙ جي مکي ٻيلي ۾ حرن مٿان بمباري ڪرڻ کان انڪار جي حوالي سان انٽرويو به ڪيو ته هو خيبرپختونخواهه صوبي ۾ ڪرنل وصال محمد خان سان ملاقات ڪرڻ خاطر ان جي ڳوٺ به وڃي پهتو. ان کان علاوه هن شهزادي چارلس جي پاڪستان جي دوري جي موقعي تي، برطانيه حڪومت کان، سنڌ مٿان ڪيل قبضي، حرن ۽ ٻين سنڌي ماڻهن کي پهچايل تڪليفن تي معافي وٺڻ ۽ معاوضا ڀري ڏيڻ لاءِ، سنگت سان گڏجي حيدرآباد پريس ڪلب آڏو علامتي بک هڙتال ۽ مظاهرا به ڪيا.

ان کان علاوه نواز ڪنڀر نثر ۾ بيتن جي حوالي سان منفرد عشقيه "لوڪ داستان صابل ۽ بهرام جمالي" حُر تحريڪ جي حوالي سان ڪتاب تاريخ جي تلاش، نالي واري ليکڪ اشتياق انصاريءَ جو مختلف سفرن دوران، قسطن ۾ ڪيل طويل انٽرويو (جنهن دوران هو جتي به تاريخي ماڳن تي گهمڻ ويو يا جن اهم ماڻهن سان مليو انهن جي احوال تي ٻڌل ڪتاب)، نيپال جو سفرنامون، لوڪ ڏاهپ، ماحوليات، سنڌ جي پکين، جانورن توڙي وڻن ۽ ٻوٽن تي ڪتاب لکڻ سان گڏ، سانگهڙ جي تاريخ جي حوالي سان ڪتاب لکيا آهن. جن مان ڪجهه ڇپيل،ڪجهه اڻڇپيل ۽ ڪجهه ڇپائيءَ هيٺ آهن. ان کان علاوه هن جا مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾، مختلف موضوعن تي، ڪيترائي مضمون پڻ ڇپيل آهن. 1982ع کان اتفاقي طور اسٽيج سيڪريٽري جا فرض سرانجام ڏئي، ڪمپيئرنگ جي شروعات ڪندڙ نواز ڪنڀر مختلف پروگرامن جي ڪمپيئرنگ ڪرڻ کان

علاوه، پنهنجي شوق جي حوالي سان ريڊيو ڪمپيئر ٽيڙ لاءِ آڊيشن به ڏنا. جتي ته هو ڪامياب نه ٿي سگهيو پر اڄ ڪلهه هو FM 105.2 سانگهڙ تان پروگرام ڪندو آهي. ان ڪان علاوه هو هڪ به پيرا شوق پورو ڪرڻ ڪان خاطر پاڪستان ٽيليوزن تي سنڌي خبرن پڙهڻ ۾ به ڪامياب ويو.

منهنجي ساڻس پهرين ملاقات 9_2008ع ۾ ٻتائي سرڪار جي ميلي تي ٿي هئي، ساڻس ملڻ ڪانپوءِ مونکي سندس آواز ڏاڍو وڻيو ۽ ڪچهري ڪندي مزو آيو. مان ويهه پنجويهه سال ريڊيو پاڪستان کي ڏنا آهن، نواز صاحب جي آواز ۽ انداز کي ٻڌي چيو هو ته اوهان جو آواز (Radio Voice) آهي، تنهنڪري لکڻ سان گڏ ان طرف به ڌيان ڏيو. خوشي آهي ته هو اها خدمت به سهڻي نموني جاري رکندو پيو اچي.

هن جتي صحافتي خدمتون سرانجام ڏيندي، مختلف اخبارن ۾ رپورٽر طور ڪم ڪيو اتي هن سانگهڙ ۾ صحافين جي هڪ هٿيءَ کي چيلنج ڪندي، چڙ وچڙ ٿيل صحافين کي گڏ ڪري، نيو بريس ڪلب نالي، هڪ نئين پريس ڪلب به قائم ڪئي. جنهن لاءِ کيس ڪيترين ئي مشڪلاتن کي به منهن ڏيڻو پيو. هن ضلعي سانگهڙ ۾ پاڪستان ٽيليوزن ۽ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي پهرين رپورٽر طور به ڪم ڪيو. هن 11_2010ع ۾ آيل ٻوڏ دوران، ڌرتيءَ جو فرض ۽ قرض ادا ڪندي، ڏمڪين باوجود، بذا ڍپ ڍاءَ جي بهترين رپورٽنگ به ڪئي.

نواز سائينءَ کي سنگت ڪيترن ئي لقبن ۽ مهڻن سان به نوازيو جن ۾ آدم بيزار، خود غرض، مفاد پرست ۽ حسن پرست شامل

آهن. هن مليل خطاب، مسڪرائي قبول ڪيا ۽ ٻه ٽي پيرا گهران پڇي ويندڙ سياحت ۽ موسيقيءَ جي شوقين ۽ وڻن، ٻوٽن، جانورن ۽ پکين سان پيار ڪندڙ ۽ انهن جي حقن لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ نواز ڪنڀر جي ذات وارا ڪيترائي ماڻهو ذات بدلائي چڪا آهن، پر هو پنهنجي ذات تي فخر محسوس ڪندي ۽ ڪنهن به قسم جي احساسِ ڪمتريءَ جي شڪار ٿيڻ بدران، چوي ٿو ته ها، منهنجيءَ ذات وارن جي اڪثريت غريب آهي، مان پنهنجيءَ ذات وارن جي غربت ۽ سندن مشڪلاتن گهٽائڻ لاءِ جيڪڏهن ڀيو ڪجهه نٿو ڪري سگهان، ته گهٽ ۾ گهٽ انهن کان لاتعلق ٿڃي ويهڻ کان، اهو بهتر ٿو سمجهان ته ذات جي حد تائين آئون انهن سان گڏ هجان!

پروفيسر نواز ڪنڀر کي سندس سماجي خدمتن توڙي لکڻين عيوض، مختلف ادارن ۽ تنظيمن پاران، مختلف ايوارڊ پڻ ملي چڪا آهن. سندس هن ڪتاب تي به ادارن سان گڏ پڙهندڙ به ڪيس محبت جا ڪيترائي ايوارڊ ضرور ڏيندا.

سنڌ جي ثقافت کاتي خاص ڪري ڊائريڪٽر جنرل منظور احمد ڪناسري کي به جس هجي، جنهن هن ڪتاب کي شايع ڪرڻ جو بندوبست ڪيو.

**ڊاڪٽر ڪمال جامڙو**

چيئرمين

سنڌي شعبو وفاقي اردو يونيورسٽي ڪراچي

فون: 0301_2399345

# ليڪ پاران

لوڪ ڏاهپ يا Folk Wisdom جي حوالي سان دنيا ۾ جتي ڪٿي، ڪيترين ئي شيون، ڳالهيون ۽ اهڃاڻ وڏي اهميت رکندڙ هجن ٿا. اهي اهڃاڻ ۽ اشارا جن جي پٺيان صدين جو تجربو ۽ مشاهدو موجود هوندو آهي. اسان سيئي شعوري يا لاشعوري طور انهن مان ڪنهن نه ڪنهن حوالي سان فائدو يا ڇاڻ حاصل ڪندا رهندا آهيون. اها ٻي ڳالهه آهي تہ اڄوڪي جديد دؤر ۾ اسان پارن اڻ پڙهيل يا اڌ پڙهيل معاشرن انهن لوڪ ڏاهپ جي ڳالهين ڏانهن نہ صرف ڏيان ڏيڻ ڇڏي ڏنو آهي بلڪ انهن کي فضول ۽ مدي خارج سمجهي، انهن جي اهميت کان انڪار ڪيو آهي.

ان وقت جڏهن نہ تہ اڄان سائنس ايتري ترقي ڪئي هئي ۽ نہ ئي عام ماڻهن جي علم ۾ ايترو اضافو ٿيو هو نہ ئي ڪميونيڪيشن جي ذريعن جو ايترو وسيع ڇار پکڙيو هو. ان وقت سياڻن ماڻهن جي تجربن ۽ مشاهدن جي آڌار تي چيل ڳالهيون ۽ وضع ڪيل اصول ئي اڄوڪيءَ سائنسي ڇاڻ جا ڇڻ تہ نعم البدل هئا. سڄو معاشرو انهن اصولن تي ئي هلندو هو ۽ ماڻهو ڪڏهن بہ خطا نہ کائيندا هئا. اها لوڪ ڏاهپ زندگيءَ جي هر شعبي سان وابستہ هئي. ان وقت جيئن تہ زندگي ابتدائي مرحلا طئہ ڪري، اڳتي تہ وڌي رهي هئي پر ان جي رفتار اڄان ايتري تيز نہ ٿئي هئي. زندگيءَ جو سڄو ڪار وهنوار موسمن سان منسلڪ هوندو هو.

معيشيت جو دارومدار مڪمل طرح پاڻيءَ سان ئي واڳيل هو. زراعت، ماهيگيري ۽ مال مويشي، اقتصاديات جا اهم شعبا هئا. ان ڪري لوڪ ڏاهپ جا وڏ ڪان وڏ ڏاهپ پريا نقطا بہ برسات، پاڻي، هوا چنڊ تارن جي چؤگرد گهمندا هئا. لڳاتار محنت ۽ مشقت جي ڪري، انساني صحت اچوڪين عجيب و غريب بيمارين کان بي خبر هئي. پر ان جي باوجود ضرورت وقت علاج ۽ حڪمت لاءِ هر وقت ڪيترائي وڻ ۽ ٻوٽا هڪيا تڪيا موجود هوندا هئا جن جي استعمال جي پٺيان پڻ لوڪ ڏاهپ ئي لڪل هوندي هئي. هر بيماريءَ جو بيغير سائڊ افيڪٽ جي سستو ۽ سولو علاج، هر هنڌ موجود هوندو هو. لوڪ ڏاهپ جي مدد سان جوڙايل گهر، جن ۾ لانڍيون، ڇپر ۽ چؤنرا بہ شامل هئا. جن ۾ پوءِ اوڏڪين پتين ۽ انهن ۾ منگهن جواضافو ٿيو انهن زندگيءَ کي گذارڻ لاءِ ڏاڍو سولو ۽سازگار بڻائي ڇڏيو هو. لباس، پوشاڪ کان ويندي کائڻ پيئڻ هر وقت، حالتن ۽ جاگرافيائي خطن جي لحاظ سان، ڳالهہ ماحول جي مناسبت سان هئي. نڪر جا ٿانو جنهن جي اهميت اڄ مذهب کان ويندي ماحولياتي ماهرن پاران بيا ن ڪئي وڃي ٿي، اها لوڪ ڏاهپ جي ماهرن صديون اڳ ۾ جاڻي ورتي هئي جنهن ڏانهن دنيا هاڻ موٽ کائي رهي آهي. پوءِ ان کي ڪڏهن ڪلچر جو نالو ڏنو ويو تہ ڪڏهن ثقافت جو پر انهن سڀني رسمن رواجن جي پٺيان ڪنهن نہ ڪنهن حوالي سان لوڪ ڏاهپ موجود ضرور هئي. 'جيسا ديس، ويسا ڀيس' جي پٺيان لوڪ ڏاهپ تي ان طرح سان ڏيان ڪونہ ڏنو ويو آهي جهڙي نموني ان ڏانهن ڌيان ڏسڻ جي ضرورت هئي ۽ آهي. مٽي ڍڪڻ کي ثقافت جو اهم جزو چئي، روزمره زندگيءَ جو لازمي حصو بڻايو ويو پر اڄ سائنس بہ مٽي

ڏيکڻ جي اهميت مڃي ورتي آهي.

شادي مراديءَ کان ويندي، مرڻي پرڻي جي رسمن رواجن تي غور ڪجي يا اٺڻ ويهڻ کان ويندي کائڻ، پيئڻ توڙي ڪير واپرائڻ جي اصولن کي ڏسجي ته انهن ۾ به لوڪ ڏاهپ جون انيڪ دانايون ۽ رمزون موجود ملنديون.

ميلا ملاکڙا، مذهبي ڏينهن ملهائڻ جا طور طريقا، مهمان نوازيون ۽ ٻيا سوڻ ساٺ ڪرڻ، سڀ سؤڻ ٻولڻ لوڪ ڏاهپ جي لعلن سان لبريز ملندا.

ڳُرڙل جو اچڻ، سر نسرڻ، چيڙ جو پچڻ، تاڙي جو تنوارڻ، ڏيڏر جي ٽران ٽران، ڪُڪڙ جي ٻانگ، هوا جا زوڪٽ، آسمان تي انڊلٺ جي مختلف وقتن تي موجودگي، مختلف تارن جو ايرڻ ۽ لهڻ، چنڊ جو جهڪاءُ، ڍڳي جو هوا کي سنگهڻ، ڪيڙن ماڪوڙن جو ٻرن مان نڪرڻ، نانگن بلائن جي موجودگي، اهي اهڃاڻ ماحولياتي قدرتي ڪميونيڪيشن ۽ لوڪ ڏاهپ جي ماهرن لاءِ ڪنهن نه ڪنهن پڪي پختي نياپي يا نشانيءَ مثل هئا. اڄوڪا موسميات کاتي جا ماهر پلي وينا مٿا ڪٽ ڪن، سندن ٻڌايل ٽي ويءَاخبارن واريون خبرون غلط ٿي سگهن ٿيون پر مٿيان ڏسيل ۽ انهن جهڙا ٻيا انيڪ قدرتي ۽ ماحولياتي اهڃاڻ،موسميات کاتي کان مايوس ٿيلن لاءِ اڄ به وڏو ڏڳ آهن.

هن وقت ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته اسان ڀلي ڪٽي سائنسي انداز سان زندگي گذاريون ۽ سائنسي طرح سان ڪيل اڳ ڪٿين کي اوليت ڏيون پر پنهنجي مٽيءَ جي ماڻهن ۽ وڏڙن جي صدين جي تجربن ۽ مشاهدن کي ائين بلڪل ئي نظرانداز نه ڪريون ته بهتر ٿيندو. لوڪ ڏاهپ جون اهي ڳالهيون ۽ املهه نُڪتا، اڄ به زندگيءَ جي ڪنهن نه

ڪنهن موڙ تي، ڪنهن نہ ڪنهن طرح سان اسان جي رهنمائي ۽ رهبري ڪرڻ لاءِ جتي ڪٿي هڪيا تڪيا موجود آهن. اسان رڳو انهن ڏانهن وڪ وڌايون.

جيڪڏهن اسان ڪي لوڪ ڏاهپ جي انهن ڳالهين جي اهميت جي خبر نٿي بہ پوي ۽ اسان، سائنس ڪي ڇڏي انهن تي هلڻ لاءِ تيار نہ بہ آهيون تہ بہ اسان ڪي اهو تہ هر حال ۾ ڪرڻ ئي ڪپي تہ اسان پنهنجي باقي بچي ويل چند جهونن جي سينن ۾ سانديل انهن لوڪ ڏاهپ جي نقطن ڪي گهٽ ۾ گهٽ سينن کان پنن تي اتاري، محفوظ تہ ڪري وٺون! تہ جيئن اسان دنيا کي ۽ خود اسان جي ايندڙ نسلن کي لوڪ ادب وانگر اهو بہ ڏيکاري ۽ ٻڌائي سگهون تہ اسان جي ڌرتي ۽ ان جا ماڻهو ڪيترن ئي علمن وانگر لوڪ ڏاهپ جا بہ ماهر هئا. جيڪڏهن اسان لوڪ ڏاهپ گڏ ڪرڻ جو ڪم هنگامي بنيادن تي نہ ڪيو تہ، چند ئي سالن ۾ امر الاهي تي لبيڪ چوندي، جهونن جي هن جهان ڇڏڻ بعد، اسان صدين کان نسلن جي محنت ۽ مشاهدي ذريعي ماڻيل، هن اهم علم کان بلڪل ئي بي خبر بنجي ويندا سين ۽ پنهنجي ڌرتي ۽ جي هڪ اهم علم کي هميشہ هميشہ لاءِ وڃائي ويهندا سين.

لوڪ ڏاهپ کي ڪيترن ئي حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو پر هتي پهرين وک طور صرف ماحولياتي لوڪ ڏاهپ جي ڪجهہ پهلوئن تي قلم کنيو ويو آهي. سنڌ جي ماحولياتي لوڪ ڏاهپ هڪ تمام وسيع موضوع آهي، جنهن ۾ ڪيترين ئي ڳالهين اچي وڃن ٿيون. جن مان رڳو ڪن تي، ڌيان ڇڪائڻ خاطر لکيو ويو

آهي. ان ڏس ۾ روزاني سچ ڪراچي ۾ 25 نومبر 1999ع تي- پهريون مضمون ڇپجڻ ڪان وٺي گذريل ڪيترن ئي سالن ڪان لوڪ ڏاهپ جي اهميت تي وت ۽ وس آهر ڪم ڪندو ۽ آواز اٿاريندو رهيو آهيان. ان عرصي دوران لکيل مختلف مضمونن کي هاڻ ڪتابي شڪل ڏني اٿم.

لوڪ ڏاهپ جي انهيءَ ڪتاب کي ڇپجڻ جي اهل سمجهڻ تي آئون جتي ثقافت کاتي حڪومت سنڌ جي اشاعت ڪاميٽيءَ جي معزز ميمبرن جو شڪرگذار آهيان ۽ ثقافت کاتي جي ڊائريڪٽر جنرل سائين منظور احمد ڪناسري صاحب جو ٿورائتو آهيان، اتي آئون انتهائي شڪر گذار آهيان محترم ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙي صاحب، چيئرمين سنڌي ڊپارٽمنٽ، فيڊرل اردو يونيورسٽي جن جو، جن کي اداري پاران هيءَ ڪتاب ماهراڻي راءِ لاءِ اماڻيو ويو هو. ڪمال ڄامڙي صاحب نه صرف پنهنجي مصروفيتن مان وقت ڪڍي، ڪتاب کي اوليت ڏيندي، تمام مختصر وقت ۾ ڪتاب تي ماهراڻي نظر وڌي، پوليءَ کي سڌاريو بلڪ انتهائي قيمتي مشورا ڏئي ڪتاب کي سنوارڻ ۽ ان جي تحقيقي اهميت کي وڌائڻ ۾ به اهم ڪردار ادا ڪيو.

ان ڪان سواءِ ڪجهه دوستن جا ٿورا نه مڃڻ به زيادتي ٿيندي جن ڪتاب ۾ آيل مضمون لکڻ دؤران تمام گهڻو ساٿ ڏنو ۽ وس آهر ڄاڻ به ڏني. جن ۾ سنڌيءَ جي نالي وارو مزاحيه شاعر ۽ هن ڪتاب جو ڪمپوزر پيارو نسيم بلوچ خاص طور تي قابل ذڪر آهي، جنهن نه صرف منهن جا هٿ اکر پڙهڻ جهڙو ذڪيو ڪم آسان

ٻڌايو ٻلڪ وقت سر اهم مشورا بہ ڏنا. دوست صادق خاصخيلي جو بہ شڪر گذار آهيان جنهن مضمون لکڻ لاءِ مختلف هنڌن تي وڃڻ دوران ساٿ نڀايو. ان کان سواءِ مير محمد نظاماڻي، مولا بخش ملاح، منظور ملاح، استاد نظاماڻي، اخلاق راجپوت، استاد منٺار لغاري (مرحوم)، پروفيسر ممتاز لغاري ۽ پروفيسر عباس لغاري جن جو بہ ٿورائتو آهيان، جن مختلف وقتن تي گهربل ڄاڻ مهيا ڪري ڏيڻ ۾ ۽ گهربل لاڳاپيل ماڻهن جو ڏس پتو ۽ فون نمبر هٿ ڪري ڏيڻ ۾ وسان نہ گهٽايو. (گڏوگڏ آئون پياري نيٺ جو بہ ٿورائتو آهيان جنتان مون فوٽو هٿ ڪيا).

امید تہ سنڌ جي ماحولياتي لوڪ ڏاهپ جي حوالي سان ڪتابي شڪل ۾ ڪنيل هيءَ پهرين وک قبول پوندي ۽ ايندڙ ماحولياتي محقق هن سلسلي کي سهيڙڻ ۽ گڏ ڪرڻ ۾ پنهنجو پنهنجو ڪردار ضرور ادا ڪندا.

انهيءَ ڳالهہ جي وضاحت ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان تہ ٿي سگهي ٿو تہ معزز پڙهندڙن کي ڪن جاين تي ڳالهہ جلد ختم ٿيڻ يا مڪمل طور تي پوري نہ ٿيڻ جو احساس ٿئي ۽ مضمون پڙهندي ڪجهہ تشنگي باقي رهي ان جو هڪ اهم ڪارڻ اهو بہ آهي تہ، جيئن تہ هي مضمون اڳ ۾ ڪاوش اخبار ۾ هفتيوار ڪالم لاءِ لکيل آهن. جنهن لاءِ مخصوص اسپيس مليل هئي ۽ جنهن ۾ لفظن جو تعداد بہ ذري گهٽ مقرر ٿيل هو. اها ڪاوش سٽ جي توڙي منهنجي مجبوري هئي، جنهن جو عڪس پڙهندي ضرور محسوس ٿيندو. ان باوجود ڪاوش جو اهو هڪ ٿورو هو جو هن انهيءَ نموني جا مضمون لڳاتار ڪيترو

ئي عرصو ايڊيٽوريل پيج تي شايع ڪري، شايد هڪ نئين روايت ڪي جنم ڏنو.

ڪمي ڪوتاهي لاءِ معذرت ڪندي، صلاحن ۽ مشورن جو منتظر رهندس ته جيئن مستقبل ۾ اجان به وڌيڪ بهتر نموني ڪم ڪي جاري رکي سگهجي.

تاريخ 22.6.2014

**نواز ڪنير**
گهر نمبر A-9/121، شهنشاهه ڪالوني سانگهڙ.
موبائل نمبر 0333-2911599

# ماحولياتي لوڪ ڏاهپ ۽ ان جي اهميت

نام نهاد تعليمي ترقي جي نشي ۾ اسان جهڙن معاشرن جي اڌ پڙهيل ۽ اڻ پڙهيل ماڻهن هڪ اهڙي شيءِ، اهڙي علم، اهڙين روايتن کي نه صرف نظر انداز ڪري ڇڏيو آهي. بلڪ اهڙيون ڳالهيون ڪندڙن تي ٺٺوليون ڪيون ويون ۽انهن کي نااهل چئي مڪمل طرح سان نظر انداز ڪيو ويو آهي اهو علم جنهن جي پٺيان صدين جي ڪروڙين اربين انسانن جو تجربو ۽ مشاهدو هو. ان کي گڏ ڪري اهميت ڏئي ان مان فائدو وٺڻ بجاءِ ان علم جي استادن ۽ اڪابرن کي ڪم تر سمجهي ٻڌڻ لائق به نه سمجهيو ويو. ان علم کي اسان 'لوڪ ڏاهپ' يا 'فوڪ وزڊم' جو نالو ڏئي سگهون ٿا.

لوڪ ڏاهپ اهو علم آهي، جيڪو انسانن جي صدين جي تجربي ۽ مشاهدي تي مشتمل آهي. ڪنهن وقت هن علم جي اهميت به اوتري ئي هوندي هئي جيتري اڄ جي عام سائنسي علمن جي. وقت گذرڻ سان گڏوگڏ، نون نون علمن ۽ خيالن جي متعارف ٿيڻ بعد نئين شيءِ جي نشي ۾ خلق خدا جي انهن تجربي جي آڌار ٻڌل چوٽين، ۽ گفتن کي اهميت ئي نه ڏني وئي. حالانڪ ان وقت به عقل فهم وارن وس آهر واڪا ڪيا پر ڪنهن به نه ٻڌا. مثال طور جهونن جو چوڻ هو ته 'ماني ڪائي آرس نه پچجي' ان سان ماني ڪتي جي پيٽ ۾ هلي وڃي ٿي. يا 'رات جووڻ هيٺيان نه ٻهڻ گهر جي' نه ته جن لڳندو. انهن ٻنهي ڳالهين

۾ شروع وارا حصا، تجربي ۽ مشاهدي تي ٻڌل آهن. پر عام خلق کي سمجھائڻ لاءِ انهن جي آخري حصن ۾ منع ڪرڻ جا اهڙا سبب ڄاڻايا ويا آهن جي وقت، حالتن اڄ سائنسي ترقي بدلي سائنسي علمن جا ماهر ٻڌائين ٿا ماني کائي فورا ورزش نہ ڪجي، ان مان نقصان ٿئي ٿو. اها ساڳي ڳالهہ سوين سال اڳ جي انسان بہ چوڻ شروع ڪئي. ان ورزش جي بجاءِ ڳالهہ آرس کان شروع ڪئي. يا وڻ هينيان سمهڻ کان منع ڪندي 'جن' چوڻ جي ڳالهہ ڪئي. اڄ سائنسدانن اسان کي وڻن جي فوٽو سينٿسس جي ڳالهہ ٻڌائي رات ۽ ڏينهن جي حوالي سان ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ ۽ آڪسيجن جي ڳالهہ ڪن ٿا ۽ نقصان جا سبب ٻڌائين ٿا. پر جي وڻن جي ساهہ کڻڻ جي ڳالهہ اڄ کان هزار سال اڳ ڪوئي ڪري ها تہ ان کي ڪير ٻڌي ها. ان ڪري ان وقت جي ڏاهن ان ڳالهہ کي جنن سان منسوب ڪيو ڇو جو ان وقت اها ڳالهہ عام ۽ قابل فهم هئي.

زراعت جي حوالي سان مال جي ڀاڻ جنهن لاءِ چئبو آهي تہ "ڀاڳ ڍُلي پر ڀاڻ نہ ڍُلي" انهن هر، زمين کي ساهي ڏيڻ تائين جيستائين ڳالهہ هئي ڪم هليو پئي. پوءِ جڏهن آبادي ۾ اضافي کي بهانو بڻائي پيداوار وڌائڻ وارا نقلي ڀاڻ ۽ جيت مار دوائون استعمال ڪيون ويون تہ چند سالن جي تجربي مان ئي ثابت ٿي ويو تہ اهو عمل نقصان ڪار آهي. زمين کي ساهي ڏيڻ لازمي آهي ۽ ڍڳن جي هر جي پنهنجي اهميت آهي پر سهل پسندي ۽ هرس و حوس جو شڪار اڄ اڻ پڙهيل انسان ڏسندي وائسندي بہ انهن ڳالهين کي اجان عمل ڪرڻ کان ڪيٻائي رهيو آهي. جنهن سبب هاڻ نين نين بيمارين اچي منهن ڪڍيو آهي. مڙ جي جاءِ

تي پنج مڻ آن اپائيندڙ انسان اڳ جي پيٽ ۾ وڏيڪ ڏکي ۽ مشڪل زندگي گذارڻ تي مجبور آهي. جنهن سبب هو پنهنجي محنت سان گڏوگڏ ذهني سڪون وڃائي، هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪي ۽ پُري رهيو آهي. سندس ڇوٽڪاري جو واحد رستو لوڪ ڏاهپ تي عمل ڪرڻ ۾ ئي لڪل آهي. پر هو اوڏانهن رجوع ڪرڻ ۾ اجان شايد ڪجهه وقت وٺي. اجان ڪيس پنهنجي ڪئي جي ۽ فطرف ڪان منهن موڙڻ جي سزا ڪاٽي پوندي ڇو جو ان فطرت ۽ لوڪ ڏاهپ ڪان منهن موڙي وڏو ڏوهه ڪيو آهي!

جيستائين انسان ڦڪين ۽ ڦيٽن تي ڀاڙيو پئي، وڏيڪ صحت تندرستي ۽ عمر ماٽي پئي. پر جڏهن ڪان هن رنگ ٻه رنگي گورين ۽ ڀالن جهڙن ۽ جيڏين سين ڪي سهارو سمجهيو آهي، تڏهن ڪان وٺي اڳوٽي عمر ۽ صحت ڪان هٿ ڌوئي ويٺو آهي. نج گهه، ڏڌ، ڏهي، مکڻ ۽ ماکي سان موجون ڪندڙ ناشڪري انسان جڏهن ڪان ڊالڊا، دٻن واري کير، ۽ ڪيميڪل واري کنڊ سان دوستي وڌائي آهي، تڏهن ڪان زندگي زهر تي وئي اٿس. پر کين اجان سمجهڻ ۾ شايد ڪجهه وقت لڳندو!

ڪجهه سالن ڪان مسلسل ايندڙ موسمي آفتن، تيز برساتن، ڏڪار ۽ ساموندي طوفانن تباهي مچائي ڇڏي آهي، جنهن سبب انسان ڪي ڪروڙن جي ڪس لڳي آهي. سمنڊ اندر ٻيل سوين انسان ويرن جي ور چڙهي ويا ته ڪي ٻوڏن ۾ لڙهي وڃڻ سبب ڪي مليا ته ڪي پنهنجي ئي ملڪ ۾ اڻ ڄاتل هنڌن تي بي ڪفن، دفن ٿي ويا. اهي آفتِ الاهي ته هيون پران ۾ ڪنهن حد تائين انسان پاڻ ملوث هو. موسميات کاتي جي رپورٽن تي ڀاڙيندڙن، هزارن سالن جي تجربي کي نظرانداز ڪري ،

ڪروڙن جي ڪاوشن ڪي ٿڌي ڇڏيو تہ مٿن قهر نازل ٿيو. ڏاهن ڪي اڻ پڙهيو اڻ پڙهيو چٽ ۽ جاهل چوندڙن اهو وساري ڇڏيو تہ اڄ جو سائنسدان بہ اڃان تائين جهڙوڪر قدرت جي معاملي ۾ اڻ پڙهيو ئي آهي. ڪيس آخرت تائين سوچڻ ان جي ڳجهہ تائين پهچڻ لاءِ اڃان وقت گهرجي. سندس راءِ ڪي ميچتا ماڻڻ لاءِ اڃان ڪيترن ئي تجربن مان گذرڻو آهي. جڏهن تہ خود انهن وٽ، انهن سائنسي رپورٽن ڪان سورهن آنا وڌيڪ صحيح رپورٽون ڏيڻ جا ڪيترا اهڃاڻ ۽ ادارا موجود آهن، هو رڳو انهن ڪي ٿوري اهميت ڏئي، انهن ڏاهن ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جيڪي اهڃاڻ ڏسي ايندڙ سال لاءِ بہ اڳڪٿي ڪري سگهن ٿا تہ ڏڪار هوندو يا سڪار، مينهن پوندو يا نہ. گهٽو پوندو يا ٿورو رڍ ٻڪري ڍاپبي يا اٺ ڍڳي لاءِ بہ چارو هوندو!' ترايون، تلاءَ ۽ تڙ پربا يا نہ! اهي ڏاها مند مهل ڪلاڪن ۽ منٽن جي حساب سان بہ برسات جي اڳڪٿي ڪن ٿا. جيڪي سئو سيڪڙو صحيح هجن ٿيون. پر افسوس جو زندگيءَ جي هر نظام ۾ موجود اهڙن سادن سودن، پيرن اگهاڙن، مڪاري ۽ منافقت جي ملاوت ڪان پاڪ ڳالهائيندڙن تي ڪنهن جي بہ اک نٿي پڏي. سوٽيڊ بوٽيڊ ڪاٽن ڪلف وارو جيڪو بہ چئي ان ڪي جي ۾ جاءِ ڏئي هنئين سان هنڊائبو. پوءِ پلي پيننگ ئي ڇو نہ ٿي وڃي!

ان ڪان اڳ جو صدين جي تجربي ۽ مشاهدي جي امين جهونن جي ساهہ جو سڳو ڇڄي پئي، ۽ اهي راهہ رباني ڏانهن روانا ٿي وڃن، اڇو تہ انهن ڪي مان، ميچتا ۽ اهميت ڏئي، انهن جي ڳالهين ڪي نہ صرف غور سان ٻڌون بلڪ انهن ڪي گڏ ۽ مرتب ڪري، ايندڙ نسلن لاءِ بہ محفوظ ڪريون. ڪٿي ائين نہ ٿئي جو وقت گذرڻ بعد اسان هٿ مهٽيندا ئي

رهجي ويچون ۽ انهي فوڪ وزڊم يا ماحولياتي لوڪ ڏاهپ لاءِ بہ يورپ ڏاهن ڏسون. پوءِ اهو ضروري ناهي تہ انهن جا تجربا ۽ مشاهدا اسان جي موسمن ۽ ماحول ۾ بہ اوترائي فٽ هجن جيترا اتي آهن. ائين نہ ٿئي جو اسين پنهنجون ڪنڊيون، ٽالهيون، پپر، سرينهن، نم، ٻير ۽ ٻٻر وڍي يوڪلپٽس، ڪونوڪارپٽس ۽ ديوي پوکي پوءِ وينا پڇتايون.

(روزاني سچ ڪراچي، خميس 25 نومبر 1999ع)

# لوڪ ڏاهپ مطابق برسات جي حوالي سان ڪنوڻ، گوڙ ۽ انڌلڻ جا اهڃاڻ

قدرت انساني بهتري ۽ ڀلائي لاءِ ڪيترين ئي شين ۾ برسات جي اچڻ يا نه اچڻ، وسڻ يا نه وسڻ، گهٽ يا وڌ وسڻ، فائدي يا نقصان واري هجڻ جي حوالي سان ڪيترائي اشارا ۽ اهڃاڻ مختلف طريقن سان امائيندي رهندي آهي. قدرت تي اکيون بند ڪري اعتبار ڪرڻ وارا انهن نشانين ۾ پڪو ۽ پختو ويساهه رکندا آهن ۽ فائدي ۾ ئي رهندا آهن. پر پنهنجي تي هلڻ وارا يا ريڊيو ڪن تي لڳائي ٽي وي ۾ اکيون وجهي ۽ اخبار ۾ خبرون پڙهي، موسميات کاتي جي هدايل ڳالهين تي اعتبار ڪرڻ وارا جهڙوڪر قدرت سان منهن موڙي ڇڏيندا آهن ۽ پوءِ اڪثر حالتن ۾ مٿي تي هٿ ڏيو ويٺا هوندا آهن. سريلنڪا جو سونامي هجي، بالاڪوٽ ۾ زلزلي جون تباهيون هجن، بدين ۽ ٺٽي ۾ سمنڊ جون سيئه زوريون هجن. اهي سڀ شيون ازل کان ٿينديون رهيون آهن. انهن جي ٿيڻ کان اڳ قدرت مختلف طريقن سان انسان کي خبردار به ڪندي رهندي آهي. جيستائين انسان قدرت تي ڀروسو ڪيو ۽ ان جي ڏسيل نشانين مان خطري جي بوءِ محسوس ڪئي ته هو گهڻو ڪري پاڻ بچائيندو رهيو. جڏهن هن ائين نه ڪيو ته نتيجو سيني جي سامهون آهي. طوفان هجن، برساتون هجن،زلزلا هجن يا ٻي ڪا به ماحولياتي تبديلي هجي ان جا آثار ڪيترو ئي

عرصو اڳ ۾ ظاهر ٿيندا رهندا آهن پر ڪو پڙهڻ وارو ۽ انهن کي محسوس ڪرڻ وارو هجي ۽ ڪا ڏسڻ واري اک هجي. برسات جي حوالي سان ڪيترن ئي ڳالهين ۾ قدرت اشارا ۽ اهڃاڻ مقرر ڪيا آهن. جن ۾ ڪجهه جو ذڪر اڳ ڪري چڪا آهيون، ڪجهه جو پوءِ ڪبو ۽ ڪن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

## برسات جا قسم

بظاهر ته سڀ مينهن هڪ ئي منهن مهانڊي هوندا آهن، پر اصل ۾ انهن ۾ وڏو فرق هوندو آهي، برسات کي مختلف نالن سان سڏيو ۽ سڃاتو ويندو آهي جيئن گونگو مينهن، مانو مينهن، وڏ ڦُڙو مينهن، سنهي بوند واري برسات، طوفاني مينهن، ڳڙو مينهن، جهڙ مينهن ( مسلسل ٻه چار ڏينهن وسندڙ) وغيره. برسات جي مختلف قسمن، فائدن نقصانن ۽ وقتن کي ڏسي ٻه مختلف نالن سان سڏبو آهي، جيئن بڊو برسات، جنهن کي گيلو به چوندا آهن. اها برسات يڪو پئي وسندي آهي. هفتو هفتو به پئي هلندي آهي. بقول شيخ اياز جي "عشق اسان وٽ آرائين جيئن آيو جهول پري" وانگر چلهه ٻارڻ لاءِ سڪل ڪاٺي ۽ ڇيٽي جو ملڻ به محال هوندو آهي. اهڙي نموني سان مختلف موسمن وقتن تي مختلف قسمن جا مينهن وسندا رهندا آهن.

**سانوڻ جا سراڙا:** هڪڙي برسات وسي وئي، پندرهن منٽ، اڌ ڪلاڪ بعد ٻي آئي. ڪلاڪ بعد وري برسات منهن ڪڍيو ته ٽري اهڙي برسات کي سانوڻ جا سراڙا چوندا آهن. جنهن کي اوهيرا به سڏبو آهي. چوندا آهن ته سنهي برسات ۾ گاهه ته وڌيڪ ٿيندو آهي پر گهرن کي نقصان گهٽ ٿيندو آهي. ڪنهن برسات ۾ وري پاڻي ته

هوندو آهي پر ان نہ ٿيندو آهي. ڪنهن برسات ۾ وري پن تہ ٿيندو پر ان ڪونہ ٿيندو آهي. ڪڏهن وري گاهہ گهٽ پر ان وڌيڪ ٿيندو آهي. انهن سيني ڳالهين مان هر هڪ لاءِ لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ الڳ الڳ نالا آهن.

## خود برسات ۾، برسات بابت اهڃاڻ

هلندڙ برسات ۾ پاڻي مٿان ڦوٽا جنهن کي پاڻي جا ڦوٽا يا بلبلا چئبو آهي. اهي ٽين ۽ پاڻي مٿان لڙهندي نظر اچن تہ معنيٰ اجان برسات پوندي، هن سال بہ ۽ ايندڙ سال بہ. جي بلبلا نہ ٽين تہ معنيٰ اڳيون سال ڏکر جو آهي.ذهني طور تيار رهجو. اهي ڦوڪڻا يا بلبلا گهڻو ڪري برسات وسي بند ٿيڻ کان ڪجهہ دير اڳ ۾ ٺهندا آهن. جڏهن برسات ۾ برسات جي جهڪي ٿيڻ وقت، جهرڪيون ۽ ڪبريون پاڻي ۾ وهنجهندي نظر اچن تہ معنيٰ برسات پوڻ جا اجان امڪان موجود آهن.

## ڪنوڻ يا وڄ جي حوالي سان اهڃاڻ

مشهور آهي تہ اتر جي گوڙ ۽ ڪنوڻ وڌيڪ برسات آڻڻ جو سبب ٿينديون آهن. ڪنوڻ جا مختلف قسم ٿيندا آهن جيئن:

**ٻڪرار ڪنوڻ**: اها ڪنوڻ ڏسي مال وند، ٻاڪرو مال جيترو جلدي ٿي سگهي اوترو جلد واڙڻ جي ڪندا آهن. مال اجان واڙي ۾ بند مس ڪبو تہ برسات اچي نڪاءُ ڪندي آهي. اها ڪنوڻ ٽانڊي وانگر ڳاڙهي، شعلي جهڙي، اکيون وٺندڙ هوندي آهي. اتر ايرندي ڪنڊ کان ٿئي تہ ماٺهو پڇڻ جي ڪندا، مينهن آيو ڪي آيو. ان مٿان جو هلڪو ڏڪڻ لڳي تہ رهي سهي ڪسر بہ پوري، لمحن جو انتظار بہ نہ ٿيندو. جيئن سڄي مال ۾ ٻاڪرو مال تيز هلندو آهي ان ڪري هن تيز هلندڙ ڪنوڻ

ڪي ٻڪرار ڪنوڻ ڪري سڏبو آهي.

سانوڻ ڪان اڳ آڪاڙ جو مهينو ايندو آهي. آڪاڙ جي ٻه تاريخ تي ڪٿي به ڪنوڻ يا جهڙ نظر اچي ته برسات جو آسرو سمجهبو آهي. ٻئي صورت ۾ ٿري سنڌ ۾ ناري وڃڻ جون تياريون ڪندا آهن.

چوندا آهن ته آڪاڙ ڪي ٻيج، واڏڙيا ويج

)واڏڙ جهڙا) نيڙي راڪي ٻڙڏيا (ڍڳا) جوڙهي (جهولي) ناڪي ٻيج.

پر جي آڪاڙ جي ٻي تاريخ تي ڪنوڻ ۽ جهڙ ڏسڻ ۾ نه اچي ته پو

پهلي ٻيج ٻڙڏيا، پڇي چاٻي ( ڪائڻ)ٻيج

ڪنوڻ ڪرندي به آهي ۽ وڏا نقصان به ڪندي آهي. نه صرف انسان پر جانور به ڪنوڻ جي چمڪي ڪان لهرائيندا آهن. ڪنوڻ ڪِرڻ جي ڊپ ڪان پتل، ٽامي، يا پتل ٽامي جي ملاوٽ سان ٺهيل (ڪُٽ ڪنجهو) ٿانو ڪي ڪنوڻ مهل اندر رکبو آهي، ساڳي شيشو به ٻاهر نه رکبو آهي ان تي به ڪنوڻ ڪرڻ جا امڪان وڌيڪ هوندا آهن. ڪنوڻ ڏسي چنڊڻ ڳوهه به ڪپڙ جي ٿڙ ۾ لڪي پناهه وٺندي آهي. جي ٻاهر هوندي ته ڪنوڻ ڪري سگهي ٿي. ڪنوڻ جي ڪرڻ ڪان محفوظ رهڻ لاءِ اڪ جي ٿاري گهر مٿان رکبي آهي.

وچ جو پاڻي ۾ ڦٽيمش ڀورآ هي ت ه ن ڪيوج ج ۾ ڄاٽي-آ هن لن لاءِ سياڻن جو چوڻ ته لوهر، ڪوهه ڪوٽي ان ۾ ڇيٽا پري، وچ ۾ ڪير جي پريل پليٽ رکندا آهن. برسات ۾ ڪنوڻ ڪِرڻ جا امڪان وڌيڪ هوندا آهن. جي ان تي ڪنوڻ ڪري ٿي ته ڇيٽن ڪي نپوڙي، نڪتل پاڻي سنيالي رکبو آهي، جنهن مان مختلف اوزارن ڪي لوهر پاڻي ڏيندا آهن. ان سان اوزار ڏاڍا تکا ۽ تيز ٿيندا آهن. چون ٿا ته وري

جڏهن گوڙ ٿيندي آهي ۽ کنوڻ تجلا ڪندي آهي تہ وچ جو پاڻي ڏنل اوزار حرڪت ڪندا آهن. ان ڪري پنهنجي منهن بغير ڪنهن سبب جي حرڪت ڪرڻ وارن لاءِ چئبو آهي تہ هنن کي وچ جا پاڻي آهن.

## گوڙ جا اهڃاڻ:

چوندا آهن تہ گوڙ 12 ڪوهن يا 24 ڪلوميٽرن تي ٻڌڻ ۾ ايندي آهي. اهو بہ چوندا آهن تہ گونگي برسات ايندي ڪونہ. جي آئي تہ ٻوڙي ڇڏيندي. شايد ان ڪري ئي اردو ۾ چئبو آهي *جو گرجتے ہیں وہ برستے نہیں* کنوڻ وانگر اتر جي گوڙ بہ وڏيڪ برسات آڻڻ جو باعث بڻبي آهي. گهٽي گوڙ گهٽ برسات آئيندي آهي. هلڪي گوڙ جيڪا ڪڙڪو نہ ڪري نہ ئي ساهي پٽي رڳو گڙندي رهي، جنهن کي گام بہ چئبو آهي اها وڏيڪ برسات آڻيندي آهي . ان مان ٻوڏ جو بہ خطرو هوندو آهي.

## انڊلٺ/پينگهہ/ڏانگڙو يا ميري جا اهڃاڻ:

انڊلٺ کي مقامي طور تي پينگهہ يا ڏانگڙو بہ چوندا آهن. اها بہ برساتي اڳڪٿي جي حوالي سان ڪافي اهم آهي. انڊلٺ عموماً ٽن ڪان ستن رنگن تي مشتمل هوندي آهي.اها جيڪڏهن برسات دوران نڪري پيهي تہ برسات ۾ساهي سمجهيو ويندو. معنيٰ هاڻ فوري طور وري برسات ڪونہ ايندي پر جي برسات اچڻ کان اڳ ۾ ظاهر ٿئي تہ برسات جا پڪا امڪان هوندا آهن. ان لاءِ ائين بہ چئبو آهي تہ جي ڏانگڙو سڪي تي ٿئي تہ وسندو جي پني تي ٿئي تہ معنيٰ برسات وئي انڊلٺ لاءِ اهو چيو ويندو آهي تہ برسات وسي بس ڪري ۽ اڀرندي کان ظاهر ٿئي تہ معنيٰ اجان وسائيندو ۽ جي اولهہ مان ظاهر ٿئي تہ مطلب هاڻ برسات نہ پوندي انڊلٺ جو سائي ۽ گلابي رنگ جو گول برسات وسي بس ڪرڻ تي نظر اچي معنيٰ برسات

وئي جي گول اڏ هجي تہ مطلب ٿيو اجان وسندو.

هڪ ٻئي چوڻي آهي:

ايرندي جي موڳ، الهندي جو مڇلو (اندلٺ)

چئي ڳاگن جوٽو تہ برسات وسي گوگهہ

پر جي،

الهندي جي موگهہ (موڳ) ايرندي جو مڇلو چئي ڳاگن جوٽو ڳابا

ڪوهہ ۾ ڪاٿ

(ڳاگن جوٽو ٽر جو هڪ مشهور سگهڙ ۽ لوڪ ڏاهپ جو ڄاڻو چيو

وڃي ٿو جنهن جون لوڪ ڏاهپ ۾ خاص ڪري برسات جي حوالي سان

ڪيترين ئي چوڻيون شعرن واري انداز ۾ مشهور آهن.)

اهڙي نموني سان ٻين ڪيترن ئي حوالن سان قدرت برسات جا

اشارا ۾ اهڃاڻ اماڻيندي رهندي آهي.

رزواني ڪاوش حيدرآباد اربع 22 جولاءِ 2009ع

# برسات جي حوالي سان پکين، جانورن، جيتن ۽ نانگن بلائن جا اهڃاڻ

قدرتي ڪميونيڪيشن جي حوالي سان هڪ عرض ڪندو هلان ته پنهنجي جڳهه تي هي سبجيڪٽ سالن ۽ صدين کان موجود آهي پر ان کي اڄ ڏينهن تائين شايد ڪٽي به ۽ پڪ سان سنڌ ۾ ڪنهن به يونيورسٽي جي ماس ڪميونيڪيشن ڊپارٽمنٽ ۾ مضمون طور ڪڍهن به بحث هيٺ نه آندو ويو آهي. نيچرل ڪميونيڪيشن Natural Communication ۽ روايتي ڪميونيڪيشن Traditional Communication لوڪ ڏاهپ واري سبجيڪٽ جا به اهم مضمون آهن. ان تي بحث ڪنهن ٻي پيري پر اچو ته پاڻ ڏسون ته برسات جي حوالي سان قدرت پکين، جانورن، نانگن بلائن، جيتن ۽ ٻين ساهوارن ۾ ڪهڙا ڪهڙا ۽ ڪهڙي نموني نياپا اماڻي ٿي. اڄ جو پنهنجي علم ۽ عقل جي غرور ۾ غرق ٿيل حضرت انسان، جي ان ڏانهن ڌيان نه ٿو ڏري ته ان ۾ قدرت جو ڪهڙو قصور! پاڻ محترم عبدالقادر جوڻيجو صاحب جن جي پيرن تي هٿ رکي (جن جي لوڪ ڏاهپ جي حوالي سان لکڻين مونکي سڀ کان اول ۾ بيحد متاثر ڪيو) ڳالهه کي اڳتي ٿا وڌايون.

## جانورن جا اهڃاڻ:

ڍڳي جي پٺي ۽ ڪونهت (ٿوهو) ميرو هجي، ڍڳين ۾ آرس ۽ سستي وڌيڪ ٿئي ته برسات جا پڪا امڪان هوندا آهن. ساڳئي نموني ٻڪرين جي پٺي ميري هجي، رات جو ٻڪريون ۽ رڍون ٻس، ٿي

پيرا ويهڻ جو هنڌ (وٿاڻ) بدلائين ته برسات جي پڪ سمجهجي. ڏڪيون منهن مٿي ڪري هوا کي سُنگهين ته برسات جي اچڻ جي علامت سمجهبو آهي. رات جو ويٺل ڏڪيون وٿاڻ بدلائين اتر منهن ڪري ويهڻ جو مطلب برسات ۾ ٻه ٽن ڏينهن جي دير آهي. ڪُتا، منهن مٿي ڪري، اوناڙ ڪن ته ٻوڏ وارو يا نياڳ وارو سال ليکبو آهي. گدڙ رات جو اوناڙيندو آهي پر جي گدڙ ڏينهن جو اوناڙ ڪري ته نياڳ ۽ ڏڪر جي نشاني، ٻڪري ٽپا ڪائي، ڳئون پٽن کي ٻڪيون هڻي (پيرن سان واري مٿي اڇلي) ته ورهيه پلو. اٺ منجهند جو پٽ تي چڙهي ويهي ته ٻه وريهه پلو. اٺ پٽ نه وٺي، هيٺ هلي ته ڏڪر جي پڪ سمجهجي. نه رڳو مال جي حساب سان پر پاڳيا ڪير جي حساب سان ٻه برسات جو اچڻ نه اچڻ معلوم ڪندا آهن جي ڪير ولوڙيندي شوشٽ جو آواز ٿئي ته ورهيه پلو. جي ڪير گهو گهو ڪري ته ورهيه ناهي معنيٰ ڏڪر آهي.

## ڪيڙين ماڪوڙين جا اهڃاڻ:

سانوڻي ۾ ڪيڙيون (ڪوليون) وڏيڪ هجن، ٻر ڪن، منهن ۾ اڇا آنن جهڙا داڻا کڻي قطار ڪري هيٺاهين کان مٿاهين ڏانهن وڃن ته برسات سمجهبي، پر جي مٿان کان هيٺ وڃن ته آسرو گهٽ يا دير جا امڪان. ماڪوڙن تي ٻه ساڳيون ڳالهيون فٽ اچن ٿيون. جيڪا ڪيڙي پر ڪڍندي آهي، ان جي مرڻ جا امڪان ٻه وڏيڪ هوندا آهن جيئن اردو ۾ چوندا آهن ته **"چيونٽي ڪي موت آتي هي تو اس ڪي پر نڪل آتي هين."**

## جيتن ۽ نانگن بلائن جو اهڃاڻ

آر ٻولي، بلا وڻ تي چڙهي ته برسات جو اڳواٽ اطلاع سمجهڻ

ڪپي. ڏڪر ۾ نانگ بلائون گهٽ ئي نظر ايندا آهن. ماڪوڙو ملڪ ۾ وڌيڪ هجي ته سُڪر جو سال سمجهجي. ماڪي گهٽي هجي ته اڃڙي تر ۾ سڪار ۽ پئي تر ۾ ڏڪار جي علامت سمجهبي آهي. ڪڪرن جي گهٽائي به سڪار جي نشاني مڃبي آهي. گاهه ڪي لڳندڙ هڪ ڪاترو جيت، جيڪو لٽ وانگر ڪارو ڪڙو هوندو آهي، وار به هوندا اٿس، اهو سڪار جي نشاني ٻڌايو ويجي ٿو. جنهن سال ڪوئا ۽ انهن جا پر وڌيڪ نظر اچن ته ان سال بلائون ۽ برسات وڌيڪ سمجهڻ گهرجن. پر ڪڏهن ڪڏهن وري ڪنهن سال ۾ برسات وڌيڪ پوڻ باجود بلائون گهٽ هونديون آهن. تنهن لاءِ لوڪ ڏاهپ جا ماهر مختلف اشارا ڏسي ان جو مطلب اڳوات ٻڌائي ڇڏيندا آهن. ڏيڏري سڪي تي تنواري/ ڪرڪي ته برسات اچڻ جو اهڃاڻ مڃبو آهي. ڪڏهن ڪڏهن برسات وسڻ بعد هڪ گلابي رنگ جو بخمل جهڙو جيت ان ڪي برسات وساڙو يا مينهن جو مامو چئبو آهي،ظاهر ٿيندو آهي ان جو ظاهر ٿيڻ، وڌيڪ ۽ فائدي واري برسات وسڻ جي نشاني هوندو آهي. جنهن سال مال ۾ چچڙ وڌيڪ هجن ته ان ڪي به وڌيڪ برسات پوڻ جي معنيٰ ۾ ورتبو آهي. جي ملڪ ۾ گينگها گهٽا ته سانوڻ پلو جي تنبڻ گهٽا ته ڏڪار جا ڏس. سانبو وڻ جي چوٽي تي چڙهي، سسي سائي، ڪنڌ ڦڪو ۽ جسم ڳاڙهو هجي ته پلي ورهيه جا پار سمجهبا آهن.

## پکين جا اهڃاڻ

ڪوئل ٻولي ته سانوٽي اچڻ جو اطلاع، تاڙو ٻولي ته برسات لاءِ اڳوات تياري ڪرڻ جو مفت مشورو سمجهڻ گهرجي. پوءِ متان ڪير چوي ته خبر ئي نه پئي ۽ دير ٿي وئي تاڙو گهٽو ٻولي، گهٽي برسات، جي

ٿورو ٻولي تہ ٿوري برسات، ڳُڪڙ ڦڙڪيون هڻي، اڏامڻ جي ڪري، چڀرو ٻولي تہ اهو بہ برسات جي اچڻ جو اطلاع آهي. چڀرو برسات ڪان ڏهہ پندرهن ڏينهن اڳ ۾ ٻولينديو ۽ هڪ وڻ مان ٻئي وڻ تي اڏامي وڃي ويهندو اهي بہ برسات جا اهڃاڻ آهن. ڪانوَ هڪ وڻ ڪان ٻئي تي ٿولا ڪري اڏامي وڃي ويهن تہ برسات جو امڪان سمجهبو. مور صبح جو سوير ۾ سج لٿي ڳالهائين، صبح سج اڀرڻ مهل پر پڪيڙي عام رواج ڪان وڏيڪ ناچ ڪري تہ بارش جو وڏو آسرو هوندو آهي. جهرڪي بنا بارش جي شام جو پر پکيڙي واري ۾ وهنجڻ جي ڪري تہ بہ برسات جي اميد آهي. ٽيٽيهر پنج آنا لاهي تہ برسات وسندي گنج، چار لاهي تہ چوڪو چوڪو (سنو سنو) ٽي آنا تہ ٽپي ٽپي (ڪٿي ڪٿي) بہ تہ برسات وسندو ٻائيڙو (ملڪ ٻوڙ) ٽيٽيهر، ڪانو ۽ ڪوئل وغيره جيڪي سانوڻي جي موسم ۾ آنا ٻچا ڪندا آهن. انهن جي آنن ۾ بہ خفتي برسات جا اهڃاڻ ڳولي وٺندا آهن. چار بيدا يا چار آنا تہ برسات چئني پاسن ڪان ،ٽي آنا تہ ٽن پاسن ڪان ۽ ٻہ تہ ٻن پاسن ڪان سمجهبي آهي. هڪ ٻيو بہ نانيو ڪارو پکي جنهن کي ٽپهو سڏبو آهي، اهو معمول ڪان وڏيڪ ٻولي تہ اها بہ برسات جي نشاني هوندي آهي. تر ۾ هڪ ٻيو پکي بہ برسات جي علامت ٻڌجڻ ۾ اچي ٿو. جنهن جا پار پتا ڪارو جهرڪي ڪان وڏو ۽ ڳيري ڪان ننڍو پکي مغرب بعد ٽُڪ، ٽُڪ ٽُررر ڪري ٻولڻ ٻڌايا وڃن ٿا. ان جي وڏيڪ ٻولڻ کي بہ برسات جي نشاني سمجهڻ گهرجي. خفتي انهن نشانين جي حوالي سان هڪ ٻئي پکي ڪار ڪٽڇيءَ جو بہ ڏس ڏين ٿا. جيڪو صبح جو مال ڇهرڻ وقت، خصوصاً ٻڪري جي پُڇ تي وڃي ويهي تہ اها بہ برسات جي موڊ جو ڏس ڏيندڙ هوندو آهي.

هي آهن اهي برسات جون اڳڪٿيون، جيڪي گهٽي ياڳي تر ۾ مقامي ڄاڻ Indigenous Knowledge طور لوڪ ڏاهپ Folk Wisdom جي ماهرن وٽ موجود آهن جن تي عمل ڪندي هو پنهنجي روزمره جي زندگيءَ جو ڪار وهنوار اڪلائين ٿا. جنهن لاءِ هو نه ڪا ٽي وي ڏسن نه ريڊيو ڪن سان لائين، نه ئي اخبار جي محتاجي ڪن. هلندي ڦرندي، ڪم ڪار ڪندي، هيڏانهن هوڏانهن نظر ڊوڙائي چوڌاري موجوده قدرت جي پنن تان سبق پڙهيو وٺن. جيئن ته جو Indigenous علم آهي ائين برسات جي حوالي سان ڪاڇي، ميداني ۽ ساموندي علائقن جو به علم آهي جيڪو اتي جي لوڪ ڏاهپ جي ماهرن سان ملي معلوم ڪري سگهجي ٿو.

صدين جي تجربي ۽ مشاهدي کان پوءِ هٿ آيل اهو علم هن وقت رڳو جهونن ۽ پوڙهن جي سينن ۾ وڃي باقي بچيو آهي. هڪ ته نئين نسل وٽ ان مقامي يا ديسي ڄاڻ جي لاءِ ڪا به دلچسپي ڪونهين ۽ ٻيو ته نئين نسل ۽ جهونن جي وچ ۾ وٿي اچي ويئي آهي. ان وٿي (Gap) لاءِ هرو ڀرو ڪنهن کي به قصوروار قرار نه ٿو ڏئي سگهجي. اهو گئپ وقت جي تقاضائن آندو آهي. ان ڪري جيئن جيئن جهونا جهان ڇڏي وڃي رهيا آهن. تيئن اهو علم به پاڻ سان گڏ کڻي وڃي رهيا آهن. جيڪو ڪڏهن به موٽڻو ناهي. ان ڪري ضرورت هن ڳالهه جي آهي ته پاڪستان تعليمي ادارن ۾ مقامي ڄاڻ جو مضمون متعارف ڪرايو وڃي. ان کي جلد کان جلد محفوظ ڪيو وڃي. جنهن جي لاءِ يونيورسٽين ۽ ڪاليجن ۾ موجود اسائنمنٽ واري سلسلي مان به فائدو حاصل ڪري سگهجي ٿو. حڪومت سطح تي اهو مقامي علم اوليت

جي بنياد تي گڏ ڪيو وڃي. اسان جون علمي ادبي تنظيمون علم ادب جي ٻين پاسن ڏانهن ڏيان ڏيڻ سان گڏوگڏ ڪجهه وقت هن علم جي بچاءُ لاءِ به ڪڍن. ڊونر ادارا، ايجينسيون ۽ مقامي سماجي تنظيمون به هن طرف توجهه ڪن ته هي اسان جي صدين جو ورثو محفوظ ڪري ۽ ان مان فائدو حاصل ڪري سگهجي ٿو.

روزاني ڪاوش حيدرآباد اربع 15 جولاءِ 2009ع

# موسمون ۾ ماحول بدليا آهن يا اسان جي سوچ!

2010ع جي تاريخي ٻوڏ جتي پاڻي ماهرن جا اندازا غلط ثابت ڪيا اتي ماحولياتي ماهر بہ حيران ۽ پريشان هئا. حالانڪ ڳالهہ ايتري بہ ڏکي ڪونهي جو سمجهي نہ سگهجي. پر الائي ڇو سيني جي سمجهہ جواب ڏئي وئي ۽ هو علي الاعلان بي وسي جو اظهار ڪري رهيا هئا. ڳالهہ سڌي ۽ پٽ تي پئي هئي جيڪڏهن ان کي سڌي نموني ڏسجي تہ.

جڏهن جڏهن انسان فطرت سان هٿ چراند ڪئي آهي تڏهن نقصان ۾ ويو آهي. ان جو هڪڙو واضح ثبوت ٻوڏ هئي. گذريل سالن کان ملڪ خصوصًا سنڌ هڪ ڀيرو ٻيهر تاريخي ماحولياتي ۽ موسمياتي تبديليون ڏسي رهي آهي. ڪڏهن رڪارڊ گرمي، ڪڏهن طوفان، ڪڏهن رڪارڊ ٻوڏ، ڪڏهن رڪارڊ برسات!! هر ڪو چوي بہ پيو تہ "رڪارڊ" برسات، طوفان، ٻوڏ، گرمي پر گڏو گڏ اهو بہ ڇيو پيو وڃي تہ اهو سڀ ڪجهہ موسمي ۽ ماحولياتي تبديلين جي ڪري ٿي رهيو آهي. جي اهي سڀ شيون آهن ئي "رڪارڊ" تہ معني اڳ ۾ بہ ائين ٿيندو رهيو آهي! پوءِ نئين ڳالهہ ڪيئن ٿي! نئين ڳالهہ تہ رڳو انهن حالتن ۾ اضافو آهي. ڳالهہ آهي سمجهہ جي! ٿيندو اهو سوين سالن کان آيو آهي پر اسان کي شايد سمجهہ اڃان نہ آيو آهي. ڪجهہ سالن کان ماحول ماحول جو راڳ آلاپيندڙ ڏرين هن سڄي صورتحال کي تاريخي تسلسل ۾ جاچڻ جي بجاءِ رڳو متاچري نظر سان ڏٺو آهي. ڪجهہ مهينا اڳ ۾ گرمي وڌڻ لڳي تہ جتان ڪٿان هاءِ گهوڙا شروع ٿي وئي تہ ابا

رڪارڊ گرمي پئي پئي؟ ڪڏهن چور ۾ پيو گرمي جو رڪارڊ ٽٽي تہ ڪڏهن جيڪب آباد ۽ نوابشاهہ ۾، ويندي ملتان تائين. ان جو مطلب تہ سئو سال اڳ بہ ايتري گرمي پوندي هئي. جو هاڻ ان جو رڪارڊ ٽٽي رهيو آهي!! پوءِ ڪيئن چئون تہ هي گرمي موجوده وقت ۾ اينڊڙ ماحولياتي تبديلين سبب آئي آهي. حالانڪہ ان جو تہ سئو سالن جو رڪارڊ موجود آهي. ممڪن آ تہ رڪارڊ اڳ ۾ بہ ٽهندا ۽ ٽٽندا رهيا هجن پر پاڻ واري پاسي، ان رڪارڊ جو رڪارڊ ٿي انگريز دور ۾ رکڻ جو رواج پيو آهي. ساڳيءَ طرح هتي تمام گهٽي سردي بہ پوندي رهي آهي. ايتري قدر جو وهندڙ واتر ۽ ڪڏون کوبا بہ ڄمندا رهيا آهن. ڪن وقتن ۾ انهن جي مٿان پاڻي ڄمندو هو ۽ هيٺان پاڻي وهندو هو. ممڪن آهي تہ هاڻ وري ڪنهن وقت اهڙي سردي پوي تہ اسان وري پريشان ٿي وڃون ۽ ان کي بہ ماحولياتي ۽ موسمي تبديلين سان ڳنڍيون. اصل ۾ اهڙيون تبديليون مختلف وقتن تي، ڪجهہ سالن جي ساهي ۽ وٿي بعد ايندڙيون رهيون آهن. جيڪي هاڻ بہ ڪنهن وقت اچي سگهن ٿيون. خصوصًا گرمي، برسات، ٻوڏ ۽ زلزلي پوڻ بعد هاڻ وارو شايد سرديءَ جو آهي. اسان کي ان لاءِ بہ اڳواٽ تيار رهڻ گهرجي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اڳي انهن تبديلين جي ڪري شايد ايتري تباهي ۽ بربادي نہ ٿيندي هجي جيتري هاڻ ٿي رهي آهي. ان جا بہ ڪيترائي سبب آهن. انهي تباهي ۽ بربادي جا بہ ٿي سگهي ٿو تہ اسان پاڻ ئي وڏا ذميوار هجون.

جيڪڏهن گرمي جي رڪارڊ جا انگ اکر نہ ملڻ جي صورت ۾ بہ ڪو صورتحال جاچڻ چاهي تہ ان کي لوڪ ڏاهپ جي ماهرن سان

رجوع ڪرڻو پوندو. جي ڪمپيوٽر تي انگ اڪر نه ملن ته هلو هلي "گوگل" جهڙا جهونا "سرچ" ڪريون. سچون خبرون سورنهه آنا صحيح ۽ سچيون ملي وينديون. اهڙو ئي هڪ "سائيٽ" جهڙي جهوني، ڳوٺ گلزار احمد ٻڙدي لڳ ڪوٽ نواب جي غلام رسول لاشاري، اڳوڻن وقتن ۽ زمانن ۾ گرمي جي ڳالهه ڪندي ٻڌايو هو ته ابا! هيءَ ڪهڙي گرمي آهي؟ گرميون ته اهي هيون جيڪي اسان ڏٺيون! ايتريون ته گرميون پونديون هيون جو اڏامندڙ پکي زٽ ڪري اچي پٽ پوندا هئا. ڪي شوقين خفتي ته وري گرمي ۾ ساٽن تيل پکين کي جهٽ ۾ ڊوڙائي جهلي وٺندا هئا. ان گرمي ۾ خصوصاََ ڳيرو ۽ تتر وڌيڪ متاثر ٿيندا هئا. يا اهي نسبتاََ وڌيڪ سامهون هجڻ ڪري، گرمي کان وڌيڪ متاثر ٿيندي نظر ايندا هئا. اڄ به اسان وٽ چوڻي مشهور آهي ته "اهڙي گرمي هئي/ آهي جو ڪانوَ جي اک ٿي نڪري (ڪانوَ گرمي وڌيڪ برداشت نه ڪندو آهي) چوڻيون ۽ پهاڪا ته هڪ ڏينهن ۾ ڪونه ٺهندا آهن. نه ئي ٿوري وقت ۾ مشهور ٿي ضرب المثل ٿيندا آهن. انهيءَ لاءِ وقت گهربو آهي. ڪانو جي اک نڪرڻ واري چوڻي عام ٿيڻ ۾ به يقيناََ وقت لڳو هوندو. معني ته اهڙيون گرميون اڳ به پونديون رهيون آهن. جي اجان پنيان وڪون کڻيون آهن ته ماڻهن جي لباس تي غور ڪري ڏسو! گرمي وارن علائقن جي "ثقافتي" لباس ته به غور ڪريو ته سردي وارن علائقن جي به. ساڳي نموني وڌيڪ برسات ۽ گرمي پوڻ وارن علائقن ۾ گهرن جي بناوت تي غور ڪرڻ سان به ڪيترين ئي ڳالهيون سامهون اچي وينديون. گهر ۽ لباس جيڪي "ثقافت" بڻجن ٿا. انهن کي سال نه پر صديون لڳنديون آهن. ان لحاظ کان جيڪڏهن اسان ڪارونجهر ۽ ٿر

جو ٿي ننڍڙو مثال ونڌاسين ته ڳالهه سولائي سان سمجهه ۾ اچي ويندي. ڪارونجهر ۾ آس پاس گهرن تي مٽي جي پچايل ٺڪرين جون مخصوص ڇتيون ظاهر ٿيون ڪن ته اتي تمام گهٽي برسات به پوندي رهي آهي ته گرمي به. اهي ڇتيون جتي برسات جي هڪ هڪ ڦڙي کي ڇت مان هيٺ آڻي ڦٽو ڪنديون آهن. اتي ڪمري وغيره ۾ روشني ۽ هوا به آڻينديون آهن. ساڳيءَ طرح ٿر جا چونرا به گرمي سردي کان بچاءَ جي لحاظ کان به بهترين آهن ته زلزلي جي حساب سان به. ان جو مطلب ته انهن علائقن ۾ برسات، گرميون ۽ سرديون ايتريون پونديون رهيون آهن جو ماڻهن کي گهر به انهيءَ حساب سان ناهڻا پيا. جيڪي ظاهر آ ته هڪ ٻن سالن جي تجربي بعد نه پر تمام وڏي ۽ ڊگهي عرصي جي تجربي ۽ مشاهدي بعد هر ڪنهن لاءِ قابل قبول بڻجي، ثقافت جو درجو اختيار ڪري ويا. ساڳي نموني انهن علائقن ۾ لباس کي ڏسو گوڏ، پڙا، پٽڪا، پولڪا ۽ پوتيون به جسم ڍڪڻ کان وڌيڪ جسم کي گرمي سردي کان بچاءَجا ذريعا محسوس ٿين ٿا. جتي عورتن جا پولڪا علائقي ۾ گرميءَ جي شدت کي ظاهر ڪن ٿا اتي مردن جا پٽڪا به گرمي سردي کان مٿو ڍڪڻ جا بهترين ذريعا آهن. ساڳي نموني مٿان اوڍجندڙ پوتيون، اجرڪون، کيس ۽ ڪتا به موسمن جي شدت کي ظاهر ڪن ٿا. اهي لباس جيڪي ڪنهن به علائقي جي ثقافت بڻجي ويا آهن. اهي اصل ۾ انهن علائقن جي موسمن جي لحاظ کان ضرورت هئا. جنهن ڪري مقبول عام ٿي سگهيا. اهڙي نموني مختلف علائقن جي گهرن، لباس، رهڻي ڪهڻي سان به ڪيترا اندازا آسانيءَ سان لڳائي سگهجن ٿا. ان ڪري اچو ته پنهنجن علائقن جو ماحول ۽ موسمن جو

اندازو پنهنجي ثقافت سان لڳايون نہ ڪي، هين جي بدل سٽيل ڳالهين جي پوئيواري ڪندي، ويٺا راڳ ڳايون تہ هاڻ گهوڙا ماحول تبديل ٿي ويو آهي يا موسمون متجي ويون آهن. شايد تبديلي ايتري ڪونہ آئي آهي، جيترو اسان چئي رهيا آهيون. باقي جي اسان جو حافظو ڪمزور آ ۽ اسان کي ڳالهيون جلدي وسري ٿيون وڃن يا احساس ڪمتريءَ سبب اسان پنهنجن سادن سودن وڏن جي تجربي ۽ مشاهدي بجاءِ ٻين جي ڳالهين تي وڌيڪ ڌيان ٿا ڏيون ۽ انهن کي ئي قابل عمل ۽ قابِلِ فهم ٿا سمجهون تہ پلي ويٺا سمجهون. پر پوءِ اهڙي حالت ٿيندي جهڙي هاڻ ٿي رهي آهي. جي اسان پنهنجين شين تي نظر رکون ها ۽ پنهنجون اوليتون ۽ پلاننگ فطرت کي نظر ۾ رکي ڪريون ها تہ اهڙا ڏکيا ڪونہ ٿيون ها. اجان بہ وقت ويو ڪونهي. هي برساتون ٻوڏون، گرميون ۽ طوفان چڙهڻ تہ اسان جون اکيون کولڻ لاءِ اچي رهيا آهن تہ جيئن اسان سجاڳ ٿيون ۽ ڪيل غلطين جو ازالو ڪندي، علائقي وائيز جاگرافي جي حساب سان رهون. حقيقت ۾ ڪجهہ بہ ناهي بدليون. موسمون بہ ساڳيون آهن تہ طوفان بہ ساڳيا آهن شايد اسان پاڻ ئي بدلجي ويا آهيون. اچو تہ فطرت جي حساب سان رهڻ سکون تہ جيئن مسئلا ۽ مصيبتون ختم نہ، تہ بہ گهٽ ضرور ڪري سگهون.

روزاني ڪاوش اربع 18 آگسٽ 2010ع

# لوڪ ڏاهپ ۾ سرءُ جي اچڻ جا اهڃاڻ

سرءُ شروع ٿيڻ سان ماڪ پوندي آهي. سر نسرندو آهي. سر نسرڻ بعد ڏڪڻ لڳي تہ اها انسانن، جانورن ۽ فصل لاءِ نقصان ڪار هوندي آهي. ڦوڳ، چمون، ٿالهي، نمر، ۽ سرنهن پڻ ڇاٽيندا آهن. پن ڇڻڻ جي شروعات سرنهن کان ٿيندي آهي. ٻہر گل جهليندو آهي. جنهن کي مستي جا گل چئبو آهي. ککر ٻاهر نڪرندا ۽ ٻاهر ٿاهيل مانارا ڇڏي پتن ۾ گهرن ۾ لڪندي آهي، ڏنگ ختم ٿي ويندو اٿس. تتر ٻاهر نڪري ٻوليندو آهي. ڪڪڙ جوان ٿي مستي ڪندا آهن. ڦوهہ سياري ۾ پاري پوڻ تي گدڙ اوناڙ ڪندا آهن. نانگ بلائون ٻرن ۾ لڪي ويندا آهن. پرديسي پکي ايندا آهن. اٺ مستي ڪندو آهي. انسان بہ اڳي کان وڌيڪ تيار ٿيندو آهي. ڏيڱي جي لاءِ ڦهريان سيءَ ۾ مينهن لاءِ آخري سيءَ خراب يا ڏکيا هوندا آهن. سياري جي ڪتي لهندي تہ ڦهرين ڪيڙ جا اوتريان پاسا جيڪي هوا جي سامهون هوندا آهن، اهي سڙندا. اهڙيءَ طرح سياري ۾ آسمان تي مختلف وقتن ۾ چاليهہ تارا نڪرندا ۽ لهندا ويندا آهن. جن ۾ ڪتي، ڪڪڙو ان جون مُڇون ۽ ڪُنڊ وغيره شامل آهن. ڪنڊ سياري جي آخر ۾ اڀرندو آهي. هن جي اڀرڻ تي چئبو آهي تہ اڀريو ڪنڊ، ويو سياري جو بنڊ. انب، ٻير ٻور جهلي، ڪانڊيرو گل جهلي. ڪجي ڦرها ڪڍي، پلڙي جي ليڙ لڳي. (وڻ ۾ ڪوڪو پلڙو ٿئي) تہ اهي سياري وڃڻ جا پار هوندا آهن. ٻاجهريون ان ڪنديون، ڦٽيون چونڊجڻ تي هونديون. مينهن وسي بند ٿيندا. سر ڏيڊر ۾ هوندا معني سرءَ شروع ٿي ويو آهي. سر ڏيڊر مان نڪتو يا

سر مان تيلو ٻاهر نڪتو معنيٰ سرءُ ختم ٿيو. اڳي انهيءَ موسم ۾ اينڊڙ تپ کي سرءُ جو تپ چئبو هو. سر نڪرڻ تائين تپ يا تاپولي هوندي آهي.

## لوڪ ڏاهپ ۾ اونهاري جو اچڻ

پنجين مهيني (ساوڻ/سرامڻ) جي چوٿين تاريخ تي ڳتي چاليهن ڏينهن لاءِ ٽُبي ڏيندي آهي. اها اونهاري جي شروعات سمجهبي آهي. (هندي/سنڌي مهينن جا نالا: چيٽ، ويساک، جيٺ، آکاڙ/آساڙ، ساوڻ/سرامڻ، بڊو/ٻادرو اسو ڪتي/ڪارتڪ، ناساري/ناهري، پوهه/پوس، ماگهه/ مانگه/ ماهه، ڦڳڻ) ڪڏهن ڳتيءَ ۾ مينهن به پوندو آهي. جنهن کي ڪتي جو مينهن چئبو آهي. جنهن مينهن جي لاءِ ٻاڳيا دعائون گهرندا آهن ڇو جو ان سان مند جي شروع ۾ ئي گاهه ٻاڻي تي پوندي آهي. چوٽي آهي ته 'ڪتي وسي ڪتي ڪتي ٿيڙو وسي ٺم ٺم، لڏو وسي لس، بڊو ڏئي پير، ٻيٺ پئي ٻوڙي' ٻئي چوٽي اهي ته "لُڏا لاڙي وٺ وسي مينهنڙا" معنيٰ جي لڏا لهي به ويا ته به برسات جو آسرو هوندو آهي. لڏا به تارا آهن جيڪي پوئين رات جو اڀرندا آهن. اهي هڪ ٻئي کان پري آهن. هڪ صفا ڇِڻو هوندو آهي ٻيو مڏم هوندو آهي پيرون پڇن، ڏکڻ لڳي. اب نڪري ته جهولو ختم ٿيندو ان تي پلڙو پڇندو آهي. پلڙو ڇٽي ته وونئڻ پوکبا آهن. اها اونهاري جي شروعات سڏبي آهي.

# لوڪ ڏاهپ ۾ سياري جو سنبرڻ

سر نسري پچ وارو پڪو تيلو ڪري، ڪپر ويهڻ سان سر پيٽو نہ ٿئي تہ سياري جي شروعات ۽ ڪٽڪ پوکڻ جي مند سمجهبي آهي. هي ڪتي جو مهينو هوندو آهي. ان ڪري هن کي ڪتي جو فصل چئبو آهي. ڏياري ڪتي جي ستاويهين تاريخ تي ٿيندي آهي چئبو آهي تہ ڪٽڪ ڪاهيو تہ جيئن ڏياري ڏسي سگهجي. جي ڏياريءَ جي رات اتر هوا سنجهي ۾ لڳي تہ ڪٽڪ آڳاٽي جو وارو آهي ۽ اها ان سٺو ڪندي. پوئين رات هوا لڳي تہ پاڇاٽي جو وارو آهي. پاڇاٽي ڪٽڪ ان ڪندي ۽ جي هوا آڌيءَ رات ۾ لڳي تہ وچ ۾ پوکيل ڪٽڪ جو فصل پلو ٿيندو ۽ ڪٽڪ ان ڪندي. ڪٽڪ جي پوکائي مهينو هلندي آهي جيئن سيءَ وڌيڪ پوندو ڪٽڪ رنگ ڪندي ۽ سٺي ٿيندي. گرمي ۾ جڏهن ڏکڻ لڳي جنهن کي بوکڙو چئبو آهي اهو ڪٽڪ جي پاڙ کي ڪمزور ڪري ان کي سڪائيندو آهي. جڏهن ڏکڻ جي هوا جنهن کي 'منگهي سران' چئبو آهي. اها لڳندي آهي تہ ڪٽڪ وائر ڪبي آهي. انهيءَ هوا جي ڪري ٿي لاڙ جي رات جڳ جهان ۾ مشهور آهي. پلڙي چاٽي کان پوءِ مڪائي ڪاهبي تہ ان ڪندي، سياري ۾ ڪاهيل مڪائي گاهہ ڪندي. پلڙو چٽي تہ سياري جي پڇاڙي سمجهبي. سياري ۾ مانگهہ مهيني ۾ جيڪا اتر جي هوا لڳندي آهي ان کي روهي يا ويهاڙ بہ چئبو آهي. اهو فيبروري جو مهينو هوندو آهي.

مانگهه مهيني جي 15 تاريخ کان پوءِ شروع ٿيندو آهي. رنهن-گل جهلي، جهرڪي ٻچا ڪري، ڏينهن گرم ۽ رات سرد ٿئي، ڪٽڪون نسرڻ تي اچن، ٿالهيون پن ڇاڙي وري سايون ٿين. انب ٻور جهلي معنيٰ بهار شروع ٿئي.

آڪاڙ گجگوڙ ڪندو برسات پوندي جي ڪٽڪن جي لاباري ۾ برسات پئي تہ ڇئبو آهي تہ ڇيٽ چمڪيو آهي، ان جو مطلب تہ برسات اڏ ۾ ٽنبي پئي آ (مال جي ڪچي ڦر ڇڏڻ کي ٽنبڻ ڇئبو آهي) سانوڻ برسات جو مهينو آهي. پوءِ بڍي جو مهينو ايندو آهي. جنهن جي لاءِ مشهور آهي تہ بڍي جو مينهن ڍڳي جو هڪ سڱ پسائيندو ۽ ٻيو سڪل رهجي ويندو يا ڇئبو آهي تہ بڍو جهار جا ڳوڙها پسائيندو آهي ان جو مطلب تہ بڍي جي برسات ڪٿي وسندي تہ ڪٿي نہ اها سنهي برسات هوندي آهي ۽ گهٽي نہ پوندي آهي. جنهن سال سيءَ وڌيڪ پون، وڻ سڙن، سيارو ساڙ ڪري، ان سال برسات گهٽي ٿيندي آهي. ڇو جو خدا تعاليٰ سڙيل کي سائو ضرور ڪندو آهي. مال اتر هلڻ شروع ڪري تہ ٻہ مينهن وڌيڪ سمجهجي.

# لڳي ٿو تہ هاڻ بهار بہ اچڻ کان بس ڪئي!

گذريل ڪجھ سالن کان، بهار ۾ پوندڙ گرميءَ ثابت ڪيو آهي تہ موسمون متجن ڪونہ بہ پيون بلڪ متجي چڪيون آهن. لاهور هجي يا نواب شاهہ، بهار ۾ گرمي جا ريڪارڊ ٽٽي چڪا آهن. جنهن کي ڏسي ميداني، مهراڻي، ٿر، ڪوهستان توڙي ڍنڍن جي جهونن جي متفقہ راءِ تہ بسنت/چيٽ/بهار ۾ ايتري گرمي اڳ ڪڏهن نہ ڏٺي سين. گرميءَ جو سبب جتي موسمن ۾ عالمي سطح تي ٿيندڙ تبديليون آهن، پاڻي جي کوٽ آهي، سمنڊ جو چڙهڻ آهي، ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو وڌڻ آهي اتي اسان واري پاسي ڏينهون ڏينهن ٻيلن جو ختم ٿيڻ ۽ وڻن جو وڍجڻ بہ آهي. بهار جيڪا سياري ۾ سنجڻ کان پوءِ ماڻهو گلن ٻوٽن، پکي پکڻ، جيت جڻين، وڻ ٽڻ جي ڦُٽڻ، گونج ڪڍڻ، پراڻا پر ڇاڻي نوان ڪڍڻ جي رُت هئي، جيڪا سياري ۽ اونهاري جي وچ ۾ ساهي پٽڻ جي موسم هئي سا هاڻي بدلجي گرمي رت ۾ تبديل ٿي وئي آهي. يا پوءِ رڳو باهہ لڳڻ واري مند رهجي وئي آهي.

دنيا جا ماڻهو ۽ ماهر پڻي سال ۾ چار موسمون ڳڻين پر سنڌي ۽ هندي موسمي ڪئلينڊر مطابق سال ۾ ٻن ٻن مهينن جون ڇهہ موسمون هجن ٿيون. جن ۾ پندرهين فيبروري کان پندرهين اپريل تائين بسنت رُت هوندي آهي. جنهن کي بهار يا چيٽ بہ سڏبو آهي. اڳي روايتي طرح هن مند ۾ راتيون ٿڌيون ۽ ڏينهن ٽڙڪي وارا هوندا هئا. ڏينهن جو ايتري گرمي ڪونہ هوندي هئي جيتري ٻن ٽن سالن کان ٿيندي هن سال

چوٽ چڙهي وئي آهي.(موسمي ماهرن مطابق اها گرمي هن موسم ۾ اچان وڌندي) اڳي گرمي پيرون پچڻ بعد ٿيندي هئي، جيڪا هاڻ ڪبڙ جي ٻور جهلڻ کان فوراً پوءِ ٿيڻ لڳي آهي ان مان موسمن جي تبديلي جو اندازو آساني سان ڪري سگهجي ٿو. بهار ۾ وڻن ۾ ڦوٽهڙو پوندو هو ڪڪڙ، تتر ۽ مور آنا ڪندا هئا. مال کير وڌائيندو هو. ڪٽڪن ۾ لابارا پوندا هئا. مِسي مساڳ لڳائڻ جو وقت اچي ويندو هو ۽ سياري ۾ نه ملي سگهڻ وارا چيٽن ۾ ملڻ جي آسري هوندا هئا. پر موسمي تبديلين سبب هاڻ بهار ۾ اها بهاري نه رهي آهي. جيئن ڪڏهن ماٺهو وقت ۽ حالتن سبب ننڍپڻ مان سڌا ٻڍاپي ۾ هليا ويندا آهن. ائين لڳي ٿو ته هاڻ بهار به اچڻ کان بس ڪري چڏي آهي ۽ سياري کان سڌو اونهارو اچي ويو آهي. بهار جون سيئي نشانيون ته موجود آهن پر بهار، بهار نه رهي آهي. هن پيري جيڪي بهار جا ڪجهه ڏينهن محسوس ٿيا سي ٿيا، ايندڙ سالن ۾ شايد اهي به ڏسڻ نصيب نه ٿين ۽ ماحولياتي تبديليون ڏسي شايد بهار به اچڻ کان صفا بس ڪري وڃي.

موسمن جي لوڪ ڏاهپ جا ڏاها، پنيهل جو امين پنيرو سانگراڙي جو سيد عمر شاهه تجربي ۽ مشاهدي جي آڌار بهار اچڻ جون نشانيون ٻڌائيندي چون ٿا ته انبن جو ٻوڪجڻ ۽ ڪجي جي چها/ڦرها ڪيڻ، سياري وڃڻ جي اڳواٽ اطلاع برابر هوندو آهي. پر ان کان اڳ ڪبڙ ٻور جهلي ۽ زمين مان ڦٽي نڪرندڙ موري جهڙا پونجرا(پٽ ڪنوار) ڦٽن جنهن جا گل ٻڪريون کائين ته وڏن ڪنڍن واري سيڙهه وري ان کي پاڙ سوڌو کوٽي کائي، سياري جي ستن کان پاڻ بچائڻ جي ڪندي آهي سا آڏيلي سياري جي نشاني آهي. تنهن بعد نم ٻور جهلي، سرنهن ڦٽي ،

ٿالهي گونج ڪيڍي، باهڻ بہ بهارجي پر جڏهن ڪنبڍي پور جهلي تہ سيارو ختم ۽ بهار شروع سمجهجي.

انهي دوران هولي جو تهوار ايندو آهي تہ سنڌ ۽ هند جو نئون سال چيٽي چنڊ بہ بهار ۾ شروع ٿيندو آهي. پڊرئي جي عبدالله مگريئي ۽ پڊروئي ڍنڍ پرسان لال خان مگريئي جي موسمي ماهرن جهوني چيڙ جوٽيجي جي بقول تہ بهار ۾ واچوڙا لڳندا آهن. جنهن ۾ مختلف طرفن جون هوائون پاڇاتي ڪٽڪ کي رتي ڪنديون آهن.جڏهن اجان ٽريشر نہ آيو هو، ڳاهہ ڍڳن تي ڳاهبا هئا. هلرون هڪلبيون هيون تڏهن ڪٽڪن جي وائر بہ انهن چوواين تي ٿيندي هئي. انهن هوائن متعلق لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ پنهنجا پڪاپختا رايا، چوٽين جي صورت ۾ موجود آهن. مثال : ڏکڻ پوکون پچائي / سون اپائي. اتر لڳي سپ مچائي، اوپر لڳي (پورب) مينهن وسائي،الهندو لائي سپ ڦنائي. واچوڙن ۾ اتر ۾ لڳندڙ تيز ۽ مٽي واري هوا کي انڌرا بہ سڏبو آهي. ان دوران ڪٽڪ نسرڻ بعد ڪڏهن ڳڙي سان چيٽ واري برسات پوندي آهي. اها برسات شروع ۾ پئي تہ فصلن لاءِ يلي پر آخر ۾ ڪٽڪ ۾ لوسڻ کي سٽي رکندي آهي. ڳڙي سان مال جي جسم تي زخم ٿي پوندا آهن پر ساڳئي وقت اها مال لاءِ گاهہ ۽ پاڻي جي ججهائي جو باعث بہ بڻجي پاڳين کي فائدو ڏيندي آهي. ائين قدرت طرفان شايد هر ڪنهن کي وارو ملندو آهي. چيٽ ۾ هلڪي برسات بہ ڪٽڪن لاءِ فائدي مند هوندي آهي برسات بعد ڳنڌير، ٻوڙو ۽ پنگري ڦٽندا آهن. پر ڳنڌير اڳيرائي ڪندي برسات جي ٽئين چوٿين ڏينهن پن ڪڍيو بيٺو هوندو آهي. هي پڪو ۽ سنو گاهہ لوسڻ وانگر ٽئي، ڳنر جهلي، ٻوڙو ڪري ۽

نڙ وانگر هڪبئي مان پاڙهٽي پيو پکڙجي. ڳنڍيرڪي سڀ مال کائي ٿو شايد ان ڪري ئي قدرت هن کي سڀ کان اول ڦُٽڻ جو موقعو فراهم ڪري ٿي. جنهن سال چيٽ وسي ته چئبو آهي هاڻ سانوڻي ۾ برسات نه پوندي. چيٽ وٺو معنيٰ سانوڻي ”ٽُپي“ پئي. ٽري ۾ چوندا آهن ته چيٽ نه وٺو پلو،راجا نه رٺو پلو. چووائي، جي چاليهي ۾ کپڙ، انب سان گڏ پور ڇاٽي ته چووائي جي آخر ۾ کپڙ ساوا پيرون (دڌڙا ـ مَڪ) جهليندو آهي.

هر علائقي کي مندون ۽ موسمون ماپڻ ۽ جانچڻ لاءِ قدرت پنهنجن نشانين سان نوازيو آهي. ٿر ۾ سياري ختم ٿيڻ جي نشاني ڦوڳ ڦٽڻ سان جاچبي آهي ته ڦوڳ پاران ڦوڳي جهلڻ وري بهار اچڻ جو نشان هوندي آهيجڏهن ته ڦوڳي مان ٿيل ٻج ”ڳهَٽا“ سڪي ڇڻن ته اهو بهار يا چيٽ ختم ۽ آرهڙ شروع ٿيڻ جي معنائن ۾ ورتو ويندو آهي. چوواين ۾ لڳندڙ واچوڙن لاءِ مختلف ڳالهيون مشهور آهن. ڪن جي بقول ته واچوڙن ۾ جن هوندا آهن. ڪن چواڻي ته واچوڙن کي ملائڪ هلائيندا آهن. واچوڙي لڳڻ تي ٻار ان ۾ جُتي انهيءَ آسري تي اڇلائيندا آهن ته جي جُتي سڌي ڪري ته ان هيٺيان ڪارڪون ملنديون. ڪي واچوڙن کي پتر هٽي پڇائيندا آهن. ڪي وري انهن کي پيرن فقيرن جا واسطا ڏئي ۽ اڳيان کوهه هجڻ جو ڊپ ڏئي هٽائيندا آهن. پر انهن سڀني ڳالهين جو سائنسي جسٽيفيڪيشن ملڻ اجان باقي آهي. واچوڙا ملاحن کي به متاثر ڪندا آهن. ڍنڍن ۾ رهندڙ ٻتيلن وارا ڪنڌي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. اڇي ڍنڍ ۾ هلڻ وارا دڏ ۽ پن جو پاسو وٺندا آهن. جڏهن ته سمنڊ ۾ هلندڙ ناکئا ناتار اڇلائي، پاڻ بچائڻ جي ڪندا آهن. جڏهن لڪون لڳنديون آهن، انب انبڙيون جهليندا آهن ۽

توت ڪرندا آهن ته واچوڙا ختم ٿي ويندا آهن.

واچوڙن ختم ٿيڻ ۽ لڪون لڳڻ وقت باهه لڳڻ جي منڊ يا مهينو هوندو آهي. جيئن رمضان ۾ شيطان ٻڌبو آهي، ائين بهار جي آخر ۾ باهه کي موڪل ملندي آهي. ڪنهن نه ڪنهن بهاني، ڪٿي نه ڪٿي باهه لڳڻ جا واقعا سامهون ايندا رهندا آهن. اهو وقت انبڙيون لڳڻ، سرنهن جي گل ڪرڻ، ٽالهي ڦٽڻ بعد ٿوري گرمائش جو وقت هوندو آهي.

منڍ جمڙائو جي علي بخش ملاح ۽ پڪسري جي بهادر ملاح چواڻي ته ملاحن لاءِ ڍنڍن ۾ توت جهڙو "بادوڪو" گاهه، قلڙين وارو "مائو" گاهه ۽ ڪنڌن جهڙو "ڪاراندو" ڦٽڻ بهار جي نشاني هوندي آهي. انهن گاهن کي ڪرڙو ۽ موراڪي وغيره ڏاڍو شوق سان کائينديون آهن. بهار ۾ ٻين ساهه وارن وانگر مڇيون به نئون ڦٽل گاهه وڏيڪ کائڻ ڪري خوش هونديون آهن. جنهن بعد اپريل مئي ۾ انهن ۾ لڳ ٿئي ٿي ته جون جولاءِ ۾ وري آني ڇاڻينديون آگسٽ تائين اهو عمل مڪمل ڪن.

ماحولياتي ماهر ڪافي عرصي کان ڪن ڪٽائيندا پيا اچن ته موسمون مٽجن پيون. ٻي دنيا ۾ انهيءَ پاسي توجهه ڏنو ويو ۽ ڪي اپاءَ به ورتا ويا آهن پر پاڻ واري پاسي ساڳيا لاتون ساڳيا چگهه . لڳي ٿو ته ڪجهه عرصي بعد بهار جو ذڪر به شايد رڳو ڪتابن ۾ وڃي بچي. شاعري ۾ آيل بهار جي معنيٰ کي سمجهڻ ۽ محسوس ڪرڻ به مٿان ڏکيو ٿي پوي، ساڳئي وقت سياري ۽ اونهاري جي وچ وارو وقت ڪنجڻ ڪٿي ڏکيو نه ٿي پوي. جيئن ٿڌي کان فوراً گرم ۾ اچڻ سان فالج جو خطرو هجي ٿو ڪٿي ايئن نه ٿئي ته سڌو سياري جي سيءَ کان اونهاري

جي گرميءَ ۾ اچڻ سان سيئي ساهه وارا ڪنهن نئين مصيبت ۾ نه اچي وڃن. ان ڪري ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته موسمن جي مٽجڻ ۽ ان جي شدت کي قابو ۾ رکڻ جا اُپاءُ هينئر ئي ورتا وڃن ته بهتر ٿيندو. پوءِ متان وقت هٿان نه نڪري وڃي ۽ بهار جون بهاريون نه رڳو يادگيرن ۾ رهجي وڃن.

(روزاني ڪاوش، اربع 31 مارچ 2010ع)

# بدو، جنهن لاءِ ڪو بہ تاڙو نٿو تنواري !

برسات جي حوالي سان تہ ساوڻ ئي مشهور آهي. پر لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ بدي جي بہ گهٽ اهميت ڪانهي. پاڻ ۾ پائر سمجهيا ويندڙ ساوڻ ۽ بدي ۾ اها پڪ هوندي آهي تہ جي ساوڻ نہ وٺو تہ بدو ضرور وسندو. جي ساوڻ سٺو وٺو تہ پوءِ بدي تي ميار ناهي. عجب جهڙي ڳالهہ آهي تہ ساوڻ لاءِ مقامي طور تي تہ سال اڳ کان وَٺي، وُٺي تائين جون ڪيترين ئي نشانيون ۽ نڪتہ هجن ٿا. جڏهن تہ بدي جي برسات جي باري ۾ ڪو اِڪٽي ڪندڙ نڪتہ ڳوليو نٿو لڀي. عجب جهڙي ڳالهہ اها بہ آهي تہ ساوڻ لاءِ تہ تاڙو تنواري ٿو پر بدي جي برسات لاءِ ڪو بہ تاڙو نٿو تنواري. رڳو ڪتي ڪتي ڪا ڪوئل ڪوڪي ٿي ۽ بس! تاڙو جهڙو ڪر تنوارينڊو ئي ساوڻ لاءِ آهي. بدي ۾ هن جو ڪجهہ نہ وڃي. بدي جي برسات جي اهميت پنهنجي جاءِ تي آهي پر برسات وسڻ باوجود، ظالم گرمي جو ڏرت ڏيهہ تان نہ لهندو آهي. نہ ئي ان جي لهڻ جي ڪائي اميد هوندي آهي. چوجو بدو هوندو آهي. بدي جي انهن بيواجبين ئي اصل ۾ بدي کي اهم هوندي بہ بيڪار بنائي جڳ ۾ خوار و خراب ڪرڻ ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏي آهي. پر هن جي گرمي جي ڪري اڄ بہ گوگڙا ٽڙن ٿا ۽ ساريون پچن ٿيون. ان ڪري هن جي تِڪ ۽ گرمي زميندارن ۽ هارين جي تہ اکين تي پر عام خلق اڙجي ويندي آهي. ان

ڪري ئي ڪنهن دل جلي سرائڪي ۾ چيو تہ ” ***بدرهہ بد بلا، وت سانوڻ هووي ها.***“

هندي ڪئلينڊر جو هي ڇهون مهينو چنڊ بجاءِ پونم کان شروع ٿيندو آهي. هن جي اهميت ان ڪري بہ آهي جو هن جي شروع ۾ وڏي ذات وارن هندن جو مذهبي ڏينهن ٿڌڙي ملهايو ويندو آهي. ٿڌڙي اصل ۾ ماتا جي ديوي آهي. ماتا جيئن تہ وڏي مصيبت واري بيماري هئي/آهي. ان ڪري ماتا ديوي کي خوش ڪرڻ لاءِ يا ٿڌو ڪرڻ لاءِ هن ڏينهن تي چلهہ بہ ٿڌي رکبي آهي تہ کائڻ پيئڻ بہ ٿڌو هوندو آهي. ان ڏينهن لاءِ اڳواٽ ئي مانيون وغيره پچائي يا ڪي ٻيون شيون ناهي، ٿڌيون ڪري، ٿڌڙي واري ڏينهن کائبيون آهن. تہ جيئن ماتا ديوي مهربان رهي. ان ڏينهن خاص ڊش طور ستو يا ساتو بہ ٺاهبا آهن. ٿڌڙي کان پوءِ ٻي ڏينهن تي شري ڪرشن ڀڳوان جو جنم ڏينهن ”جنم اشٽمي“ يا ڪانوڙو بہ ملهايو ويندو آهي.مهراجن مطابق ان ڏينهن ڪٿي نہ ڪٿي برسات لازمي پوندي آهي. پوءِ ڀلي ٻہ ڦڙا ڇو نہ ٿين ئي سهي. مشهور آهي تہ اها برسات شري رام ڪرشن جا پوتڙا ڌوئڻ ايندي آهي. هي مهينو جواني ۽ جوش واري حوالي سان پڻ مشهور آهي. هن مهيني ۾ ئي غريب هندو ذاتين جو مشهور راما پير جو ميلو (ٽنڊي الهيار ۾) ملهايو ويندو آهي. بدي ۾ آسمان سڄي سال ۾ وڌيڪ صاف نظر ايندو آهي. ايترو جو ڪو تارا ڳڻڻ چاهي تہ بہ ڳڻي سگهي. چنڊ جو حسن بہ ڏسڻ وٽان هوندو آهي. بدي جي حوالي سان ڳالهائيندي مهراج رميش ڪمار ۽ ڀڳت مولچند ڏاڍي دلچسپ ڳالهہ ٻڌائن ٿا تہ ٿڌڙي کان اڳ ملڪ ۾ ڏاڍيون مکيون هونديون آهن. جيڪي بيزار ڪري

مارينديون آهن. ٿڌڙي ڪان پوءِ اهي گم ٿي وينديون آهن يا انهن جي آبادي ۾ چڱي ڀلي گهٽتائي اچي ويندي آهي. مهراڻن مطابق مڪيون ٿڌڙي ڪانئڻ اينديون آهن ۽ ڪائي واپس هليون وينديون آهن.(مڪيون برسينگ گاهه ۽ ڪجي لهڻ وقت جام هونديون آهن) جڏهن ته مياڻ جي مير خان ملاح ۽ جهوني هاري علي ڏني لانڊر جي بقول ته انهن ٿي ڏينهن ۾ مڪين ۾ هڪ سرمئي رنگ تي، مڪين ڪان ٿورو وڏو نر ظاهر ٿيندو آهي. جنهن جي جسم ۾ سئي جهڙو ڏنگ هوندو آهي. جنهن سان هو سڄو ڏينهن پيو مڪيون ماريندو آهي. مڪيون ته ٻيا به جام پيا سڄو ڏينهن مارين پر هن جو نمونو ئي پنهنجو هوندو آهي. نيڪ جذبا رکندڙ دوست محمود خاصخيلي جو والد چاچو علي محمد خاصخيلي بڏي جي آغاز بابت بيان رڪارڊ ڪرائيندي ۽ بڏي جو پيرو ڪڍندي چوي ٿو ته : ڪال /ڪار ڪٽڇن جي اسر جو ٻولڻ تي هر ڪاهڻ جو وقت ۽ ڳتي جي موسم شروع ٿيندي آهي. تاڙو مهيني ڏيڍ ڪان پوءِ ٻولي، سانوڻ اچڻ جو اعلان ڪندو آهي! بڏي شروع ٿيڻ ڪان هفتو ڪن اڳ ۾ ڏينهن ننڍو ۽ رات وڏي ٿيڻ شروع ٿي ويندي آهي. واٽرن ۽ شاخن جي ڪپن تي اچو پچڙ گاهه نئين چنڊ اپرڻ تي نڪرندو آهي. هي ڊيپ جهڙو گاهه هجي ٿو. پر ان وانگر وڏي ڪونه ٿو. پنيوريون نڪري نروار ٿين ته اها جڙ بڏي جي باقاعدي شروعات هوندي آهي. جنهن ڪان پوءِ ڪنهن وقت گرمي، ڪنهن وقت واءُ. ٻه ٽي ڏينهن گرم، ٻه ڏينهن ٿڌا. ٻہر گل چاٽيو ٻور جهلي ۽ گلن جي خوشبو زورن تي هجي، وونئڻ به گل چاٽي گوگڙا ڪن ۽ ٻيا گل جهلين، ٻاجهريون، جوئريون ان ۾ ٻوري تي ورن، روڏو پڪي جنهن جو آڪيرو ڏسي عقل دنگ رهجيو وڃي، اهو آڪيرو ناهي. بلائون

وٽن تي نظر اچن ته اهي بدي اچڻ جا پڪا پختا پار سمجهيا آهن.. ان بعد ڪانهه جو نسرڻ جڻ ته بدي جي ڦهري ڪلورن جو آغاز هوندو آهي. ان کان اڳ جڏهن اسر جو هاري هر ڪاهيندي ڏڳن کي هڪڙي ٿي اوڙ ۾ سهڪندي ڏسندا يا گهوڙي سوار فرلانگ کن پنڌ تي ٿي گهوڙي کي سهڪندي محسوس ڪندا آهن ته هرڪو سمجهي ويندو آهي ته بدو بيزار ڪرڻ لاءِ اچي پهتو آهي. مال چرڻ کان وڏيڪ چانو ڳولڻ ۾ پورو هجي. سج ۾ تيزي اچي وڃي ته جڻ بدي جي بيهي وڃڻ جو پڪو پختو اعلان هوندو آهي. بدي ۾ ٻاجهريون ۽ جوئرون ان ۾ ٻور تي ورنديون آهن. ساڳئي وقت انهن فصلن تي جهار به جام اچي لهندي آهي. ٻوڙي به (هڪ قسم جو پکي) اڏ ڪوٺي اچي نڪاءَ ڪندي آهي. جيڪا پوءِ چانڊوڪين ۾ اهو سمجهي اڏامڻ شروع ڪندي آهي ته شايد پرايو ان چوري ڪائيندي ڪائيندي سج اڀري چڪو آهي ۽ اجهو ٿا جهار تي مالڪ پهچن. پوءِ جهڙو ڪر ٻوڙي جي سفر جو اڻ کٽ سلسلو شروع ٿي ويندو آهي. ٻوڙي ويچاري سفر ڪندي ڪندي، الائي ڪٿان ڪان ڪٿي وڃي پهچي ويندي آهي. خير ٻوڙي پنهنجو ڪيتو لوڙيندي آهي. غريب هارين جو تيار ٿيل فصل تباهه ڪندي ته ائين ئي ٿيندو. جن سان ائين نه ٿو ٿئي، ڪنهن نه ڪنهن مرحلي تي انهن سان به ايئن ضرور ٿيندو ويٺا ڏسجو! بدي جي اوج مهيني جي وچ ۾ هوندي آهي. ماٺهو توڙي مال پيا گرمي ۾ ڦٿڪندا آهن. اها گرمي ان وقت ختم ٿيندي آهي جڏهن سر نسرندا آهن. اها آخري چِٽ هوندي آهي. سرن جي چٽ پڳي معنيٰ سيارو شروع. جنهن لاءِ پٺائي سرڪار چيو آهي

” سر نسريا پاند، اتر لڳا آءُ پرين“

انهي سِٽ کي ڪٽي اسانجي يار لالا قادر سريوال ڪافي ڪم ڪيو آهي. ڏينهن متجڻ جنهن کي ترموري سڏبو آهي شروع ٿين تہ اهي پار وري بدي جي بس ٿيڻ جا هوندا آهن. بدي جي بيهوش ڪندڙ گرمي ۾ بخار النيون ۽ دست عام جام هوندا آهن. مال کي ڪارو واءُ، چوواءِ يو لڳڻ ۽ موسم گهڙي ٿڌي، گهڙي گرم هجڻ ڪري اڏرنگ جي بيماري جو خطرو موجود رهندو آهي. ان موسم ۾ هاري ناري، دلي جي ٿڌي پاڻي ۾ ڳتي، ڪارا مرچ ۽ گدامڙي وجهي ۽ ڪچي لسي جو استعمال وڌيڪ ڪري بدي جي باهہ جو مقابلو ڪندا آهن.

**بدي جي برسات** :بدي جي برسات جا پار ٻڌائيندي جهونا آبادگار ٻڌائين ٿا تہ هن برسات ۾ گوڙ ۽ ڪنوڻ وڌيڪ، گرمي واهہ جي، هوا ۾ تک، گهٽو ڪري وڏڦڙو وسائي پر ڇڏبو بہ وسي. بدي جي برسات جا گس ئي پنهنجا. جتان آيو اتان وسندو. ڪٿي وسندو ڪٿي نہ. مشهور آهي تہ بدي جي برسات ڍڳي جو هڪڙو سِڱ پسائيندي آهي تہ ٻيو نہ. ٻاجهري جي جهار لاءِ ناهيل ڳوڙها بہ اڏ پسندا آهن تہ اڏ نہ. ننڍا ڪڪر پيا هلندا، تر ٻڌي ڪونہ وسندا. اٿندا، پر لهي ويندا. اوپر اتر جي ٻڪرار ڪنڌ تان ڪڪرن جون وڏيون ماڙيون پيو ٺهنديون ۽ ڊهنديون. بدي جي برسات ۾ ٽرين ۽ ڪاڇاين کي وڏو آسرو هوندو آهي پر ٻڌو وسي نہ وسي، وس وارو آهي. چوندا آهن تہ سانوڻ نہ ونو تہ پوءِ ٻڌو سانوڻ ۾ پوکيل ۽ اجارن فصلن کي گهٽو ڪري پاڻي پياريندو آهي. بدي جي برسات وسڻ بعد مال جي رنيڻ ۾ عجب جهڙو پڙاڏو محسوس ٿيندو آهي.

**بدي جي پڄاڻي** : ڪانگ، ٻگهو/واسڪوٽي، ٽيٽيهر، ڪار ڪٽيچي، ڪير، جهرڪي، روڏو ۽ قوسي وغيره ٻچا اڏائين. پيچڙ گاهہ، ڊپ،

رتڙين سارين، لئي، ڪانهه ۽ سرن جي ڇِٽ نسري نروار ٿئي. وٽن جو چوڏو وري سائو ٿئي ۽ رس سڪڻ بعد وٽن ۾ وري ڦوٽهڙو شروع ٿئي ، گولاڙي ۽ گانگٽ گاهه پچن. آخري ڏهن ڏينهن ۾ رات جو ماڪ، ڏينهن جو گرمي، ان ٿڌي گرم ڪري بخار، زڪام ۽ مٿي جو سور عام ٿئي. ماڪ ۾ مڇر مري وڃن. ڍنڍين تي چيڪلو ڳيٽو هنجر، چيهه ۽ ڊگوش پکي اچي لهن ته بدي جي موڪلاڻي سمجهبي آهي. بدي جي موڪلاڻي سان گڏ چيٽ جي فصلن جي پوکائي جي به شروعات ٿيندي آهي.

بدو ته ختم ٿي ويندو آهي پر پنيان ڪي به سٺيون ۽ خوشگوار يادون نه ڇڏي ويندو آهي. بدي ۾ بس هڪڙو ئي آسرو جيئڻ جو حوصلو ڏيندڙ هوندو آهي ته بدي بعد سر نسرندا، اتر لڳندا ۽ پرين جي اچڻ جا ڏينهن ايندا. پر جي پرين نه اچن ته ماڻهو اسان جي سانگهڙ ڪاليج جي پروفيسر دوست فياض پنهور وانگر محبوبا فلم ۾ ڪشور ڪمار جي ڳايل جڳ مشهور ڪلام :

”ميري نينان ساون ڀادون، (ڦنهي مهينن جا نالا)ڦر ڀي ميرا من پياسا“ جي عملي تصوير بڻجي ، بيقرار ٿي پيو بدي جي ڪڪرن وانگر ڀٽڪندو آهي.

رزواني ڪاوش حيدرآباد خميس 24 سيپٽمبر 2009ع

# چيٽي برسات

اسان وٽ سنڌ ۾ سال ۾ چار مندون يا موسمون هونديون آهن ۽ هر مند ۾ وري ٽي مهينا هوندا آهن. سنڌ ۾ سال ۾ عموماً چار ڀيرا ڇئن قسمن يا ڇئن موسمن جي برسات به وسندي آهي. جن ۾ ساوڻ، بڊي، سياري ۽ چيٽ واريون برساتون شامل آهن. سياري جي برسات کي مانگهه جون روهيون ۽ چيٽ واري برسات کي چيٽي برسات يا چيٽاس به سڏبو آهي. ساوڻي ۽ بڊي جي برسات هڪ ٻئي پٺيان اچڻ سبب جهڙوڪر گڏيل هونديون آهن. پر انهن جي وسڻ جي طور طريقن ۾ هڪ جهڙائي نه هجڻ ڪري، لوڪ ڏاهپ جا ڄاڻون، انهن کي الڳ الڳ نظر ۽ نالن سان ڏسندا ۽ سڏيندا آهن.

هتي ذڪر هيٺ آهي چيٽي برسات جيڪا سياري وڃڻ بعد هوا جو رُخ جڏهن اتر مان ڦري ڏکڻ ٿيڻ لڳندو آهي تڏهن وسندي آهي. عموماً ڪجهه دير وسي، ڏٻا ڀري، ڳڙن سان نقصان پهچائيندي آهي. هي برسات انگوريل وونئڻن کي به نقصان پهچائي ٿي پر هٽ جيڏن وونئڻن تي لڳل مٽي کي لاهڻ سان گڏ ٻين وڻن ۽ گاهه ٻوٽن کي به، ڏوئي بيمارين کان بچائي ٿي. هن برسات جي ڇنڊڪار سان چوواٽي سبب اُڏامندڙ مٽي ڪجهه قدر ويهو رهي. چيٽاس سنڌي مقامي نالن وارن مهينن ڦڳڻ بعد چيٽ ۽ ويساک ۾ پوندي آهي. چيٽي برسات جو مهينو ويساک کي سمجهبو آهي. ويساک کان پوءِ چيٽ ۽ آکاڙ به بهار جا مهينا سمجهبا آهن. ويساک ۾ لُڪون لڳنديون آهن. طوفان ايندا آهن. جهولا لڳندا

آهن. ڳڙا بہ گهڻو ڪري ويساک ۾ ئي پوندا آهن. ڏينهن گرم ۽ راتيون ٿڌيون. ويساک جون پڪيون پختيون نشانيون آهن. انب, چڪو ليمن, زيتونن ۽ ٻيرن جا باغ ويساک جي مهيني بعد جيٺ جي شروعات ۾ رکبا آهن. ويساک ۾ ئي ٻاهہ لڳڻ جا واقعا وڏيڪ ٿيندا آهن. جن لاءِ چئبو آهي تہ هن مهيني ۾ ٻاهہ کي موڪل ملندي آهي. اصل ۾ چوواڻي جي ڪري, ٻاهہ جلد بہ لڳندي آهي ۽ مختلف رخن ۾ جلد پکڙبي بہ آهي. هنئين چيٽ مانگهہ جي پڇاڙي ۾ شروع ٿي ويندو آهي. هندي ڪلينڊر جا مهينا چيٽ, آکاڙ, سانوڻ, ٻڊو اَسُو ڪَتي, نهري/ مڪسر, پوهہ, مانگهہ, ڦڳڻ, چيٽ ۽ ويساک, جيڪي آهن ئي موسمن جي ڦير گهير مطابق. انهن ۾ موسمون اينديون ئي ساڳئي وقت تي آهن. جيئن هولي ۽ ڏياري هميشہ ساڳئي ئي موسم ۾ اينديون آهن. اسلامي مهينا جيڪي چنڊ جي حساب سان هوندا آهن. انهن جا ڏينهن موسمن جي حساب سان ڦرڻ گهرڻ بجاءِ چنڊ جي حساب سان هلندا آهن ۽ اهي ساڳئي موسم ۾ اچڻ بجاءِ ڦرندا رهندا آهن. جيئن رمضان يا محرم ڪڏهن سردي ۾ ايندا آهن تہ ڪڏهن گرمي ۾. اڄي انگريزي ڪلينڊر جا مهينا هڪ مخصوص موسم ۾ ايندا هئا پر هاڻ آبهوائي تبديلين سبب ڪجهہ سالن کان انهن ۾ ڦيرڦار اچي چڪي آهي ۽ انهن جي اچڻ ۽ وڃڻ ۾ موسمن جي لحاظ کان ڪافي تبديلي اچي چڪي آهي. مثال طور اڳي چيٽي برسات جنهن کي ڳڙي پوڻ سبب ڳڙي واري برسات بہ سڏبو آهي. سا فيبروري جي 15 کان پوءِ ايندي هئي پر هاڻ اها مارچ ۾ ٿي اچي. چيٽي برسات بہ سانوڻ وانگر ڪنهن سال وسي تہ ڪنهن سال نہ بہ وسي. جيئن گذريل سال چيٽاس سنڌ ۾ پئي پر بلوچستان ۾ نہ وُٺي.

اهو بہ چئبو آهي تہ چيٽ جو وسڻ، ساوڻ لاءِ سٺو سنوڻ نہ هوندو آهي. ساڳئي وقت اها بہ چوڻي آهي تہ چيٽ ۾ ڇُڪوئي نہ پوي تہ ساوڻ ۾ چٽ (چنڊ) ئي نہ لهي. اصل ۾ انهن چوڻين کي ٻين بہ ڪيترن ئي نشانين سان گڏ ملائي ڏسڻ ڪانپوءِ ئي صحيح نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو. جيئن رڳو سائي ڳنڍي ڏسي ڏُڪر جو اندازو ڪونہ لڳائبو بلڪي ان سان گڏ اُڏوهي کي بہ ڏسبو. اها بہ چوڻي آهي تہ، چيٽي مينهن ۾ ڦريون پُٽ، پاڳ واري کي ملندو آهي. اهو بہ چئبو آهي تہ ڦرين رات واري پٽ ۾ پيءُ جي سڃاڻپ ڏکي ٿي پوندي آهي. سياري ختم ٿيڻ جي 10/15 ڏينهن بعد ڪٿي وسندڙ ۾ ڪٿي نہ، هي هلڪي ڦلڪي برسات، سياري وڃڻ جي هڪ اهم نشاني بہ آهي. سياري وڃڻ جون ڪجهہ ٻيون بہ نشانيون قدرت پاران، قدرتي يا نيچرل ڪميونيڪيشن وانگر ظاهر ٿي ماڻهن کي موسم مٽجڻ بابت آگاهي ڏينديون آهن. جيئن انب ۾ ڪجي جو ٻوڪجڻ، ٽڙ، ڪانڊيرو سرنهہ پاران پن ڇاڻڻ نم ۾ ٿالي جي ٻُور جهلڻ، ٻير پاران پلڙو جهلڻ، سج ۾ پيڙ ياڳ ٿي ويل ڌرتي تي ساوڪ نظر اچڻ، چوپائي مال پاران سيءَ ۾ سنجڻ بعد ڪجهہ قدر خوش نظر اچڻ ۾ کير لپ وڌائڻ وغيره. پر لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ ڪنڊي ڦٽڻ ڪٽڪ آنيُو تي اچڻ چيٽي برسات جي منڍ شروع ٿيڻ جي پڪي نشاني ۾ انبڙيون ڪوئلي ڪري شاخ ڏين تہ،هَاڻ اچڻ، جهولو لڳڻ ۾ چيٽي برسات جي منڍ ختم ٿيڻ جي نشاني سمجهبي آهي. ڪٽڪ جي لابارن ۾ پوندڙهن برسات ۾ تيز هوا سان گڏ ڪٿي ڪٿي ڳڙو بہ ڪِرندو آهي. هوا ۾ ڳڙو تيار بيٺل ڪٽڪ کي سٺي خراب ڪندو آهي. ڪٽڪ جو سِرو ٽٽي پوندو آهي. ڪري واري ڳاهيل ڪٽڪ ۾ آن کي آلو ڪري

خراب ڪندو آهي. (جنهن ڪي پوءِ سڪاٽڪو پوندو آهي) ول نڪرڻ ۾ ڏکيائون پيش ايندڙيون آهن. لڙيل ڪڙڪ جون سٽريون ڪينڊارجي خراب ٿينديون آهن ۽ نڪتل بوهه پري پري تائين اڏامي ضائع ٿيندي آهي. گوڙ ۽ کيوڙ سان گڏ ايندڙ برسات دوران پوندڙ ڳڙي سبب ڪٿي ڪٿي گهر کان ٻاهر موجود ماڻهن ۽ جُوءِ ۾ ويل يا واڙي کان ٻاهر چوپائي مال، خاص ڪري ٻڪرين ڪي نقصان به پهچندو آهي. برسات ۽ تيز هوا سبب ڪمزور ڀاڙ وارن وڻن، بغير توجه وارن گهرن جي ڇتين ڪي نقصان پهچڻ سان گڏ انبڙين ڪي به سخت نقصان پهچندو آهي. جيئن هن پيري پهتو آهي. جڏهن ته انبن ۾ ٻُور ڏاڍو سنو لڳو هو. اڳئي انبن ۾ ٻُور ڀهرين جي، پندرينهن تي اچي ويندو هو پر هن پيري ٽئين جي پندرينهن تي آيو آهي (مارچ جي پندرينهن تاريخ). ان مان موسمن ۾ آيل تبديلين ۽ مهينن جي ڦير گهير جو اندازو آساني سان لڳائي سگهجي ٿو. هن پيري سيءَ اڳوڻن سالن جي مقابلي ۾ وڌيڪ دير رهيو آهي. جنهن سبب جتي چيٽاس ڪي دير سان اچڻ جو موقعو مليو اتي مرچن ۽ ٽماٽي ڪي سخت نقصان رسيو پر ٻاڇاتي ڪڙڪ ڪي فائدو ٿيو. پر اهي احوال ته ٿيا ميداني ۽ ٻئراجي علائقن جا. جڏهن ته هي برسات ٿر ۽ ڪوهستان لاءِ فائديمند هوندي آهي. ٿر ۽ ڪوهستان ۾ پاڻي جي کوٽ وارن ڏينهن ۾ هن برسات سان انسانن، جانورن ۽ وڻن ڪي پاڻي سان گڏ زمين ڪي ريج ملندو آهي. گوار ٻاجهري، چڻا، منگ، چونئرا، جوار، ونگا، مڪئي، گدرا، ڀينڊيون، ول ٽُوريون، ميها، لوڙڪ ۽ ڪيرين وارن وونڻن کان علاوه بين ڪيترن ئي فصلن ڪي پڻ فائدو پهچائيندي آهي. هي برسات ڪِرڙ ۾ ڦٽندڙ پُسي لاءِ به خاص فائديمند هوندي آهي ته پيرون، پڪي ۽ سنگر

لاءِ بہ سٺي هوندي آهي. ترايون سڪڻ سبب مال ۽ ماڻهن لاءِ اڻ لڀ ٿي ويل پاڻي ۾ جتي تراين جا خشڪ ٿي ويل ترا، آلا ٿيندا آهن، اتي بهار جي موسم ۾ ايندڙ هن برسات سبب ڪجھہ سلا ساوا بہ ٿي ويندا آهن تہ ڪجھہ نوان بہ ڦٽندا آهن. جيتوڻيڪ جوا ڇڪلهہ آڳاٽيون پوڪيل جنسون، چيٽ لهڻ کان اڳ ئي مارڪيٽ ۾ موجود هونديون آهن پر اصل ۾ اهي فصل آهن، چيٽ ۽ بهار اچڻ بعد جا. چيٽي برسات واري موسم ٻڪرين سان گڏ جهرڪي، ڳيري ۽ ڪڪڙ جي لڳم تترن، طوطن ۽ ڪٻرن جي آنن مان ٻچا ڦوڙڻ جي بہ هوندي آهي. هن موسم ۾ جتي ٻاهريون ۽ اندريون موسمون بدلبيون آهن، اتي جهڙوڪر زندگي جو سڄو ڪار وهنوار بہ بدلجي ويندو آهي. پاسا بدلائيندي، تارا تڪيندڙ ساجن جي انتظار ۾ اڙيل اکين مان ڪن کي روح جي راحت ۽ منزل ملندي آهي تہ ڪي اياڻيون اکيون، چيٽ ڦٽڻ ۽ بهار جي بهارين باوجود ڪومائيجي ويندیون آهن! هن مند ۾ تئو بہ ڦري ويندو آهي (ڪنهن جي منهن تي نہ پر عملي طرح) اڳ ۾ مانجهاندي ۾ رڌجندڙ ۽ پچندڙ شيون هاڻ رات جو رڌبيون آهن ۽ رات جو پچندڙ کاڌا مانجهاندي ۾ پچائبا آهن. مثال طور سياري ۾ چانور ڏينهن جو پچائبا آهن ۽ ماني رات جو پر هي مند اچڻ بعد چانور رات جو پچائبا ۽ ماني منجهند جو. هونئن بہ چانور جلد هضم ٿي ويندا آهن. جي سياري ۾ رات جو چانور کائيجن ۽ پوءِ ڪجھہ ڪلاڪن بعد لڳي بک، رات نہ ڪٽي تہ پوءِ ماڻهو پيو سيءَ ۾ تارا تڪي ۽ پاسا بدلائي يا ڏينهن ٿيڻ جو انتظار ڪري. يا پوءِ ماڳهين اٿي ڪري منهن رڌڻي جو ۽ ڪڙڪي تي ڪري ٻين جي ننڊ حرام. ۽ پوءِ پون وڃي ڪنهن گهر ڀاتي جا هٿ،

بار ۾! ان ڪري هن موسم ۾ ٿڌو ڦيرائيبو يا بدلائيبو آهي. هن موسم
رم جي جڳهه ٿڌو استعمال ٿيڻ شروع ٿيندو آهي. جتي اڳ ۾ چانهه
ڪ استعمال ٿيندي هئي، اتي هاڻ ڪولڊرنڪ، لسي ۽ برف سان گڏ
ري، چانو ۽ پپيتي وغيره لهڻ بعد جو استعمال وڌي ويندو آهي. هولي
تهوار بهار جو پهريون تهوار هوندو آهي. جنهن بعد گرم شيءِ کائڻ
نائي، ٿڌي شيءِ وڌيڪ واپرائڻ شروع ڪبي آهي. ٿڌو پاڻي به پوءِ
ر لڳڻ لڳندو آهي. سوڙون، لوڀون ۽ سوئيٽر وغيره واپس پيتين ۾ هليا
دا آهن. شوخ رنگن جي جاءِ هلڪا رنگ والاريندا آهن. لِڪي ملڻ
سپ بهانا ۽ موقعا زري گهٽ، گهٽجي ويندا آهن. چيٽ/ بهار کي ان
ن ختم سمجهبو آهي جڏهن چوواڻيو ختم ٿئي، ڏکڻ جون گرم هوائون
ن ۽ خشڪ موسم اچي وڃي. پلڙو چٽڻ شروع ٿئي، پيرون پچن،
گَر ڪِري، ڪجي ڏوڪا ڪري. ڪجي لٽي معنيٰ چيٽ ويو ۽ سانوڻ
وارو آيو. پلڙو چٽڻ چيٽ/ بهار جي وڃڻ ۽ گرمي جي شروعات جي
ين نشاني سمجهبي آهي. هندي مهينن ۾ وري ڦڳڻ جو وڃڻ سياري
ڻ جي پهرين نشاني سمجهبي آهي.

هاڻ جڏهن نه صرف آبهوائي تبديليون اچي چڪيون آهن
ڪ ماڻهن ڪان پاڻ مجائي به چڪيون آهن. ان وقت ضرورت ان ڳالهه
، آهي ته اسان جا ماهر، اينڊڙ متوقع تبديلين جي حساب سان ماڻهن
اڳوات باخبر ۽ تيار ڪن. فصلن جون اهڙيون جنسون متعارف
رائيجن جيڪي موسمي تبديلين جو مقابلو ڪري سگهن. اها ئي
ن جي شديد ضرورت آهي.

# لوڪ ڏاهپ ۾ ڏڪار جا ڏس

ڏڪار سو بہ ٿر ۾، ڪا نئين ڳالهہ ناهي. موسمي چڪر ڦاڪن ۾ صدين ۾ ايندا ۾ چڪر مڪمل ڪندا رهندا آهن. پلي ڪير ڪٽي آبهوائي تبديلي جي ڳالهہ ڪري پر ان ۾ قدرتي عنصر وڏيڪ هوندو آهي. جڏهن اجان نہ تہ گلوبل وارمنگ هئي ۽ نہ ئي ان جو تصور تڏهن بہ موسمون تبديل ٿينديون هيون. رڪارڊ برساتون، گرميون، سرديون ۽ ڏڪار بہ ايئن جو ايئن ايندا هئا. اسان وٽ تہ رڳو گذريل ڏيڍ ڪن صديءَ جو رڪارڊ موجود آهي. باقي ماضيءَ جو رڪارڊ جاچڻو آهي تہ وري لوڪ ڏاهپ کي جاچي ڏسو. لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ جهڙي طرح زندگي جي ٻين شعبن جي حوالي سان، پنهنجي تجربي ۽ مشاهدي جي آڌار مختلف نشانين جي ذريعي ماڻ ۽ ماپا آهن. اهڙيءَ طرح برسات ۽ ڏڪار جي حوالي سان انهن وٽ بار بار آزمايل ڏاهپ ڀريل نڪتن جون ڀريون ٻڌل آهن.

ٿري لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ آڳاٽين ۽ پاڇاٽين برساتن لاءِ مخصوص چوٽيون ۽ پهاڪا بيتن جي شڪل ۾ بہ موجود آهن. مثال طور ٿر ۾ برسات جا چار مهينا سنڌي/ هنڌي ڪلينڊر جي حساب سان آکاڙ، چيٽ، سانوڻ ۽ بڊو آهن. ٿري ماٺو آکاڙ ۾ پوندڙ آڳاٽي برسات کي ڏاڍي اهميت ڏيندي بيت ڏيندا آهن تہ:

- آکاڻ نہ ٻيج (ٻيج معنيٰ بہ تاريخ)

واڏڻ ۾ ويج (واڏاڻ= جُهڙ_ويج= ڪينوڻ
نيڙي راڪي ٻڙڏيا (ٻڙڏيا= ڍڳا)
جهوڙي راڪي ٻيج (جُهڙي= جهولي)
معنيٰ تہ آڪاڙ جي ٻي تاريخ تي جيڪڏهن جُهڙ ۾ ڪنوڻ ڏسين
تہ هر ڪاهڻ لاءِ ڍڳا پرسان ٻڌجان ۽ ٻنيءَ ۾ ڇٽڻ لاءِ ٻج جهوليءَ
۾ وجهي رکجان، برسات ضرور ايندي. پر جي بہ تاريخ تي جُهڙ نظر
نہ اچي تہ پوءِ چوندا آهن تہ:

- آڪاڻ نہ ٻيج ، واڏڻ نہ ويج، پهلي ٻيج ٻڙڏيا، پاڇي چاٻي ٻيج.

معنيٰ تہ آڪاڙ جي بہ تاريخ تي جيڪڏهن جُهڙ ۾ ڪينوڻ نہ هجي تہ آڳاٽي
برسات جو ڪوبہ امڪان ڪونهي. ان ڪري پهرين ڍڳا وڪڻجن ۽ پوءِ
ٻج ڪاٺي ڇڏجي. اهڙي نموني سان ڄيٺ ۾ پوندڙ برسات جي بہ وڏي
اهميت هوندي آهي. جنهن لاءِ چوٽي آهي تہ ڄيٺو مينهن ۾ پنتي
(موپي) پٽ پاڳ وارن کي نصيب ٿيندا آهن.
ڏڪار ۽ سڪار جي حوالي سان اندازا گهٽو ڪري بهار جي آمد بعد،
وڻن جي ڦٽڻ کان وٺي، آرهڙ جي جهولن دوران پن ڇڻ منڊ ۾ لڳايا ويندا
آهن. جيڪڏهن ڪنڊي، ٻير ۽ ٻائر وڏيڪ ساوا ٿيا تہ قدرت پاران اهو
ڏڪار جو ڏس پتو سمجهي، ترين جو ساهہ سڪي ويندو آهي. آرهڙ جي
جهولن ۾ ٻين وڻن سان گڏ اهي وڻ بہ پن ڇاڻيندا آهن پر جي اهي پن نہ
ڇاڻين يا ساوا بيٺا هجن تہ پوءِ ڏڪار جي سورنهن آنا پڪ سمجهبي
آهي. ٿري ڪنڊي ۽ ٻائر جي پنن مان برسات جي آسري، ڊسمبر تائين
اڪ نہ ڪيڏندا آهن. ميداني علائقن وارا وري ٻير مان. اوستائين اهي
ڏڪار سڪار جا ڏس وڻن مان پيا وٺندا آهن. اصل ۾ ان منڊ ۾ وڻن جي

پنن کي هڪ جيت نوهي لڳندو آهي. پر ڏڪار ۾ اهو ڪونه لڳي. پيو ته شايد قدرت به ڏڪار جي ڏکين ڏينهن کي منهن ڏيڻ لاءِ جانورن کي ڏوهه تي ڪارائي، ڏڪار جي ڏينهن کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳواٽ تيار ڪندي آهي. برسات جي مند صفا مٿي تي اچي پر تاڙو نه تنواري ته ان کي به ڏڪار جي نشاني سمجهبو آهي. تاڙو برسات کي ايندو ڏسي، ماڻهن کي خبردار ڪرڻ ۽ احساس ڏيارڻ لاءِ ڏينهن رات پيو پوليندو آهي. پر جڏهن برسات جو ڪو امڪان نه هجي ته تاڙي کي به ماٺ لڳيو وڃي ۽ هو الائي ڪٿي گم ٿيو وڃي. يا پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ڪا ميار جهڙي ڪوڪ ڪندو آهي نه ته ماٺ ۾ ئي رهندو آهي. برسات کان اڳ ڪانءُ ٻچا ڪري اڏاري ڇڏيندو آهي. جي مند اچي ويئي ۽ ڪانوَ جا ٻچا گهٽ نظر آيا يا ٻنهه نظر نه آيا ته اها به ڏڪار جي نشاني ليکبي آهي. ڪن ماڻهن جي بقول ته ڏڪار واري سال ڪانو آنا ڇپي ويندو آهي. برسات ويجهي اچڻ تي ناگ بلائون به جان بچائڻ لاءِ ٻرن مان ٻاهر نڪري بچاءَ جو ڪو ٻيو گس نه ڏسي وڻن تي چڙهي وينديون آهن. پر نانگن بلائن کي ڏڪار جي اڳواٽ خبر پئجي ويندي آهي ۽ اهي ٻرن کان ٻاهر ئي نه نڪرنديون آهن. پر پيئڻ بلا جو معاملو ٻين نانگن بلائن کان ابتڙ آهي. اها وري ڏڪار جي ڏينهن ۾ آگم جي اُپس ۽ گُهٽ کان بچيل، ٿڌين هوائن جا مزا وٺي، آرام جي ننڊ ڪندڙن جي منهن ۾ آزاديءَ سان زهر هاري هلي ويندي آهي. ساڳي نموني ڪيڙيون به ڪنو ڪيل مال ۽ ٻچا برسات جا ڀسڻ پوڻ تي، ٻرن مان ٻاهر ڪڍي، محفوظ مقامن تي منتقل ڪندي عام جام نظر اينديون آهن. پر سڪار ۾ انهن جي اچ وڃ به محدود ٿيو وڃي ۽ اهي قطار ٺاهي ٻاهر ڪونه نڪرن. ڏڪار جي هڪ

نشاني ٿڏيون هوائون بہ آهن. جڏهن برسات جي مند ۾ رات جو سيءَ پوي، ٿڏي هوا گُهلي، ڇُوٽ هوا شوڪٽ جا آواز ڪندي هلي تہ ڏڪار جو پڪو ڏس سمجهبو آهي. هوا جو برسات آڻڻ ۾ آيل ڪي ڦنائڻ ۾ اهم ڪردار هوندو آهي. اجان بہ برسات ويجهي اچڻ تي ڏِڳين جي ڪنڌ پويان، ٿوهي پرسان مَر / مير نظر اچي تہ پاڳيا ان کي برسات جي نشاني سمجهي، مال سنڌ ڏانهن ڪاهڻ بجاءِ، آسمان ۾ آس وند نظرن سان پيا نهاريندا آهن، پر جي مَر نہ هجي تہ هو ٿڏيون آهون پريندي، آسمان ڏانهن مايوسي واريون نهارون ڪندي، ڏڪار جي پڪ سمجهندي مال ڪاهڻ جي ڪندا آهن. ڏِڳن وانگر ٻڪريون شام جو ويهڻ واري اصل پاڻاري ڇڏي، قطار ڪندي، اتر ڏڪڻ تي ويهن تہ اها ٻن ٽن ڏينهن ۾ برسات اچڻ جي نشاني، پر جي اولهندي تي ويهن تہ ڏڪار جو ڏس ڏينديون آهن.

هڪڙي اڌ برسات پوڻ بعد، ٽري فصل اپائڻ لاءِ وري ٻئي جي واٽ پيا نهاريندا آهن. ان لاءِ هو ڦُتل گاهہ يا فصل جي پنن مٿان، پاڻيءَ جا تازا ڦڙا پيا نهاريندا آهن. جي ڪين صبح جو تازا پاڻي جا ڦڙا پنن تي نظر آيا تہ مطلب برسات ٻن ٽن ڏينهن ۾ آئي ڪي آئي. نہ تہ ڪئي ڪمائي ڇٽ ٽيندي ڏسي آسمان ۾ پيا ڪڪر ڳوليندا آهن. ڪوهہ جو پاڻي هونءَ تہ ٿڏو ٺي هوندو آهي پر جي اجان بہ وڏيڪ ٿڏو لڳي تہ ڪٿي پرپاسي ۾ آڙهنگ ٽيڻ ۾ برسات اچڻ جي امڪان واري خوشخبري سمجهبي آهي. ٻئي صورت ۾ "هو پري آ، پري آ، پري آ اچا" پيا جهونگاريندا آهن. سج ۾ چنڊ کي پڙ لڳي تہ اها بہ آڙهنگ هجڻ ۾ برسات پوڻ جي نشاني پر جي چنڊ ۾ سج جي چوڌاري آسمان صاف هجي تہ اها ڏڪار

جي صاف ۽ چٽي نشاني هوندي آهي. نئين چنڊ ٻيهڻ وقت، ان جي ٻيهڪ ۽ پاسن/ ڪنارن جي جهڪاڻ جو رخ ڏسي ٻه سياڻا گهڻو ڪجهه سمجهي ويندا آهن. برسات پوڻ کان اڳ سرٽيون، آسمان ۾ اڏامندي، پرکولي، ريمپ تي واڪ ڪندڙ ماڊلن وانگر پوز ڏيندي، وينجهڻ جا اسٽائيل پيون هٽنديون آهن. پر جي سرٽيون اهو نمونو نه ڪن ته ڏڪار جي حالت ۾ مئل جانورن تي ڳجهن جي اچڻ جو وارو هوندو آهي. ڪتا، گدڙ ۽ ٻگهڙ اوناڙون ڪن ته اهو ڪنهن وڏي مصيبت اچڻ جو اڳواٽ اطلاع سمجهبو آهي. جڏهن اهي برسات جي مند ۾، ٿر ۾ اوناڙون ڪن ته، ڏڪار کان وڌيڪ ٻيلا ٻيءَ ڪهڙيءَ مصيبت جو ڏس ڏيندا!

ٿر ۾ چوپايو مال اَن سان نه پر پَن سان پڌل هوندو آهي. برساتون مختلف قسمن جون هونديون آهن. ڪي اَن واريون ته ڪي پاڇاٽيون پَن واريون. اَن واريون برساتون مئي جي آخر کان جون جي شروع ۾، شروع ٿي وينديون آهن. جيئن جيئن برساتون دير سان پونديون، انهن جو اثر اَن تي پوندو ويندو آهي. پر ڪڏهن ڪڏهن ڏڪار جا ڪيترائي ڏس ظاهر ٿيڻ باوجود، ٿري اَن وارين برساتن جو ته آسرو پلي ڇڏيندا آهن، گهٽا ته مال ڪاهي به هليا ويندا آهن، پر پوءِ به ڪي ساوڻ وجڻ بعد ٻڌي ۾ آسرو رکيو ويٺا هوندا آهن. هينئر جڏهن موسمون ڦير گهير جي چڪر ۾ اچي چڪيون آهن. اڳي ٻڌو به وسڻ کان وسان ڪونه گهٽائيندو هو ۽ واهه جو وسندو هو پر هاڻ ساوڻ وانگر ٻڌي تي به پورو سارو آسرو وجي ٻچيو آهي.

وڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ ڏڪار ۽ سڪار جي حوالي سان آسمان ۾ سج، چنڊ، تارن ۽ ڪڪرن وغيره ۾ ڪيترين ئي نشانين ۽ اهڃاڻ

موجود هوندا آهن. پر ڏڪار ۽ سڪار جي لحاظ سان آخري نشانين ۾ برسات جي آخري مهيني بدي ۾ سانجهي تارو جنهن کي ٽري ڏڳين وارو تارو به چوندا آهن. برسات جي نشاني سمجهي ويندي آهي. جيڪڏهن هي تارو بيٺو هوندو آهي ته ڏڳيون برسات جو آسرو ڪندي هانءُ نه هارينديون آهن. پر جي نه هجي ته پوءِ برسات جي اچڻ کان مايوس ٿي ويندي آهن ۽ کين ڏڪار جا ڏکيا ڏينهن. اکين پيا نظر ايندا آهن. سج لهڻ مهل اڀرندڙ سانجهي تارو، هيٺ هجي ته گهٽ برسات ۽ مٿي هجي ته پلي برسات جو ڏس ڏيندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن هي تارو اڀرندي پاسي کان گم ٿي، فجر مهل اولهندي کان ظاهر ٿيندو آهي، جنهن جو مطلب ٿوري گهٽي برسات پوڻ هوندو آهي. پر جي نظر ئي نه اچي ته ان جو مطلب ڏڪر پوڻ جو هوندو آهي.

ٽرين وٽ ڏڪار اچڻ جي حوالي بلڪل پڪي ۽ پختي، آخري نشاني چوپائي مال جي هلڻ ڦرڻ جي حوالي سان هوندي آهي، انهيءَ نشانيءَ جي ظاهر ٿيڻ بعد ٽري، برسات جو آسرو پلي، ڏڪار کي منهن ڏيڻ لاءِ ذهني طور تي تيار ٿي ويندا آهن. اها نشاني آهي، ڏڪار جي اچڻ کان اڳ، چڱي پلي چوپائي مال پاران هلندي هلندي، مايوس ٿي واٽ تي ويهي رهڻ جي. برسات جي بچل صفا آخري ٽائيم ۾ ڪي پاڳيا مال پاران مايوس ٿي، واٽ تي نه ويهڻ سبب، پاڻ به مايوس ٿيڻ لاءِ تيار ناهن هوندا ۽ هو آخري وقت ۾ به اکيون آسمان ۾ اڙايو ۽ دل کي ڏڍ ڏيو ويٺا هوندا آهن ته برسات اچڻ جا اڃان به ڪي ته نشان موجود آهن!! ڏڪار پلي ڏاڍيون ڪري، پر پوءِ به هو صفا هانءُ نه هاريندا آهن.

# لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ وقت، مهينن ۽ موسمن جا ماپا.

وقت جنهن کي بادشاهه چيو ٿو وڃي، جنهن کي نه ڪو روڪي سگهيو آهي نه ئي هو ڪنهن لاءِ رڪي ٿو. گهڙيءَ جي ٽڪ ٽڪ سان گڏ ۽ وڏندڙ پاڇي سان گڏ وقت به مسلسل اڳتي وڌندو ٿو رهي. وقت جيڪو مهربان هجي ته ٻيڙا پار ڪريو ڇڏي ۽ جڏهن منهن موڙي نا مهربان ٿو ٿئي ته ڪناري تي ٻوڙيو ڇڏي. وقت جنهن جو ڪافي ماڻهن کي انتظار هوندو آهي. پر ڪافي ماڻهن جو وري وقت انتظار ڪندو آهي. وقت کي ڏسڻ ۽ جاچڻ جا هر ماڻهو وٽ پنهنجا ماپا هوندا آهن. جيئن هر ڪم جو وقت مقرر آهي، تيئن وري ڪجهه ڪم ڪرڻ جا وقت مقرر آهن. پنهنجي پنهنجي نموني هر ڪنهن وٽ وقت جو ماپو پنهنجو هجي ٿو انهي حساب سان لوڪ ڏاهپ جا سائنسي ماهر وري پنهنجيءَ نظر سان وقت کي ڏسن ٿا.

اڳي وقت ڏسڻ لاءِ آسمان جي تارن، ڪُڪڙن جي ٻانگ ۽ سج جي پاڇولي تي انحصار ڪبو هو.

دنيا جو سڄو چرخو سج، چنڊ، تارن، ڏينهن رات ۽ موسمن پٺيان ڦري ٿو. وقت کي دم، پل، وِپل، گهڙي، پهر ۽ ڪلاڪ ۾ ورهايو وڃي ٿو. جيڪو اڳتي هلي ڏينهن، مهينن ۽ صدين ۾ تبديل ٿئي ٿو ان حساب سان:

وقت جو ننڍي ۾ ننڍو ماپو وِپل آهي. جيڪو اڍائي سيڪنڊن جي برابر

آهي، ٻيو ماپو پل آهي جيڪو چوويهن سيڪنڊن جي برابر آهي ان کان پوءِ گهڙي آهي جيڪا چوويهن منٽن جي برابر آهي. تنهن بعد پهر، ٽن ڪلاڪن جي برابر آهي. ستارن جي علم جي ماهرن ۽ مقامي ماهرن مطابق ڏينهن رات ۾ اٺ پهر ٿين ٿا. چوويهن ڪلاڪن ۾ سٺ گهڙيون ٿين ٿيون. هڪ ڪلاڪ ۾ اڍائي گهڙيون، هڪ منٽ ۾ اڍائي پل، هڪ سيڪنڊ ۾ اڍائي وِپل ٿيندا آهن. انهيءَ حساب سان انسان هڪ پل ۾ ڇهه ساهه کڻي ۽ ڇڏي ٿو. ان صورت ۾ چوويهه ڪلاڪن ۾ انسان 21600 دم ته کڻي ٿو پر:

**'ڪي دم دا پروسا يا دم آوي نہ آوي'**

هڪ وپل برابر تقريباً اڍائي سيڪنڊ

هڪ پل برابر 24 سيڪنڊ

هڪ دم برابر ڇهه سيڪنڊ، 360=60X6

هڪ گهڙي برابر 24 منٽ

هڪ پهر برابر 3 ڪلاڪ

21600=60x360

## اڳين دورن ۾ وقت ڏسڻ جا طريقا.

اڳي وقت، پهر جي حساب سان ماپيو ويندو هو. ڏينهن رات ۾ چار چار پهر، ڪل اٺ پهر هوندا هئا. ڏينهن جو وقت پاڇي جي حساب سان ڏٺو ويندو هو ۽ رات جو آسماني نکٽ پهر جو پتو ڏيندا هئا صبح جو سج ڪاني جي حساب سان ڏسبو هو. هڪ ڪانو ٻہ ڪانا ۽ جڏهن پاڇو ڪندو هو تہ ٽي پهر ۽ پوءِ سج لٿي چار پهر شمار ڪيا ويندا هئا. جڏهن

ڪڪڙ ٻانگ ڏيندو هو تہ چار پهر شمار ڪيا ويندا هئا رات جو گتي اُپرندي پهرين پهر تي، ٻئين تي ٽيڙو ٽئين تي لُڏو ۽ چوٿين تي سج. سياري ۾ ڪڪڙ، ڪُنڍي اپرندي، ان تي پهر سنيالبو هو. چوندا آهن تہ ڪُڪڙ پهر پهر تي ٻانگ ڏيندو آهي. ان سان وقت يا پهر ماپڻ ۾ سولائي ٿيندي آهي.

**قطب تارو.**

آسماني اهڃاڻن ۾ قطب تارو تمام اهم اهڃاڻ آهي. رات جي وقت رستو ڀُلجي وڃڻ جي صورت ۾ يا مٿو ڦري وڃڻ جي صورت ۾ هي تارو گس ڏيکاريندو آهي. هي چٽو نور وانگر چمڪندڙ تارو آهي. واٽهڙو کي خبر هوندي آهي تہ هلڻ وقت منهنجو منهن ڪهڙي طرف هو. ان حساب سان طرف ڀلجي وڃڻ جي صورت ۾ ڪعبةالله شريف ڏانهن منهن ڪري بيهبو تہ قطب تارو ماٿهو جي ساڄي پاسي ايندو. قطب تارو سامهون هجي تہ اهو اُتر طرف ٿيندو ۽ پويان ڏکڻ،

ڪي ماڻهو مٽي ڦِرڻ جي صورت ۾ پاتل سلوار يا گوڏ لاهي ڪلهي تي رکي، ست چڪر ابتا، ست چڪر سُبتا ڪندا آهن. چئبو آهي تہ ائين مٿو جاءِ تي اچي ويندو آهي، ڪن جو چوڻ آهي تہ ماڻهو اتي ئي اڌ ڪلاڪ ڪن اکيون بند ڪري سُمهي رهي تہ دماغ جاءِ تي اچي ويندو آهي.

**ڏينهن:** وقت جڏهن پل ۽ پهرن مان ٿيندو ڏينهن ۽ رات ۾ بدلجي ٿو تہ ان وقت ستارن جي ماهرن وٽ وري هر ڏينهن جي پنهنجي خاصيت ۽ ان جو رنگ هوندو آهي. ان حساب سان

**آچر-** بهادر رستو ڏيکاريندڙ پر سياءُ ۾ تڪليف ڏيندڙ رنگ ڳاڙهو.

**سومر** ٺڌو سک ۽ آرام ڏيندڙ عورتاڻا جذبا رکندڙ. رنگ نيرو.

**اڱارو** بهادر جهيڙالو ۽ جنگجو جذبو رکندڙ رنگ ڳاڙهو.

**اربع** صلح پسند، عقل، سمجهه ۽ ڄاڻ رکندڙ رنگ سائو.

**خميس** فيصلا ڪندڙ داناءُ، عالم سيني جو استاد، فضيلت وارو رنگ پيلو.

**جمعو** شوقين مزاج - سينگار جو بادشاهه- خوشبو پسند- عورتن ۾ دلچسپي رکندڙ- عاشق مزاج. رنگ سفيد.

**ڇنڇر** تڪليف ڏيندڙ- سخت مزاج، رنگ ڪارو.

**موسمون :-** ڏينهن رات مان ٿيندو وقت موسمن ۾ بدلجي ٿو. موسمون عام طور تي سيارو اونهارو بهار ۽ برسات جون موسمون ڳڻيون وينديون آهن، پر ستارن جا ۽ موسمن جا مقامي ماهر سال ۾ ڇهه موسمون ڳڻيندا آهن. ۽ هر مهيني جي پنهنجي خاصيت بيان ڪندا آهن. هن علائقي ۾ ٽن قسمن جا ڪئلينڊر مُروج آهن. هڪ اسلامي، جنهن جا مهينا سال جي مختلف، موسمن ۾ ڦرندا گهرندا رهندا آهن. ٻيو انگريزي ڪلئلينڊر، جن جي مهينن جون موسمون مقرر ٿيل آهن. پر هاڻ شايد ماحولياتي تبديلين جي ڪري انهن ۾ ڦير گهير محسوس ڪئي وڃي ٿي. ٽيون ڪئلينڊر هندي يا مقامي آهي جنهنجا مهينا اڄ ب گهڻو ڪري موسمن جي مناسبت سان ايندا ويندا آهن. ڳوٺاڻي ماحول ۾ رهندڙ لوڪ ڏاهپ جا ماهر پنهنجو ڪار وهنوار شادي مرادي، ميلا ملاکڙا، ويندي فصل پوکڻ يا لڻڻ جو سڄو حساب ڪتاب انهن مهينن ۽

موسمن مطابق ڪندا آهن.

**پهرين موسم: پُر ڦارگني:**۔ هيءَ موسم 15 فيبروري کان 15 اپريل تائين ڦڳڻ ۽ چيٽ مهينن تي مشمتل هوندي آهي. هن ۾ سياري جا تارا سج لهڻ سان اڀرندا آهن. سيارو ختم ۽ آرهڙ شروع ٿي ويندو آهي. وڻن ۾ ڦوٽهڙو ايندو آهي. سڀ کان پهرين انب ٻور جهليندا آهن هن موسم کي بسنت بہ چئبو آهي.

**ٻين موسم گريشم:**۔ معنيٰ تمام گرم 15 اپريل کان 15 جون تائين ويساک ۽ جيٺ جي مهينن تي مشتمل. هن موسم ۾ لُڪون لڳنديون آهن.

**ٽين موسم ورشا:**۔ معنيٰ برسات، 15 جون کان 15 آگسٽ تائين، آکاڙ ۽ سانوڻ مهينن تي مشتمل.

**چوٿين موسم سرد:** معنيٰ وچولي، نہ گرم نہ سرد گهم واري 15 آگسٽ کان 15 آڪٽوبر تائين بدو ۽ اسو مهينن تي مشتمل.

**پنجين موسم هيمن:**۔ معنيٰ سيارو شروع۔ سياري جي شروع وارا بہ مهينا 15 آڪٽوبر کان 15 ڊسمبر تائين ڪتي ۽ نهري مهينن تي مشتمل.

**ڇهين موسم شِشر:**۔ معنيٰ تمام سرد۔ 15 ڊسمبر کان 15 فيبروري تائين پوهہ ۽ مانگهہ مهينن تي مشتمل.

## مهينا، انهن جون خاصيتون ۽ انهن ـي باري ۾ چوڻيون:۔

**چيٽ** :چيٽ نہ چمڪيو پلو جي چيٽ چمڪيو يا وسيو تہ ان کي خراب سمجهيو ويندو آهي هن مهيني ۾ گهر جو بنياد نہ رکيو ويندو آهي جي رکيو تہ پريشاني نہ ويندي، نئون ڪاروبار بہ هن مهيني ۾ نہ ڪرڻ گهرجي.

**ڦڳڻ** : ڦڳڻ ڦر ڦلو وڻ ڦوٽ، سيءُ پيو تہ ڀور چٽي ويندو تباهي ۽ ڏُڪر جا آثار.

**ويساک**:ـ هن مهيني ۾ برسات پئي تہ ٻيڙا پار. بک ڪونہ رهندي، مذهبي طرح سان پلارو مهينو آهي. خيرات ڪبي آهي.

هر مهيني ۾ ڇهہ مخصوص ڏينهن هوندا آهن جن کي ڪچا ڏينهن چئبو آهي. انهن ڏينهن ۾ گهر ٺاهيو تہ باهہ لڳندي، ڪاٺي وڍي نہ تہ نقصان ٿيندو. ڍور ونبو تہ مرندو يا چوري ٿيندو انهن ڏينهن ۾ ڪٿ بہ نہ واٽجي سفر بہ نہ ڪجي.

**چوماسي جا چار مهينا.** جن ۾ ساوڻ، بڊو، اسُو ۽ ڪتي شامل آهن. هنن مهينن لاءِ چئبو آهي تہ چوويهن ڪلاڪن ۾ هڪ وقت کائجي، ڪٿ تي نہ سمهجي، هيٺ سمهجي، حجامت نہ ڪرائجي، ڏاڙهي بہ نہ لاهجي.

**اماس رات**: نئين چنڊ اڀرڻ کان اڳ واري رات کي، اماس چئبو آهي.

**پونم رات**: چوڏيهن جي رات کي پونم چئبو آهي. هندوان رات وِرت يا روزو رکندا آهن.

**آکاڙ**: هن مهيني ۾ برسات پئي تہ ٻوڏ ٿيندي نقصان ٿيندو.

**بڊو**: اڳي ڦٽيون هن مهيني ۾ چونڊبيون هيون، پر هاڻ ڦٽين جون نيون جنسون اچي ويون آهن.

**ڪتي**: ڪتي جي برسات فصل لاءِ خراب هوندي آهي. جي هن مهيني ۾ ڪا بيماري لڳي تہ ڪاتي پئي ۽ اها ٿي مهينا هلندي، هن مهيني ۾

گهر صاف رکجي، خيرات ڪجي، سوالي کي خالي هٿين نـ ڇڏجي. ڇنڇر جي ڏينهن پنگي کي ـان ڏجي پر اهڙي لڪ ۾ ڏجي جو خود پنگي کي بـ خبر نـ پوي، پئسا وغيره ڏجن يا ان يا اٽي ۾ وجهي ڏجن.

**پوهہ:** سخت سياري جو مهينو آهي پوهہ ڪلڙ کوهہ هن ۾ اڪثر بيماري ٿيندي آهي.

**اسُو:** پاڳ وارو مهينو آهي. اڪثر ماڻهو گهر جو بنياد اسو ۾ رکندا آهن. انهن موسمن کان سواءِ ڪي موسمون اندر جـون بـ هـونـديـون آهـن، جن جي لاءِ ڪنهن بـ گهربل يا مقرر مهيني جو هجڻ قطعاً ضروري ناهي. اهي ڪڏهن بہ ڪٿي بـ اچي سگهن ٿيون. اڄوڪو نسل جيڪو گهڙين کان بـ گهڻو ڪري بي نياز ٿي موبائل تي وقت ڏسي ٿو ۽ انٽرنيٽ استعمال ڪري ٿو انهن لاءِ اهي ڳالهيون پڪ سان اوپريون هونديون پر مقامي علاج جي طريقن، سيڪاريل ڪتن جي بجاءِ مقامي پيرين تي پاڙڻ ۽ جديد آرڪيٽيڪٽ جي نالي تي ساهہ منجهائيندڙ گهرن جي بجاءِ ڏکڻ منهن ۽ منگهن وارن گهرن جهڙي مقامي لوڪ ڏاهپ وٽ مقامي طور وقت ڏسڻ ۽ مختلف ڪمن لاءِ وقت جا ماپا مختلف هئا جيڪي هاڻي جنوري جولاءِ ۽ ڊسمبر جي ور چڙهي ويا آهن. بهرحال اچو تـ وقت جو قدر ڪريون ۽ انهن جو بـ جن جو ڪرڻ کپي، ڪٿي ائين نـ ٿئي جو پاڻ بـ ڳائيندا وتون ۽ پوءِ پڇتايون تـ **"وقت ڪرتا جو وفا تو آپ هماري هوتي" يا مرڪ مهانگي نـ ٿئي**ا ۽ **خوابن جو لانگ مارچ** ڪتابن جي شاعر، نسيم بلوچ جو نظم

هيءَ نويدِ صبح آهي ويجهڙي..!!
پر ڪٿان راڪاس آيو ڪو گهڙي،
جو ڪسي ويو ساهه جي ير چڙي،
آهه جاري جنگ هن اونداهه سان،
ها اسان ٻاريون ٿا ڏيئا ساهه سان!!
ٿا ڪيون رانديون اسين باهه سان...!!
پروان تو پچندي ڏٺا مونکي ٻڏاءِ!
او امڙ او جيجڙي منهنجي امي!!
تو ڏني هئي آخري منهنجي چُمي،
جيڪا ڏرتي کي ڏني هئي مون نمي.
هي نويدِ صبح آهي ويجهڙي...

رزواني ڪاوش حيدرآباد اربع 24 جون 2009ع

# گهر ناهڻ جي لوڪ ڏاهپ

اسان کي جڏهن کان شعور آيو آهي. هن گهر جي ضرورت محسوس ڪئي آهي ۽ ان جي ڳولا ۽ ان لاءِ جاکوڙ ڪئي آهي. غارن کان وٺي عاليشان محلن ۽ ڪوٺن ۽ قلعن تائين، انسان گهر جي حوالي سان مختلف مرحلا طئہ ڪيا آهن. گهر انسان جي بنيادي ضرورت رهيو آهي پر ڪلهہ جنهن گهر کي بنيادي ضرورت کان هٽي هڪ آسائش تي سمجهيو سا آسائش وري وقت گذرڻ سان بنيادي ضرورت ۾ بدلجي وئي ۽ ان لاءِ آسائش وري ڪا ٽئين شئي تي پئي. ڪالهہ انسان گهر ناهي سڪون جي تلاش ۾ گهر ناهڻ جي چڪر ۾ اچي ويتر پريشان ٿو ٿئي.
جيئن مختلف جاگرافيائي خطن ۾ گهر مختلف طريقن سان ناهجن ٿا ائين وري اڄ ڪلهہ گهر ڪنهن جو اسٽيٽس ۽ معيارِ زندگي ظاهر ڪرڻ جو ذريعو بڻجي ويا آهن. پل پلان جي چڪر ۾ ۽ ٻين کي مرغوب ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ڪي گهر چِڙيا گهر تہ ڪي وري عجائب گهر جو ڏيک ڏيندا آهن. گهر جيڪو بنيادي طرح هڪ تحفظ جو احساس ڏياريندڙ ۽ سڪون جي جڳهہ هئي يا هئڻ گهربي هئي. اُهو اها ضرورت ڪيتري ٿو پوري ڪري، ان جو اندازو طنزيہ طور چيو ويندڙ **’گهر جهڙي ماحول‘** مان لڳائي سگهجي ٿو.
جيئن جيئن انسان ترقي جون منزلون طئہ ڪندو ويو تئين هن جي رهڻي ڪهڻي ۽ گهر جي نموني ۾ تبديلي ايندي وئي. شروعاتي دور ۾ گهر اس، هوا، گرمي سردي ۽ برسات ۽ خونخوار جانورن کان پاڻ بچائڻ

لاءِ ناهيا ويا تہ اڳتي هلي گهرن تي مذهب بہ غالب اچي ويو ۽ ان جو رخ ڪان ويندي ڊزائين تائين ڪيترين ئي شيون مذهب، ڪي سامهون رکي جوڙيون ويندون رهيون. رڳو تر جي چونئري سان ئي هندو مسلم جي خبر ڪونہ پوندي هئي بلڪ گهر مسلماني جي مختلف حڪومتي دورن ڪي بہ ظاهر ڪرڻ لڳا.

سنڌ ۾ عام طور تي هيٺين قسمن جا گهر ۽ انهن جون ڇتيون ٺاهيون وڃن ٿيون.

چونئرا، لانديون، ڇپر، منهہ، پيهيون، اوڏڪا، ڪچا گهر، ڪچين سرن وارا گهر، پڪين سرن وارا گهر، ڪالم سسٽم ۾ يا بلاڪ وارا گهر وغيره. ڇتون: سرن جي، ڪانهن جي، ڪپ جي، ٽي آر گارڊر جي، بانس ۽ ڪانن جي آر سي سي جي وغيره.

چونئرو گولائي تي هجڻ ڪري زلزلي وغيره ۾ جلدي نٿو ڪِري. گهٽ وقت ۾ ۽ ٿوري سامان ۾ تيار ٿئي ٿو. اڪثر تر ۾ ناهيو ويجي ٿو ۽ ان لاءِ گهربل سامان بہ تر ۾ آسانيءَ سان مليو ويجي. وڏيڪ هوادار هجي ٿو. ڪٿي ڪٿي وڏا ماڻهو پنهنجن بنگلن ۾ شاندار چونئرا ٺهرائين ٿا. هن جي ڇت ۾ (مل ۾) نسبتا ننڍيون ڪاٺيون ڪاٺيون، جيڪي ڪنڊي، ڪبڙ روهيڙي نم وغيره جون هونديون آهن. اهي استعمال ڪبيون آهن. جيڪي مقامي طور آسانيءَ سان ملي وڃن ٿيون. ڪايا، اڪ، ٺاڪرو ڪپ، ڦوڳ، سڙ، سيڪ، سيڻ، مورٿ يا ٻاجهري جي ڪانن وغيره جا استعمال ڪبا آهن. هندن جي چونئري جي وچ واري مٿئين گولي ۾ فت ڪن جي ڪاٺي جنهن کي تاج بہ سڏبو آهي. اها ٻاهر نڪتل هوندي آهي. جڏهن تہ مسلمانن جي چونئري جي ڇت لسي هوندي آهي. انهي

طريقي سان پري کان ٿي Traditional Communication جي طريقي سان هندو مسلم جي خبر پئجي ويندي آهي. چونئري ۾ سونهن سرس ۽ لانڍيءَ جي مقابلي ۾ عمر بہ وڌيڪ هجي ٿي.

لانڍي: جنهن کي ڇپر، ڪڙ بہ سڏبو آهي. سا گهڻو ڪري بئراج، ڪڇي ۽ ميداني علائقن ۾ ٺاهبي آهي. ان جي ٿوڻين لاءِ گهربل، ٻير، نم، ٻير ٽالهي وغيره جي ڪاٺي ۽ ڪاين يا پيچر لاءِ گهربل باهڻ، لئي، مانجهلي، سيوري، مانجهانڊڙي، جي ڪاٺي مقامي طور تي ڪثرت سان ملندي آهي/هئي. پٽن يا پتر لاءِ ڪڙ لئي، سر وغيره کي استعمال ڪبو هو. ڇت ۾ استعمال ٿيندڙ وچين وڏي ڪاٺي جنهن کي ڪانيڻ، لاٽڻ يا آڏ سڏبو آهي ان کان علاوه ڇت ڍڪڻ لاءِ سر، ڪِپ ۽ ڪانهہ بہ استعمال ڪبا آهن. ڪِپ کي ابتو ڪري، پاڙمٿي ۽ چوٽي هيٺ ڪري، سرن وانگر رکڻ سان برسات اندر نہ ايندي آهي انهن کي ٻڌڻ لاء گهربل واڻ جي جڳهہ تي کپ ۽ ڊِين جون نوڙيون ٺاهي بہ استعمال ڪبيون آهن. لهواري ڇت جي ڪري برسات جو پاڻي اندر نہ ايندو آهي. هن جي ڀتين توڙي ڇت ۾ سنڌا وڌيڪ هجڻ ڪري، ان جي ڪرڻ جا امڪان (زلزلي توڙي هوا ۾) وڌيڪ هوندا آهن. چونئري جي مقابلي ۾ لانڍيءَ ۾ جڳهہ وڌيڪ هوندي آهي.

اوڏڪين ڀتين وارا گهر، چيڪي مٽي ملڻ وارن علائقن ۾ وڌيڪ ٺاهبا آهن. اهي گهر گرمي ۾ سرد ۽ سرديءَ ۾ گرم هجن ٿا. جيڪڏهن انهن جي ٺاهڻ وقت، استعمال ٿيندڙ مٽي سٺي نموني ماريل (ڳوهيل يا لت ڏنل) هوندي تہ اهڙن گهرن ۾ ڪاٺ هٽڻ، چورن لاءِ، سرن جي مقابلي ۾ گهٽو ڏکيو هوندو آهي. ڇو جو هڪڙي سر نڪرڻ بعد ٻئي کي ڪيرڻ

سولو هجي ٿو پر اوڏڪي پٽ ۾ اهڙي ڪا به سهوليت ميسر نه هوندي آهي. ان ڪري چورن لاءِ اهڙيون پٽيون مٽي جو سور هونديون آهن. اهي وڏيڪ مضبوط ۽ ٿلهيون هونديون آهن. ان ڪان علاوه اوڏڪيون پٽوين سرن جي مقابلي ۾ وڏيڪ ٿلهيون به هجن هيون. اڄ ڪلهه جتي ڪٽي سم ۽ ڪلر جو آزار وڏي وجهڻ جي ڪري، خوبصورتي جي ڪري ۽ سنهي ڪان سنهي پٽ ناهي، وڌ ڪان وڌ جاءِ بچائڻ جي چڪر ۾ اوڏڪين پٽين جو رواج ختم ٿيڻ جي ويجهو اچي پهتو آهي. نه ته گذريل زماني قلعا ۽ ڪوٽ به اوڏڪين پٽين جا ناهبا هئا.

پڪين سرن واريون جايون عموما گرمي ۾ گرم ۽ سردي ۾ سرد هجن ٿيون. ان ڪري اڳي انهن جي ٿولهه 24 انچ پوءِ 18 انچ پوءِ 13 انچ پوءِ 9 ڪان ٿيندي 6 ۽ هاڻ چئن انچن تائين پهچڻ ڪري گرميءَ سرديءَ جو اثر وڏيڪ ٿئي ٿو. ان ڪري گرمين ۾ اي سي ۽ پکا ۽ سردين ۾ هيٽر وغيره لازمي ٿيو پون. اڳي ٿلهين پٽن هجڻ ڪري گرمي سردي جو اثر گهٽ ٿيندو هو. ان جو علاج اهو به ڪيو ويو ته ڇت جي سطح يا اونچائي مٿي ڪجي، گهرن ۾ روشن دان رکجن يا گهرن اندر باهه ٻارڻ ۽ دونهين ڪان بچڻ لاءِ (آتشدان) ناهجن ۽ مٿي ڇت ۾ منگهه رکجن. جڳهه ۾ منگهه رکڻ سان هوا ايندي هئي ۽ ڪراسنگ به ٿيندي هئي. پر پوءِ آر سي سي ڇتيون اچڻ بعد منگهن جو جڙڻ رواج ئي ختم ٿي ويو نه ته اڳي حيدرآباد ۾ ايترا ته منگهه هوندا هئا جو ان کي ڇتبوئي منگهن وارو شهر هو. ويجهي ماضي ۾ رڳو چام صادق دور ۾ جڏهن سندس ڳوٺ چام نواز علي کي تعلقي جو درجو ڏئي اتي وڏي پئماني تي اڏاوتون ڪرايون ويون ته اتي ڪوارٽرن ۾ منگهه به ٺهرايا ويا. آر سي سي ڇتن ڪان به اڳ

تي آر گارڊر يا بانسن ڪاٺين جون ڇتيون هونديون هيون. انهن ڇتين ۾ لچڪ وڏيڪ هجڻ ڪري ۽ زمين يا پلاٽ گهٽجڻ، آبادي وڌڻ سبب، ڪُڏ جي مٿان ڪڏ ناهڻ لاءِ آر سي سي ڇتن جو رواج پيو. جنهن جي ڪري مٿي اڏاوت لاءِ جاءِ تہ ملي وئي پر جاين ۾ گرمي جي شدت تمام گهڻي وڌي وئي آهي. ان ڪان علاوه آر سي سي ڇت جي ڊاهڻ بعد ان جو ڪو بہ سامان، ٻيهر ڪم جو نٿو رهي. جڏهن تہ ٻين ڇتن جو سامان وري بہ ڪم اچي سگهي ٿو.

انهن سيني ڳالهين جي هوندي بہ گهر آهي. پوءِ چاهي اهو ڪنهن امير جو محل هجي، بادشاهہ جو قلعو هجي، غريب جي جهوپڙي هجي، پکي جو آکيرو هجي يا جانور جي ڏر يا ٻر هجي. جهڙو سڪون، آرام ۽ تحفظ جو احساس گهر ۾ هجي ٿو. گهرن کي اجان بہ وڏيڪ پرسڪون ۽ آرام ده بڻائي باقي زندگي سکي گذاريون.

**چونئرو:**

گولائي تي ٺهندڙ هي گهر ڪيترن ئي حوالن سان منفرد حيثيت رکي ٿو.

گولائي جي ڪري لانڍي جي مقابلي ۾ هي مضبوط هوندو آهي.

جهڪ ۾ ڪرڻ کان محفوظ رهندو آهي.

هن ۾ برسات گهٽ اندر ايندي آهي.

چونري جي عمر لانڍي جي مقابلي ۾ وڏيڪ هوندي آهي.

چونئري ۾ سونهن سرس هوندي آهي.

هيءَ گرمي ۾ ٿڌو رهندو آهي.

هن جي ناهڻ لاءِ گهربل سامان آس پاس آساني سان ملي ويندو آهي.

چونئري ۾ اڪثر ڪري ڪپ ۽ سڻ استعمال ٿيندي آهي. ڪپ جي

نوڙي بہ وٽبي آهي. ان کان علاوه چونئري ۾ ڪرڙ ۽ ڦوڳ جي ڪاٺي جيڪي مضبوط ڪاٺيون مڃيون وينديون آهن، اهي استعمال ڪبيون آهن پراڻن ڪنڊن جي اندر جيڪا ڪاٺي هوندي اهي جنهن ڪي سِرڪ چوندا آهن، جيڪا بہ بيحد مضبوط ٿيندي آهي. اها بہ استعمال ڪئي ويندي آهي.

خاص ڳالهہ تہ چونئري مان پري کان ئي هندو مسلم جي گهٽو ڪري خبر پئجي ويندي آهي. اهو ائين تہ چونئري جي چوٽيءَ تي جيڪڏهن ڪاٺي ٻاهر نڪتل هجير تہ اهو گهر هندن جو ۽ بغير ڪاٺي جي مسلمانن جو سمجهيو ويندو آهي اها ڪاٺي ڇهن انچن کان هڪ فٽ تائين هوندي آهي ڪي مسلمان بہ ڪاٺيءَ ٻاهر ڪڍندا آهن ۽ ان کي هو سونهن جي نشاني سمجهندا آهن پر ائين تمام گهٽ ٿيندو آهي.

لانڍيون: ڪي ماڻهو لانڍي کي چونئري جي مقابلي ۾ وڌيڪ خوبصورت سمجهن ٿا. لانڍي، چونئري مقابلي ۾ جڳهہ وڌيڪ هوندي آهي پر ان ۾ چونئري جي مقابلي ۾ برسات وڌي ايندي آهي ۽ هوا ۾ ڪرڻ جا امڪان بہ وڌيڪ هوندا آهن. ڪري پوڻ جي صورت ۾ لانڍي ۾ چونئري جي مقابلي ۾ نقصان وڌيڪ ٿيندو آهي. لانڍيون ميداني علائقن ۾ وڌيڪ ٺاهيون آهن. چونئرا ٿر ۾ ميداني علائقن ۾ رهندڙ ٿري ماڻهو وڌيڪ ٺاهيندا آهن.

## گهر جي مُهڙ:

## ڏکڻ طرف مهڙ ڪرڻ جا سبب

گهر جي مُهڙ گهڻو ڪري ڏکڻ اوير ڪئي ويندي آهي، جنهن جا هيٺيان سبب آهن. هن خطي ۾ گرمي جي موسم ۾ ڏکڻ جي هوا لڳندي آهي. ان

ڪري مهڙ ڏڪڻ ڪبي آهي. ڏڪڻ مهڙ ڪرڻ سان گهر اندر هوا جهجهي ايندي آهي جيئن ته هتي اناج به گهرن اندر رکيو ويندو آهي ان ڪي به هوا لڳندي آهي، جنهن سان ان خراب ٿيڻ جو امڪان گهٽ هوندو آهي. جيئن ته گهر ۾ ڪو نه ڪو پوڙهو يا ٻر هوندو آهي، ان ڪي ڪاڙهي يا تڙڪي جي ضرورت هوندي آهي. اڀرندي مهڙ ڪرڻ سان صبح جا ڪرڻا گهر ۾ داخل ٿيندا آهن ۽ پوڙهي ۽ ٻارن ڪي اس ملندي آهي گهر جي اڀرندي مهڙ ڪرڻ سان لهندڙ سج جي پاڇي جي ڪري گهر اڳيان ڇانو ٿيندي آهي، جيڪا شام جو ٻاهر ويهڻ ۾ مزو ڏيندي آهي.

## اوڀر مهڙ ڪرڻ جا سبب

جيئن ته گهر ۾ ڪو نه ڪو پوڙهو يا ٻار هوندو آهي، ان ڪي ڪاڙهي يا تڙڪي جي ضرورت هوندي آهي اڀرندي مهڙ ڪرڻ سان صبح جا ڪرڻا گهر ۾ داخل ٿيندا آهن. گهر جي اڀرندي مهڙ ڪرڻ سان لهندڙ سج جي پاڇي جي ڪري گهر اڳيان ڇانوَ ٿيندي آهي. جيڪا شام جو ٻاهر ويهڻ ۾ مزو ڏيندي آهي.

## الهندي نه ڪرڻ جا سبب

مسلمان ڪعبة الله شريف جي ڪري ان طرف منهن نه ڪندا آهن. بي ادبي سمجهي ويندي آهي. ڇو جو اڪثر ڪري گرڙي يا ٿُڪ به دروازي کان ٻاهر اڇلائبي آهي. ڪنهن کي پوندو ڏٺي سگهجي تو. مسلمان اوڏهين منهن ڪري نماز پڙهندا آهن. هندو ماڻهو مرڻ تي ڪٽڻ مهل ان جا پير اولهه ڪندا آهن. مذهبي طرح سان انهن ڳالهين ڪري اولهه مهڙ نه ڪبي آهي. جڏهن ته اولهه وارو سج تپش واپسي ۾ ڪندو آهي.

خصوصا گرمي جي موسم ۾ ان ڪري بہ ان طرف مهڙ ڪرڻ کان پاسو ڪبو آهي. اتر وانگر اولهہ جي هوا بہ تڏي هوندي آهي ان ڪري بہ اولهہ مهڙ نہ ڪبي آهي. مال جو واڙو وغيره بہ گهٽو ڪري اتر اولهہ کان بند رکبو آهي. باقي ڏکڻ هوا جي ڪري ۽ اوپر اس جي ڪري کليو رکبو آهي. پارڪر واري پاسي هوا جو رخ اولهہ مان هجڻ ڪري اتي گهرن جا منهن اولهہ ڪبا آهن.

### اتر طرف مهڙ نہ ڪرڻ جا سبب

چوندا آهن تہ اُتر قطب تارو آهي، ان ڪري ان پاسي مهڙ نہ ڪجي. هي پاسو ٻين پاسن کان وڏيڪ ڳرو آهي. ان سبب بہ اتر مهڙي ڪبي تہ ڪو نہ ڪو نقصان ٿيندو. هتي سياري ۾ سرد هوائون اتر کان لڳنديون آهن، اتر جي برسات بہ تيز ايندي آهي ۽ اتر اوير جون جهڪون بہ لڳنديون آهن ان ڪري اتر مهڙ ڪرڻ سان هر ممڪن طريقي سان پاسو ڪبو آهي. اتر مهڙ مذهبي حوالي سان نہ ڪبي آهي.

# صاف پاڻي ۽ لوڪ ڏاهپ

برسات جيڪا پاڻيءَ جو وڏو ذريعو آهي، ان جي اچڻ جا امڪان چٽا ۽ ان بعد ڦهلجندڙ مختلف بيمارين جي پڪ هوندي آهي. برسات جو پاڻي، جيڪو جياپو آهي، جيڪو زندگي آهي ۽ جيڪو زندگي جي بقا جي ضمانت آهي. پر ڪهڙو پاڻي؟ اهو جيڪو اڄڪلهه اسان عام ماڻهو عرف ”ڪُت خلق“ پيئون پيا؟ اهو پاڻي؟ نه قطعي نه. اهو پاڻي صحت لاءِ ڪيتري قدر نقصانڪار آهي! اچو ته ان تي هڪ نظر وجهون.

اسان کي عام طور تي پاڻي، برسات، ڪينالن ۽ جر ذريعي ملي ٿو. جر جنهن ۾ ٽيوب ويل، کوهه ۽ نلڪا اچي وڃن ٿا. برسات جو پاڻي گهڻي ڀاڱي پهاڙن ۽ ميدانن تان ٿيندو درياهه ۾ شامل ٿئي ٿو. پر ٿر ۾ ڪٿي اهو ترائين يا ٽانڪن ۾ سئون سڌو به جمع ٿئي ٿو. جڏهن ته جر وارو پاڻي ٿر ۽ ڪوهستان ۾ کوهن ذريعي ۽ ميداني علائقن ۾ ٽيوب ويلن ۽ نلڪن ذريعي پر ڪٿي ڪٿي سماجي تنظيمن جي مهرباني سان پن چڪيءَ ذريعي به ملي ٿو. مختلف رپورٽن جي آڌار تي ماحولياتي گدلاڻ جي ڪري برسات وارو پاڻي به گدلو هجي ٿو. اڪثر ماڻهو ٻارن کي ساوڻ جي ڀرين برسات ۾ وهنجڻ کان آلودگي سبب منع ڪندا آهن برسات جبلن، ميدانن ۽ وڻن ٻوٽن جي پوڙ بعد انهن جي گندگي ۽ آلودگي پاڻ سان گڏ آڻي درياءَ ۾ شامل ڪري ٿي. ان ڪري اهڙو پاڻي بغير صاف ڪرڻ جي پيئڻ سان به بيماريون پيدا ٿين ٿيون.

ڏنو ويو آهي تہ برسات ۾ ڊائريا جا ڪيس وڌيڪ ٿين ٿا ۽ ان جو گهڻو شڪار ٻار ٿين ٿا. برسات دوران گهُٽ ۽ گرمي وڌيڪ ٿيندي آهي. ڊائريا جا جراثيم گرمي ۾ تيزي سان وڌن ٿا ان ڪري اها بيماري بہ انهن ڏينهن ۾ گهڻو وڌي ٿي. ان جو علاج پاڻي اوٻاري پيئڻ آهي جنهن تي اڪثر ماڻهو خبر هوندي بہ عمل مڙئي پورو سارو ڪن ٿا. برسات دوران ڪڏن ۽ تلائن جي آسپاس جمع ٿيل گندگي واري پاڻيءَ ۾ وهنجڻ سان چمڙي، ڪن ۽ اکين جون بيماريون ٿين ٿيون. مزي جي ڳالهہ تہ ڪجهہ ماڻهو وري پاڻي نہ هجڻ ڪري يا خراب پاڻيءَ هجڻ ڪري وهنجڻ کان لنوائيندا آهن. ان سان بہ جوئن ۽ ٻيون چمڙي جون بيماريون ٿين ٿيون. ماهرن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ اڄ سڌي طرح پليگ ۽ اهڙيون ٻيون بيماريون جيڪي ڪوئن ۽ ڪتن ذريعي ڦهلجن ٿيون، اهي بہ گندي پاڻيءَ منجهان انهن کي لڳيٰ پوءِ انسانن تائين پهچن ٿيون. ٻارن جو پيٽ وڏيل هجڻ، جسم ۾ ڪيڙا پوڻ جهڙيون بيماريون بہ پاڻيءَ جي ڪري ٿين ٿيون. گٽر مليل پاڻي سان ٽائيفائيڊ جڏهن تہ پيچش، قبض، ڪالرا جهڙيون بيماريون خراب بيٺل پاڻيءَ سان ٿين ٿيون. بيٺل ۽ خراب پاڻيءَ ۾ مڇر پلجن ٿا، انهن مان مليريا ٿئي ٿي. اهڙي پاڻيءَ ۾ ٻار مينهن ۽ ٻيا جانور وهنجن ٿا، اتي جراثيم هجن ٿا ۽ ائين بيماريون پکڙجن ٿيون. ڊينگي وائرس جو بخار بہ هڪ قسم جي مڇر سان ٿئي ٿو. اهو مڇر وري صاف پاڻي جي ننڍين ننڍين ڍبن تي ٿئي ٿو. ٿر ۾ کوهن جي پاڻي ۾ فلورائيڊ جي وڌيڪ مقدار هجڻ ڪري ڏند پيلا ٿين ٿا، ڪنهن پيلن ۽ ڪاڙل ڏندن واري کي ڏسي سنڌس علائقي جو بہ آساني سان اندازو ڪري سگهجي ٿو. ان فلورائيڊ مليل پاڻي پيئڻ

سان دماغ ۽ هڏن تي اثر پوي ٿو ۽ آخر ۾ ڪينسر به ٿي سگهي ٿو. عالمي ادارن جي رپورٽن مطابق ٿر ۾ 89% پاڻي صحت لاءِ هاڃيڪار آهي، جنهن ۾ 12 کان 32 ملي گرام في لٽر فلورائيڊ موجود آهي. جڏهن ته اهو 1.5 ملي گرام في لٽر کان وڌيڪ هجڻ صحت لاءِ نقصان ڪار آهي. پاڪستان ۾ ڪتي پاڻيءَ ۾ فلورائڊ وري گهٽ مقدار ۾ هوندو آهي جنهن ڪري به مسئلا پيدا ٿين ٿا. رپورٽن مطابق پاڪستان ۾ 85% فلورائڊ گهٽ مقدار ۾ آهي، شايد ان ڪري ٽي پيسٽ جي ڪوڪن تي فلورائڊ سان ڀرپور لکيل هوندو آهي. جر جي نلڪي واري پاڻي ۾ به اڪثر ڪري آرسينڪ يا سنکيو ٿئي ٿو جنهن جو ڪو خاص ذائقو يا رنگ نه ٿو هجي ان ڪري ان جي موجودگيءَ جي خبر ڪان عام ماڻهو بي خبر رهي ٿو. رڱو رنگ جو صاف ڏسي ان ڪي بهتر سمجهي استعمال ڪري ٿو. جنهن سان هاءِ بلڊ پريشر، هيپاٽائٽس اي ۽ ڊي، دست، چمڙي جو ڪينسر ۽ خاص ڪري هٿن جي چمڙي سخت ٿيڻ ۽ ٻيون بيماريون ٿين ٿيون.

اسان وٽ عام طور تي پاڻي خراب ٿيڻ جا هيٺيان سبب آهن:

انسان ۽ جانورن جو فضلو برسات ۾ وهي ڪينالن ۽ دريائن ۾ اچي ٿو. پيسٽيسائڊ، خاص طور تي اها پيسٽيسائڊ جنهن تي ٻي دنيا ۾ بندش پيل آهي. جيئن ڊي ڊي ٽي وغيره پر ان جوهتي استعمال سرِ عام ٿئي ٿو انهن جي دبن ۽ ٻين ٽانون ڪي شاخن ۽ واٽرن ۾ ڏوتو وڃي ٿو. دوا ڏنل ٻنيءَ جو پاڻي وهي وڃي واهن ۾ شامل ٿئي ٿو يا سم جي شڪل ۾ جر سان ملي ٿو. صنعتي علائقن ۾ مرڪري ۽ ٻين خطرناڪ ڪيميڪلز جو استعمال ۽ پوءِ انهن جي واهن ۾ نيڪال سان پيئڻ

واري پاڻي جو خطرناڪ حد تائين مضرِ صحت ٿيڻ. گٽرن جي پاڻي جو واهن ۾ سڌو ڇوڙ ڪرڻ. جنهن سان سمنڊ ۾ تمر ۽ مڇيون ۽ دريائن ۾ مڇيون ۽ ٻيو آبي جيوت کي سخت نقصان پهچي رهيو آهي. اڄڪلهه جيڪي انڌي ٻلهڻ مرڻ Indus Dolphin جا وڏيڪ ڪيس رپورٽ ٿي رهيا آهن ان جو اهم سبب به اهو پاڻي آهي، جيڪو خاص ڪري گڏو ڪان مٿي درياهه ۾ پنجاب جي گٽرن ۽ صنعتن جو زهريلو پاڻي ڇڏڻ ٿي آهي. ان کان علاوه اڪثر ڪري واٽر سپلائي وارا ڪجهه ليڊ تائپ پائپ اهي بيماريون ڦهلجڻ باعث بڻجن ٿا. گهرن ۾ کليل ليٽرين يا ٻارن جو نالين تي ويهڻ به بيمارين کي دعوت ڏيڻ برابر آهي. نلڪا اڪثر ڪري نالين ۽ گٽرن جي ڀر سان ويهه پنجويهه فوٽن تي لڳل هجن ٿا اهي به بيمارين جو باعث ٿين ٿا. هڪ ته اسان وٽ پاڻي چيڪ ڪرڻ جون ليبارٽريون آهن ئي ڪونه، جي آهن ته انهن مان ڪو خاطر خواهه فائدو نه ٿو ورتو وڃي. سنڌ ۾ رڳو خيرپور، دادو ۽ سانگهڙ ۾ پاڻي چيڪ ڪرڻ جون ليبارٽريون آهن. ماهرن جو اهو به چوڻ آهي ته جي پاڻي صاف هجي ته چاليهن ڊاڪٽرن جو ڪم ختم ٿي وڃي ٿو. صاف پاڻي سان اسي سيڪڙو بيماريون گهٽجي سگهن ٿيون. اهي بيماريون جيڪي هڪ پاسي اسان جي بجيٽ کي هيٺ مٿي ڪريو ڇڏين. ذهني طور پريشان به ڪن، ڪمزور ڪري ڪم جي لائق به نه ڇڏين. ڪم ڪار سخت متاثر ٿئي ته پڙهائي به متاثر ٿئي، انهن جو سنئون سڌو اثر آمدني گهٽجن ۽ خرچ وڌڻ سان هجي ٿو. جنهن سان غربت وڌي ٿي ۽ ان سان وري انيڪ ٻيون سماجي برايون جنم وٺن ٿيون. ساليانه 5 مليـن ماڻهو خراب پاڻي جي ڪري زندگي تان هٿ ڌوئن ٿا. پاڪستان

حڪومت جي انگن اکرن مطابق ملڪ جي اڌ آبادي کي صاف پاڻي جي سهوليت دستياب ناهي. حڪومت جا انگ اکر ڪيترا صحيح ۽ سچا هوندا آهن؟ اهو هڪ اجان الڳ بحث آهي.

هڪ ماڻهو روزانو ٽيهن گيلنن جي حساب سان پاڻي استعمال ڪري ٿو 10 سيڪڙو ٻار پنجن سالن جي عمر تائين پهچندي پهچندي خراب پاڻيءَ جي ڪري الله کي پيارا ٿي وڃن ٿا. دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ خراب پاڻي جي صورتحال ايشيا ۾ آهي. خراب پاڻي جو اثر نه رڳو انسانن تي ٿئي ٿو بلڪ ان کان جانور ۽ پکي به محفوظ نه ٿا رهن. ڍنڍن ۽ ڍنڍين جي پاڻي سان مال جي پيٽ ۾ ڪيئان پيدا ٿيندا آهن ۽ مال کي ريبج جي بيماري ٿيندي آهي. ايل بي او ڊي جي سم نالن ۾ ڇڏيل ڪارخانن جي ڪيميڪل مليل پاڻيءَ سان ڪيترائي پکي، پوپٽ، ڏيڏر، ڪميون، پنيوريون ۽ ٻيان ننڍا ننڍا پکي ۽ جانور ختم ٿي چڪا آهن ۽ انهن جي ڏپ ڪيتريون ئي بيماريون پکيڙيون آهن.

انهن سڀني ڳالهين جو حل صرف ۽ صرف صاف ۽ جراثيم سان پاڪ پاڻي ۾ ئي آهي. نام نهاد وڏا ماڻهو يا اهي ڏاڍا ماڻهو جن جي هٿن ۾ بيوس ماڻهن جو مستقبل آهي، اهي پيئڻ لاءِ ته ڇا وهنجڻ لاءِ به منرل واٽر استعمال ڪن ٿا پر عام ”ڪُٽ خلق“ کي هڪ ته پاڻي ميسر ئي نه آهي جي آهي ته اهو بيمارين سان ڀرپور آهي. عام ماڻهو رڳو اڃ اجهائڻ خاطر پنهنجي جسم ۾ ڪيتريون ئي بيماريون پالڻ تي مجبور آهي. دلچسپيءَ لاءِ ٻڌائيندو هلان ته منرل واٽر عام پاڻي جي مقابلي ۾ زيرو پرسنٽ ڳرو هوندو آهي. جڏهن ته دريائن جو پاڻي 250، جر جو پاڻي 1000 کان پنج ڇهه هزار تائين ۽ سمنڊ جو پاڻي 30000 تائين

ڳورو هوندو آهي. واضح رهي ته 70 سيڪڙو آبادي نلڪا ۽ کوهه جن جا ذريعا استعمال ڪري پاڻي حاصل ڪري ٿي.

پاڻيءَ صاف ڪرڻ جا اسان وٽ ڪيترائي جديد طريقا موجود آهن. جن ۾ پاڻي ۾ گوريون يا پائوڊر وجهڻ. ننڍا وڏا فلٽر پلانٽ لڳائڻ. تلائن ۾ مختلف مرحلن ۾ پاڻيءَ کي آترائي صاف ڪرڻ، پاڻيءَ کي ڦٽڪيءَ هڻڻ وغيره شامل آهن. هڪ پائونڊ ڦٽڪي هڪ لک گيلن پاڻي لاءِ مقرر ٿيل آهي. ان مان توهان گهريلو سطح تي نادي يا مٽ ۾ ڦٽڪي جي استعمال جو اندازو ڪري سگهو ٿا. وڌيڪ ڦٽڪي استعمال ڪرڻ سان هڪ ته پاڻي جو ذائقو تبديل ٿئي ٿو ۽ ٻيو ته ان ۾ ڪي بيماريون خصوصاً گردن جون بيماريون ٿيڻ جي ڳالهه ڪئي وڃي ٿي.

سماجي تحقيقي تنظيم ايڪسپلورر پاران لوڪ ڏاهپ جي ماهرن کان معلوم ٿيل پاڻيءَ صاف ڪرڻ جي روايتي طريقن مطابق ڍنڍن ۽ دٻن ۾ بيٺل پن جي گونچ هيٺيان اڇي رنگ جي ڳري چڪي ڪڍي ڪنهن ٿانو ۾ وڌل پاڻي ۾ ست اٺ ڀيرا گهمائڻ سان پاڻي صاف ٿي وڃي ٿو. ڍنڍن ۽ ڍورن جي ڪنارن تي ٿيل نڙ ۽ پن وغيره پاڻي کي صاف ڪرڻ جا قدرتي طريقا يا قدرتي فلٽر پلانٽ آهن. جن کي اسان عموماً نظر انداز ڪري ڇڏيندا آهيون. ميداني علائقن لاءِ وري ڳالهه، جيئن ننڍي پاڻيءَ جي ڪنارن تي ۽ ٻنن سان بيٺل هوندي آهي ان جي پاڙ کي پاڻيءَ ۾ گهمائڻ سان به پاڻيءَ صاف ٿي وڃي ٿو. جڏهن ته ٿر ۾ خصوصاً اڇڙي ٿر جي ڊرينهه واري پراسرار علائقي ۾ جتي پاڻي جو نالو نشان به نه هجي، اتي کيهر گاهه جي موجودگي نه صرف پاڻي ويجهو هجڻ جو پڪو پختو اطلاع هوندو آهي. صاف ۽ مٺي پاڻيءَ جي

خوشخبري بہ هوندي آهي. جيڪڏهن ڪاري پاڻي جي ڍنڍ جي ڪناري ڪيهر گاهہ بيٺل هجي تہ ان جي پاڙ واري جاءِ تي فوٽ ڪن کوٽي اتان صاف ۽ مٺو پاڻي حاصل ڪري سگهجي ٿو. ٿر بر ۾ مسافرن توڙي ڌنارن پنهوارن جي پاڻي صاف ڪري پيئڻ جا توڙي پاڻي جا هنڌ معلوم ڪرڻ جا اهي ئي روايتي طريقا آهن. جڏهن تہ ڪن جاين تي بادام کي ڦٽڪي وانگر پاڻي ۾ رڳڙي بہ پاڻي کي آنرائي صاف ڪبو آهي.

ڪيترين ئي بيمارين جو حل صاف پاڻيءَ ۾ آهي جيڪو ايترو مشڪل ناهي جيترو خراب پاڻي پيئڻ بعد مشڪل ۾ گهيرجي وڃجي ٿو. اڄوڪو تہ پاڻي اوباري پيئون, مناسب نموني ڦٽڪيءَ جو استعمال ڪيون. پاڻي صاف ڪرڻ جا روايتي طريقا نہ ڇڏيون, زمين کي پورو پورو پاڻي ڏئي سم ۽ ڪلر کي گهٽائي جر کي آلودگي کان بچايون. اجايون زرعي دوائون استعمال نہ ڪريون, زرعي زهرن وارا ٿانو وهندڙ پاڻي ۾ نہ ڌوئون. گٽرن ۽ نالين کان پيئڻ واري پاڻي کي مڪس ٿيڻ کان بچايون وهندڙ پاڻي ۾ گٽر ۽ ڪيميڪل پاڻي مليل ڇوڙ ڪندڙن ۽ حياتي کي نقصان پهچائيندڙن جو گهيراءُ ڪيون. انسان توڙي مال جي غلاظت کائيندڙ جانورن ، پکين, جيتن جن ۾ گڏهہ,سوئر, ڪڪڙ, ڪانو ڳجهہ, ڪبر, گينگها وغيره شامل آهن, اهي ختم ٿي رهيا آهن انهن جي بقا, بحالي ۽ تعداد وڌائڻ لاءِ ڪوششون ڪريون ۽ انهن جي نسل ڪشيءَ کي روڪيون تہ شايد ڪيترين ئي بيمارين کان پاڻ بچائي, خرچ گهٽائي ۽ آمدني برقرار رکي سگهون ٿا.

سرڪاري توڙي سياسي ۽ اين جي او سطح تي وس وارن کي گذارش آهي تہ مهرباني ڪري ماڻهن سان نلڪن واري سياست ڪيڏڻ

ڪان پاسو ڪن. افسوس اهو به آهي ته اسان جي ماڻهن جي اڪثريت جي اوليت هاڻ رڳو نلڪو حاصل ڪرڻ ئي رهجي وئي آهي. نلڪن جي ڪري ڪيتريون ئي بيماريون پکڙجن ٿيون. ان ڪري جتي جتي ممڪن هجي،اتي پاڻي جا تلاءُ ٺهرائي نلڪي لڳائڻ جي هر ممڪن طريقي سان حوصله شڪني ڪئي وڃي.

اڄوڪي ڪالم انهن محترم مهربانن لاءِ هڪ گذارش ۽ عرض آهي ته جيڪي اڪثر چوندا اهن ته ماحوليات، لوڪ ڏاهپ يا نظر انداز ٿيل تاريخ ئي ڇو؟ ڇا انسانن جي بک، بيروزگاري، ظلم ۽ زيادتيون، قومي حقن جي ڦر لٽ، بي ايماني وغيره مسئلا ناهن ڇا؟ انسانن جي مسئلن کي اوليت ملڻ گهرجي يا حيوانن کي؟ اڄ اهو بحث ڪونه ٿا ڪيون ته اهي حيوان ۽ چرند پرند ڪيئن نه انساني حياتيءَ لاءِ ۽ انسان جي بقا لاءِ ضروري آهن. اڄ رڳو ڪين اهو عرض ڪندس ته هو جي پنهنجي پيئڻ جو پاڻي صاف ڪري پيئن جنهن سان اسي سيڪڙو بيمارين جا در بند ٿين ٿا ته چڱ مون لکڻ جو مقصد حاصل ڪري ورتو ۽ توهان برسات جي استقبال جي تياري ڪري رحمت کي زحمت ۾ تبديل ٿيڻ کان بچائي ورتو.

(روزاني ڪاوش ـ ـيع 17 جون 2009ع)

## پاٽيءَ مان بدبوءِ ۽ گندگي ختم ڪري، پاٽيءَ کي صاف ڪرڻ جو قدرتي ذريعو:

# پَنُ

قدرت ڪا بہ شئي بغير ڪنهن مقصد جي ناهي خلقي. بظاهر ننڍي کان ننڍڙي نظر ايندڙ شئي بہ ڪنهن نہ ڪنهن وڏي ڪم جي پورائي جو ذريعو يا قدرت جو ڪو نہ ڪو پيغام کنيو ايندي آهي. ڪجهہ شيون اهڙيون بہ هونديون آهن. جيڪي انسانن حيوانن ٻنهي لاءِ ڪيترين ئي خصوصيتن جون حامل هونديون آهن. اهڙين ئي شين ۾ هڪ تمام اهم شئي، ڪڏڻ ڪوٻن، ڍنڍين ڍورن، واهن، شاخن ۽ واٽرن جي ڪناري عام جام ٿيندڙ "پن" بہ آهي. جنهن کي انگريزي ۾ Typha چئبو آهي.

روايتي طور تي پن انسانن لاءِ تمام اهميت جي حامل آهي پن ٻن قسمن جي ٿيندي آهي هڪ سچي پن ۽ ٻي ڪوڙي پن. سچي پن جو پن ٻن آڱرين جي ويڪر جيترو ويڪرو ۽ ڪوڙي پن جو پن آڱر کان ڪجهہ سنهون ٿيندو آهي. مزي جي ڳالهہ تہ ڪوڙي پن وڌيڪ ڪار آمد ثابت ٿئي ۽ ان مان ٺهيل تونئريون، ۽ تڏا وڌيڪ خوبصورت هجن ٿا.

پن مان روزمرهہ جون ڪيتريون ئي شيون ٺهن ٿيون. پن نہ صرف گهريلو استعمال جي شين ٺاهڻ ۾ ڪم اچي ٿي بلڪ هن مان گهر بہ ٺهن ٿا. اوطاقن جي اڱڻ ۾ پن مان قالين جو ڪم وٺڻ کان علاوه سياري ۾ پاٽي گهٽ هجڻ ڪري چٽڪار نہ ٿيڻ سبب، پن مان روڊن رستن واهن ۽ شاخن جي پٽڙين تي ڪارپيٽ جو ڪم بہ ورتو ويندو هو. ڪنهن دل گهرئي جي اچڻ ڪاڻ جنهن پير، مير، امير، امرا جي اچڻ وقت توڙي شادي مرادي ۾ بہ پن روڊن رستن تي وڇائي جتي رستي جي ڪڏڻ کوٻن کي کُهٽائبو ۽ پربو هو/آهي اتي

اڏامندڙ مٽي ، دڏڙ ۽ ڏوڙ کان بہ بچيو ۽ بچائيو هو. پوسل ۽ سمر وا رين جاين تي تنورن ۾ رلين کي پسڻ ۽ آلو ٽيڻ کان بچائڻ لاءِ بہ هيٺ پن وڇائبي هئي اهڙيءَ طرح پن مان تڏا تونرون ۾ نماز پڙهڻ لاءِ مصلن کان علاوه مسجد جون نکون ٺهڻ کان علاوه گهر جي پٽين جي جاءِ تي پٽيون، ڇت جي جاءِ تي تڏا ۽ انهن کي ٻڌڻ لاءِ بہ پن کي وٽي رسن وارو ڪم ورتو ويندو آهي. پن جي پڪل سٽي جنهن کي دونهارو سڏجي ان مان وهاٽا بہ پربا آهن. اهو سٽو جيستائين سٽي دونهاري ۾ قابو هوندو آهي اوستائين بظاهر ٻاجهري جي سنگ جهڙو نظر ايندو آهي پر سنگ کان الڳ ٿيڻ يا کلڻ بعد اهو تمام گهڻو کلي ۽ وڏي ويندو آهي جيڪو ڏاڍو نرم بہ هوندو آهي. ان ڪري پن جي سٽي مان پريل وهاٽا ڏاڍا نرم ٿيندا آهن. غريب غربي لاءِ اهي سٽا ڏاڍا ڪم جا هوندا آهن. اڳي جڏهن اجان ڪپهہ ايتري عام نہ هئي تڏهن اهي سٽاءَ اجان بہ وڏيڪ اهميت جا حامل هئا. ڇتن لاءِ پکا عموما سرن جي ڪانن مان ٺاهبا آهن پر جي ڇت وڏيڪ خوبصورت ٺاهبي آهي تہ سر جي ڪانن بجاءِ پن جا ڪانا استعمال ڪبا آهن. اهي سر جي ڪانن کان وڏيڪ سنها هجڻ ڪري وڏيڪ خوبصورتي پيدا ڪندڙ هوندا آهن. ساڳيءَ طرح گهر جي دروازي تي پردي لاءِ استعمال ٿيندڙ چڪون بہ سرن جي ڪانن مان ٺاهبيون آهن. پر وڏيڪ خوبصورت چڪون پن جي ڪانن واريون هونديون آهن. جيڪي وڏيڪ مهانگيون بہ هونديون آهن. پن جا اهي نرم نازڪ ڪانا ڪلفين ۾ جنهور ڇِي ڏانبين طور بہ استعمال ٿيندا آهن. ڪيترين ئي فقير فقرا ڏاتيون انهن پن جي ڏانبين کي ٻارن جي ڪيترن ئي رانديڪن ۾ ڳن طور استعمال ڪنديون آهن. پن مان گتو ٺاهڻ وغيره جو ڪم تہ انسانن تمام گهڻو پوءِ شروع ڪيو پر ان کان گهڻو اڳ پن جي پاڙ واري اڇي رنگ گونچ کي لڙي يا دريائي پاٽي ۾ ڪجهہ دير هلائي، پاٽيءَ ڪي پندرهن ويهہ منٽن کان اڏ

ڪلاڪ اندر ڦٽڪي وارو ڪم بہ ورتو ويندو هوءِ جيڪو اڄ بہ ڪٿي ڪٿي ورتو وڃي ٿو. پن جي تازي ڪچي ڦٽل پاڙ جنهن کي چوپٽي سڏجي ان کي ماڻهو کائيندا بہ آهن. پن جي پاڙ کي ملاح ببڙ سڏين. جتي پن مينهن ڍڳين جو بک ۾ پيٽ پري ٿي اتي انهن ۾ ريح جي بيماري بہ پکيڙي ٿي. جنهن جو سبب پن کي چنڙيل سنها جيت هجن ٿا جن کي مهلو چئبو آهي ان کان علاوه ڪچي پن کي ڦاڙها بہ کائين ٿا. پن جي پاڙ سوئر جي من پسند غذا بہ آهي. گاهہ کائيندڙ مڇيون جهڙوڪر ڪرڙا، موراڪا، وغيره بہ اڪثر پن جي پاڙ ۾ رهڻ کي ئي ترجيح ڏيندا آهن. مجبوري ۾ هو اچڙ ۾ بہ رهن ۽ هلن پر اوليت پن کي ئي ڏين. ڍنڍين ڍورن کان علاوه خشڪ ۽ پوسل ۽ سم واريءَ زمين ۾ بہ پن ٿئي ٿي جتي هن ڪاري نانگ جي رهڻ جي پسنديده جاءِ هجي ٿي. پن ۾ ننڍڙو پکي "روڏو" يا "پن ڪٽو" اهڙا تہ خوبصورت ۽ پائيدار آکيرا ناهيندو آهي جو ڏسي عقل دنگ رهجيو وڃي.

پن مان منائي جو هڪ خاص قسم ٻوراني بہ ٺهندي آهي. ڪچي ۽ نئين چاول پن جو ڪچو سائو سٽو جڏهن سائي مان ڦري ڦڪو ٿيندو آهي تہ اهو ٻوراني سڏبو آهي. اها ٻوراني ٻار ۽ ٻڍا ڪچي بہ کائين تہ ان کي گڏ ڪري پچائي وڪڻي پئسا بہ ڪمائجن تہ تحفي طور بہ ڏين. ٻوراني تيرڻ ۽ ان جي هيٺيان وارو سٽو/سنگ پچڻ بعد دونهارو سڏبو آهي. دونهاري جي تيار ٿيڻ وارو وقت ملاحن لاءِ ڪنڌيءَ ۾ ڦاسجندڙ ۽ گوشت خور مڇين جهڙوڪر مڪر، چٽي، شاڪر، گوج، ڄرڪي، ڪڳي، سينگاري، ڍينگهٽي، ڏابڻي، منڊي/ ڊولو يا گوڊو جي ڪنڊي ۾ ڦاسائڻ وارو وقت بہ هجي ٿو. اهو وقت هن مڇيءَ جي آنيءَ مان ڦُٽل ٻچن جي وڏي ٿيڻ تي الڳ ٿيڻ وارو هوندو آهي. مڇي آني ۽ ٻچن سبب ٿڪل هجڻ ڪري دونهاري وقت وڏيڪ کائڻ جي موڊ ۾ هجي ٿي. جنهن جو فائدو ملاح ڪنڊي ۾ ننڍيون سنهيون مڇيون،

۽ ٻيا جيت جانور ڦاسائي هن مڇين کي پڪڙي حاصل ڪندا آهن.

پن منڊي ۽ سم واريءَ زمين ۾ ٿيندي آهي پر هن ۾ ايتري خاصيت به آهي جو جيڪڏهن ڪلر وارين، ڪارين ڍنڍين ۾ هن جو ٻج ڇٽجي ته اتي به نه صرف ٿي ويندي آهي بلڪ انهن ڪارين ڪڏن کي مٺو به ڪري، آبادي لائق بڻائيو ڇڏيندي آهي. پن ٻج ڪان علاوه پاڙ پٽي، ٻئي هنڌ قلم وانگر لڳائي سگهبي آهي. اهڙيون ڪڏون وڏيون ۽ گهريون هجڻ ڪري جيڪڏهن پوکي آبادي لائق ڪٽي نه به بڻجن تڏهن به هڪ ته اهي پن جي ڪري، سايون ۽ سهڻيون بڻجي ڏسڻ جهڙيون ۽ پکين پکڻ جي رهڻ جهڙيون ٿي پونديون آهن. جيڪڏهن انهن ۾ ڪجهه قدر تازي پاڻيءَ جو بندوبست ڪجي ته اتي مڇيون، ڪميون ڏيڏر ۽ ٻئي اهڙي مخلوق به ٿي سگهي ٿي ته اتي بدڪون به پالي سگهجن ٿيون. جهنگلي جيوت لاءِ ڏينهون ڏينهن تنگ ٿيندڙ هن ڌرتيءَ تي اهي ڪڏون پن پوکي، قدرتي پناهه گاهون بڻائي، انهن ڪڏن مان اضافي فائدو حاصل ڪري سگهجي ٿو. پن نه صرف اهڙن بظاهر بي ڪار ۽ غير اهم بنائڻ جو باعث بڻجي سگهي ٿي بلڪ ان مان ٻيا به ڪيترائي فائدا حاصل ٿين ٿا. ٿوري توجهه سان پن مان اجان به وڌيڪ ٻيا فائدا به حاصل ڪري سگهجن ٿا.

روزاني ڪاوش جمعو پهرين آڪٽوبر 2010ع

# پکين جون اڳڪٿيون ۽ اشارا

ڏکڻ آفريقا ۾ ٿيندڙ فوٽ بال جي ورلڊ ڪپ دوران جرمني جي ”پائول“ نالي آڪٽوپس اٺ ڪڙهو / ڪيڪڙي ميچن بابت اٺن جون اٺ صحيح اڳڪٿيون ڪري ماڻهن کي حيران ڪري ڇڏيو. جن ۾ فائنل واري اڳڪٿي بہ شامل آهي. جڏهن تہ ساڳئي آڪٽوپس 2008 جي يورو ڪپ ۾ پنجن مان چئن مئچن بابت صحيح اڳڪٿيون ڪيون هيون. انهي آڪٽوپس/ڪيڪڙي پاران اڳ ڪٿيون ڪرڻ تي جتي وڏا بحث مباحثا هليا اتي اها ڳالهہ بہ صحيح ثابت ٿي تہ قدرت طرفان پکين ۽ جانورن کي بہ اڳڪٿيون ڪرڻ جي ڏات مليل هوندي آهي. اها ہي ڳالهہ آهي تہ اسان سنڌين وٽ بہ پکين ۽ جانورن جون اڳڪٿيون سالن ۽ صدين کان ٿينديون اچن پر اڄڪلهہ اڌ پڙهيا انسان ، انهي قدرت جي ڏات ۽ ڏان کي نہ سمجهي سگهڻ سبب ماڳهين انهن جو مذاق اڏائيندي، انهن کان انڪاري آهن. اهڙا اڌ پڙهيا ۽ احساس ڪمتريءَ جا ماريل هاڻ جرمني جي آڪٽوپس جي اڳڪٿين کان پوءِ سوچڻ تي ضرور مجبور ٿيا هوندا. اهڙن ماڻهن تي پاڻ بہ متاچري نظر وجهندي ڏسون ٿا پنهنجي پاسي، پکين پاران مختلف اڳڪٿين ۽ خطرن جي نشاندهي ڏانهن.

پکي نہ صرف ڌرتيءَ جي سونهن وڌائڻ، مٺيون ٻوليون ٻولي، فڪرن ۽ پريشانين ۾ غوطا کائيندڙ انسانن جو ڪجهہ وقت لاءِ ئي سهي پريشانين کان ڌيان هٽائڻ جو باعث بڻجن ٿا بلڪ هو فصلن مان

نقصانڪار ڪيڙا ۽ جيت کائي، فصلن کي نقصان کان بچائي، فائدو پهچائين ٿا بلڪ پکي مختلف طريقن سان، فطرت طرفان انسانن لاءِ مختلف پيغام ۽ نياپا بہ آڻين ٿا. جن ۾ برسات اچڻ، موسمون مٽجڻ، فصل پوکڻ يا لڻڻ جو وقت اچڻ، غمي، خوشي، مصيبت يا بيماري جو اچڻ جا پيغام بہ شامل هجن ٿا. ڪي ماڻهو ڪن پکين جي، نظر اچڻ يا بولڻ کي ياڳ نياڳ سان بہ تشبيهہ ڏيندا آهن. مختلف پکين يا جانورن جي مختلف وقتن تي بولڻ کي ياڳ نياڳ چوڻ يا سمجهڻ جي حوالي سان سانگهڙ جي پهرين شهيد صحافي فقير محمد رحيم مهر الفقراءَ جو فرزند، "تعليم ۽ ترقي بهترين انتقام آهي" جي نظرئي تي عمل پيرا فقير علي محمد مهر جي بقول تہ پکي ۽ جانور تہ اڳواٽ انسانن کي خطرن کان آگاهہ ڪن ٿا. انهن جي بولڻ کي نياڳ چوڻ وارن جي عقل تي شڪ ڪرڻ گهرجي. اها وڏي جهالت آهي.

## مختلف پکين جا مختلف طريقن ۽ وقتن تي اينڌڙ اشارن ۽ پيغام:

**ڪُڙل**: (باز جو هڪ قسم) جو ڍنڍن، ڍورن ۽ درياءَ تي اچڻ جي معنيٰ مٿين علائقن ۾ برفباري يا سخت ٿڌ سبب پاڻي جي ڄمي پوڻ ڪري، هيٺ پاڻي جي ڪوٽ ٿيڻ جو اڳواٽ اطلاع هجي ٿو. ان ڪري جڏهن ڪڙل سنڌ ۾ پهچي ٿو تہ ڄڻ هتي جي ملاحن لاءِ قدرت طرفان اهو پيغام هوندو آهي تہ هاڻ ڍنڍن ۽ ڍورن ۾ پاڻي گهٽبو. مڇي گهٽ مرندي، آمدني گهٽبي تہ گهٽ پاڻي هجڻ ڪري بيون متوقع تبديليون بہ اينديون. ان ڪري ڪڙل جي موجودگي تائين احتياط کان ڪم وٺجو.

**پپيهو**: **پپيهي** جو ٽڙ ۾ ۽ **ڪوئل** خاص طور ٿَي ميداني علائقن ۾

ٻولڻ، برسات جي موسم اچڻ جي علامت هجي ٿو. اهو ٻه ڄڻ ته ماڻهن کي اڳواٽ خبردار ڪرڻ ۾ برسات کان بچڻ يا برسات مان گهربل فائدن وٺڻ جو اڳواٽ اطلاع هجي ٿو.

**تاڙو:** **تاڙي جو ٻولڻ** برسات جو ماحول صفا تيار هجڻ ۾ ڪنهن به وقت برسات پوڻ جو اهڃاڻ هجي ٿو.

**آر:** آرون نالي هڪ صفا ننڍڙي جيت جو ٻولڻ به برسات جي عِلامتن مان هڪ علامت هجي ٿو. آرون جنهن کي پٽائي سرڪار به ڳايو آهي.

**ڪٻر:** ڪٻرن جو سج اڀرڻ وقت ٻولڻ مهمان اچڻ ۾ بعد ۾ ٻولڻ گهر ياتين جو پاڻ ۾ وڙهڻ ۾ جهيڙو ٿيڻ جي علامت هجي ٿو. ان ڪري جتي اڳي ئي ماحول ڪو گهڻو سٺو نه هجي ۾ مٿان وري ڪٻريون پاڻ ۾ وڙهن يا ٻولين ته ڪمزور ڏر جو ڄڻ ته ساهه نڪرندو آهي.

**جهرڪيون:** **جهرڪيون** ٽولي جي صورت ۾ زور زور سان آواز ڪن ته اها نانگ بلا يا ڪنهن ٻي زهريلي ۾ نقصان ڪار شئي جي موجودگي ۾ انسان ذات کي اڳواٽ خطري کان آگاهه ڪرڻ ۾ گهربل قدم کڻڻ جو مشورو ڏيڻ هوندو آهي.

**مور:** مور به جي نانگ، بلا يا نور کي ڏسندو ته ريهه ڪري اڏامندو آهي. چون ٿا ته جنهن ڏينهن مور ۾ نانگ جو جهيڙو ختم ٿيو ۾ هو پاڻ ۾ "مفاهمت" جي پاليسي تحت نهي ويا، ان ڏينهن قيامت اچي ويندي.

**ڪانءُ:** ڪانءُ جي پريان کان ٻوليندو اچي ته اها "ڄاڻ" (موت جي خبر) ملڻ پر گهر تي ويٺي ويٺي ٻولي ته مهمان اچڻ جو اطلاع هجي ٿو. موت جي اطلاع وقت ڪانگ جو آواز ڪڙو پر مهمان اچڻ تي مٺو هوندو آهي. سج اڀرندي ڪانو گرڙي هاري ته مهمان اچڻ ۾ جي رڙ ڪري ته

چاڻ ملڻ جي علامت سمجهبو آهي. جيڪڏهن ڪانو رات جو اڏرن يا رڙن ته ڏڪار جي نشاني هوندي آهي.

**ٻاڙهو ٻيرو** :ٻاڙهو ٻيرو (ٽونٽن) گهر جي پٺيان ٻولي ته معنيٰ گهر ڇڏڻ ۽ لڏڻ جو اڳواٽ اطلاع هوندو آهي.

**چِيرو**:چِيرو ٻوليندو ته چوري ٿيندي، موت جي چاڻ ايندي، جهيڙو ٿيندو يا ڪا نه ڪا مصيبت ايندي. چيري جو ڏسڻ يا ٻولڻ ڪنهن نه ڪنهن مصيبت جي اچڻ جو اطلاع هوندو آهي.

**ٽيٽيهر**:ٽيٽيهر پاران رات جو بيگاهه وقت تي ٻولڻ ڪنهن اجنبي جو گهر، پاڙي يا علائقي پرسان لنگهڻ جو اطلاع هوندو آهي. پوءِ ان مان ڪو ڪٽي ڪهڙو به مطلب ڪڍي! خوش ٿئي يا تپڙ تاڙي ۽ ٻور ڊڳي تي نظر رکي.

**تتر**: تتر ساڄي پاسي ٻولي ته مرد جو ڪم ته ٿئي ئي ٿئي پر عورت جو اصل نه ٿيڻ جو اهڃاڻ هوندو آهي. پر جيڪڏهن تتر عورت جي کاٻي پاسي ٻولي ته هوءَ ڀلي مالڪن جي موجودگي ۾ هلي وڃي، ڪنهن کي مجال نه ٿيندي جو ڪو کيس روڪي سگهي.

**ملهاري**: ملهاري مرد جي ساڄي پاسي ٻولي ته سنو سنوڻ هوندو آهي. مرد جنهن به ڪم سان ويندڙ هوندو، اهو ضرور ٿيندو. جي ملهاري مرد جي اڳيان ٻولي ته ڪم نه ٿيندو.

**ڪار ڪٽي**:ڪار ڪٽي جو ٻولڻ وڏي اسُر (صبح سوير) جو اطلاع هجي ٿو. جنهن تي هَرن وارا هاري ناري، گهٽو ڪري اٿڻ جي ڪندا آهن.

**ڪڪڙ** :ڪڪڙ جي ٻانگ، صبح سوير ٿيڻ ۽ سج ايرڻ جو

اڳواٽ اطلاع هجي ٿي. ان کان علاوه ڪڪڙ لاءِ چئجي ٿو تہ هو پهر پهر تي ٻانگ ڏيندو آهي. ( پهر برابر 3 ڪلاڪ) ايئن ڪڪڙ چڻ تہ ڪنهن گهڙيال جي گهنڊ جو ڪم ڏيندو آهي. مادي ڪڪڙ جو ٻانگ ڏيڻ نياڳ جي نشاني سمجهبو آهي ۽ ڪڪڙ کي انهيءَ وقت ئي سير وجهبي آهي. جيڪڏهن ڪڪڙ ليٽي تہ ڪڪڙ کي بخار يا مهمان اچڻ جي نشاني هوندو آهي. ٻنهي صورتن ۾ مالڪ ۽ ڪڪڙ ٻنهي لاءِ بخار ئي هوندو آهي.

**مک/مَکي:** مکي جو منهن پٽڻ بہ ڪنهن مصيبت اچڻ جو اڳواٽ اطلاع هجي ٿو. ڪو پلي ڪيئن بہ چوي پر آمريڪي صدر اوباما جي منهن تي بہ پيرا ميڊيا جي سامهون، مکي منهن پٽيس جنهن کان ترت ئي پوءِ سندس عوام ۾ مقبوليت ۾ گهٽي گهٽتائي اچي وئي آهي.

ساڳئي نموني مختلف پکين جو مختلف وقتن تي ٻولڻ، آنا ۽ ٻچا ڪرڻ کان ويندي پَر ڇاٽڻ، مختلف فصلن جي پوکڻ، لٽڻ ۽ لاباري، موسم مٽجڻ ۽ ڏينهن رات جي مختلف وقتن جي ٿيڻ جي اطلاع برابر هوندو آهي. پر اهو سڀ ڪجهہ انهن لاءِ آهي جيڪي پکين جي ٻولين کي سمجهن ۽ انهن کي اهميت بہ ڏين. باقي نہ سمجهڻ وارا گهڻو ڪجهہ ڏسندي بہ نٿا سمجهن. انهن کي ڇا ٿو ڪري سگهجي! يا اهي جيڪي ٻاڙ جهڙن جي نہ تہ زبان جي ٻولي ٿا سمجهن ۽ نہ ئي انهن کي پکين جون لاتيون ۽ التجائون ڪجهہ سمجهائيندڙيون.

روزاني ڪاوش اربع 21 جون 2010ع

# ڪانءُ:

## مهمان اچڻ، چاڻ ملڻ ۽ موسم مٽجڻ جو اهڃاڻ!

ڪانءَ، جيڪو بغير پالتو هجڻ جي به گهر ياتيءَ جي حيثيت رکندڙ يا اڻ ڪوئي مهمان مثل آهي، پر اهو اڻ ڪوٺيو مهمان، انهن لاءِ ڏاڍو اهم بڻجيو پوي، جن جا پرين ۽ پيارا پرديسي يا پرديس جهڙي پنڌ تي هجن. جن جي اچڻ جي اطلاع جو ذريعو ڪو به خط پٽ، فون ۽ تار نه هجي، جن جون اوسيئڙي ۾ ورتل اکيون واٽون نهاريندڙيون هجن، جيڪي پيرن ۾ سنگهرون نه هوندي به ڪڙين، جهانجهر، نٽ ۽ بولي جي زنجيرن سان ٻڌل هجن، جن جي چپن تي پرين پيارن جو نانءُ بي اختيار ايندو هجي، جن جي اچڻ نه اچڻ جي حوالي سان ڌڙڪندڙ دل، آس نراس جو شڪار تي، به واتي تي بيهي هور وجهندي هجن، جن جي اندر جي باهه کي ٿڌو ڪرڻ جو ذريعو رڳو سرد آهون ئي هجن، جيڪي پريل گهرن ۾ به اڪيلا هجن، جيڪي ڪنهن جون ٻَر ۾ پڇائون ڪن، جيڪي، لڙڪ به لوڪ کان لڪائي هاريندا هجن! ڪانءَ جي اهميت پڇڻي هجي ته اهڙين دلين جي مالڪن کان پڇجي جيڪي ٻي در نهارڻ تي اکيون به ڪانگ کي ڪيڏي ڏيندا هجن! باقي پيارن سان گڏ بي اوني ۽ بيپرواهه زندگيءَ گذاريندڙن کي ڪانءَ جو ڪهڙو قدر! پلي پيا ڪانءَ اچن ۽ وڃن، ٻولين يا نه، انهن لاءِ ته سڀ برابر! اهڙن کي ته ڪانو جو آواز به ڪڙو ۽ لُڙ مثل لڳندو آهي

ڪانءَ جتي عاشقن پاران محبوبن ڏانهن نياپا اماڻڻ جو ذريعو رهيو آهي، اتي عام ماڻهن سان گڏ پرديس ۾ پرڻايل نارين توڙي پيارن کان پري گذاريندڙن لاءِ ڪانو جو ٻولڻ عزيزن جي اچڻ سان گڏوگڏ ڏوراهين ڏيهه ۾ گهاريندڙن مان ڪنهن جي 'چاڻ' (موت جي خبر) برابر به هوندو آهي. عاشق جڏهن صفا مجبور ٿي پوندا آهن ته پوءِ هو هينئون هٿن سان ڪڍي انهيءَ اميد سان ڪانگ کي ڏيندا آهن ته من الا ڪانگ اهو ڪٽي وڃي محبوبن جي اڱڻ تي ڪائيءَ ۾ متان ڪو پڇي ٿي وٺي ته، "اها قرباني ڪنهن ڪئي!" عاشق ته اهي اکيون ٿي ڪڍيو ڪانگ کي ڏيڻ جون ڏمڪيون ڏيندا آهن، جيڪي اکيون رڳو 'پين' ڏانهن نهارڻ جو دل ئي دل ۾ ارادو ئي ڪٽي چو نه رکنديون هجن. ان ڪري ئي ته هن بظاهر ڪاري ۽ ڪوجهي پکيءَ کي 'ڪوڏاٽي' جي نالن، ڪانگ، ڪانگل ۽ ڪانگلڙي سان به سڏيو ويندو آهي. ساڳئي وقت ڪانوَ کي سنڌي ڊڪشنري مطابق ڪيانتو زاغ ۽ روڏ به چئبو آهي. ڊاتڪي ۾ ڪانو کي 'هاڏو' ۽ انگريزي ۾ House Crow به سڏبو آهي. ڪانو پکيءَ کان علاوه هڪ ذات ۽ ڪاري جي مڇيءَ جو نالو پڻ آهي. ڪانءَ جو هڪ ٻيو وڏو ۽ صفا ڪارو قسم ٿر ۽ ڪوهستان واري پاسي ملي ٿو جنهن کي Common Paven سڏبو آهي. خفتي ڪانو جي عمر، سيني پکين کان وڏيڪ، پنجاهه سال ته ڪي ان کان به وڏيڪ ٻڌائيندا آهن. ان جو سبب، ڪانو پاران سڀ کان اڳ آب زم زم پيئڻ چيو وڃي ٿو. ڪانوَ کي اڄ ڀلي اسان ڪارو ڪانءَ چئي هن جي اهميت گهٽ سمجهون، پر اهو ڪانءُ ئي هو. جنهن انسان کي، پنهنجا مئل ماڻهو پورڻ سيکاريو. جڏهن هابيل، قابيل کي قتل ڪرڻ بعد

پريشان ٿيو ته، قدرت ڪانو کي سندس مدد ۽ رهنمائي لاءِ موڪليو هن ڏنو ته ڪانو هٿي مٿل ڪانو کي زمين ۾ ڪڏو کوٽي، پوري رهيو آهي، جنهن تي پاڻ کي عقل جي اڪابر سمجهندڙ انسان کي ڳالهه سمجهه ۾ آئي ته هائو ڀيلي! اهو ئي طريقو صحيح آهي ۽ ان تي اڄ سوڏو ڪيترائي انسان/مسلڪ/مذهب عمل ڪري رهيا آهن. انهيءَ واقعي جو ذڪر قرآن شريف ۾ به موجود آهي. پرهاڻ اسان ڪانءَ جو اهو ٿورو به ذري گهٽ وساري چڪا آهيون. ڪانءَ جي اهميت ته ان ڪان به اڳ جي آهي. هندو ڌرم جي مذهبي ڪتاب رامائڻ مطابق ڪانءُ سيتا ماتا جي منڊي کڻي ويو. سيتا جو سندس پنيان لڳڻ بعد به ڪانءَ اها منڊي جڏهن کيس واپس نه ڪئي ته هن اها شڪايت رام کي ڪئي. رام ڪانو جي پنيان هڪ تيز تير هنيو جيڪو ته لوڪ تائين ڪانو جو پيڇو ڪندو رهيو. نيٺ مجبور ٿي ڪانگ سيتا ماتا کي منڊي واپس ڏئي ويو. پر لڳي ٿو ته ڪانءَ سيتا کي ته صديون اڳ منڊي ته واپس ڪري ڇڏي، پر رام جو تير کيس اڄ به سڪون سان ويهڻ نٿو ڏئي ۽ هو هلڻ بدران ٽپا ڏيندو وتندو آهي! ڪانءَ جو قرآن شريف کان علاوه حديث شريف ۾ ذڪر به ٻڌايو وڃي ٿو.

ڪانءَ جي نر ماديءَ جي سڃاڻپ سندن آواز جسامت ۽ ڪنين مان ٿيندي آهي. نر جو آواز تيز ۽ ڪرخدار جڏهن ته ماديءَ جو آواز نسبتاً سنهو هوندو آهي. نر وزن ۾ ڪجهه وڏيڪ هجڻ سان گڏ هن جو مٿو به ڪجهه وڏو هوندو آهي. جڏهن ته مادي وزن ۾ نر کان ڪجهه هلڪي ۽ سندس مٿو به مڙئي ڪجهه ننڍو هوندو آهي. ان کان علاوه خفتي، نر ڪانءَ کي سندس ڳچيءَ ۾ موجود نسبتاً اڇائڻ مائل سنهن

وارن جهڙن ڪنين سان به سڃاڻندا آهن. جڏهن ته باقي عام خلق نر مادي جي سڃاڻپ رڳو آنن وقت يا ان کان اڳ مڪمل ٿيندڙ مرحلن مان ئي ڪري سگهندي آهي. ڪانءُ جي پوڙهي ٿيڻ جي چغلي سندس ٻَرن ۾ آيل اڇا ڪنب هڻندا آهن.

ڪانءُ پلي کٽي پاڻ کي ڪيڏو به سياڻو ڇو نه سمجهي، پر هو جڏهن ڦاسندو آهي ته به ٽنگو ڦاسندو آهي. ڇو جو هو 'ٻڏڪ' ڏيندو آهي. معنيٰ ٻنهي پيرن سان ٽپا ڏيئي هلندو آهي. هڪ پير سان مڙي گهٽ هلندو آهي، ان ڪري ئي ٻه ٽنگو ڦاسندو آهي.(ڪانو جي انهيءَ 'ٽور' بابت پهاڪو مشهور آهي ته "ڪانءُ ويو مور جي چال سکڻ پر پنهنجي به وساري آيو") ٻيو ته مفت خور، ڪم چور ۽ آواره ڪوئل، هن کي خوب بيوقوف بڻائي، نه صرف هن کان پنهنجن آنن تي آرو ڪرائي، ٻچا ڦوڙائيندي آهي، بلڪ انهن جي پرورش به ڪانوَ کان ڪرائي ويندي آهي.

ڪوئل پيرون پچڻ وقت الائي ڪٿان، آنا لاهڻ لاءِ اچي ڪڙڪندي آهي. پيرون وري جهولو لڳڻ وقت پچندا آهن. ان ڪري اڳي ماڻهو ڪوئل ۽ ڪانءَ جي آنن جي موسم کي جهولن لڳڻ جي موسم طور به سڃاڻندا هئا. ڪانءَ سال ۾ هڪ پيرو ٻه ٽي آنا لاهيندو آهي.سندس ٻچن جي موسم، ستين مهيني جي پندرهين کان ائين جي پندرهين تائين هوندي آهي ۽ اهو ئي ٽائيم سانوڻ جي شروع ٿيڻ جو به هوندو آهي. (موسمياتي ۽ آبهوائي تبديلين کان اڳ ائين هوندو هو) جڏهن ته نائين ۾ ٻڏي جي برسات هوندي آهي. ڪانءَ پاران ٻچا اٿارڻ جي موسم، سرو جي بخار اچڻ جي موسم هوندي آهي. سرءُ جنهن لاءِ

چئبو آهي، "سرءُ ٻرو"(ٻرو معنيٰ بخار، تپ) ان وقت سر به نسرندا آهن. ڏينهن جو چِٽ جي گرمي، ڪاڙها ۽ رات جو ٿڌ پوندي آهي. ڪانءَ جو ٻچو اڏاڻو ته معنيٰ گرمي ختم. هيءُ وقت جتي سانديل سوڙون ٻاهر ڪڍڻ جي اڳواٽ اعلان برابر هوندو آهي، اتي اهو وقت پرديسي پرين جا پُور اچا به وڏيڪ پوڻ جو به هوندو آهي! ان وقت جتي عاشقن کي سياري جون شروع ٿيندڙ ڊگهيون ۽ اڪيلون راتيون ڏنگينديون آهن اتي وَرن کان وڇڙيل ونين لاءِ، به هڪ گندي ۾ گذارڻ مشڪل بڻجي ويندو آهي!

ڪانءَ پاڻ پلي ڪٽي ڪيترا به موسمن جي متجڻ جا اشارا ۽ پار پتا چو نه ڏيئي ۽ انهن جو اهڃاڻ چو نه بڻجي، پر خفتين جي بقول ته ڪانءَ پاڻ موسمن جي سختين کي منهن ڏيڻ ۾ مڙوئي ڪجهه ياڙي ثابت ٿيو آهي. صبح سوير اٿي روزي روٽي جي تلاش ۾ نڪرندڙ ڪانءَ، سياري ۾ سُجهندي ئي سج لٿي، پنهنجي 'واهيري/ڪانگوري ڏانهن ورندو آهي. واضح رهي ته ڪانءَ رهڻ لاءِ گهاٽن وڻن جون ڪالونيون تلاش ڪندا آهن. جتي هو گڏ، پر پنهنجن پنهنجن آکيرن ۾ رهندا آهن. جن کي 'واهيرو' سڏبو آهي. بقول شاعر "وريا پکي واهيري". سندن آکيرو سنهين سنهين ڪانين جو . وڏي وڻ جي ڪنهن مٿاهين جاءِ تي نهيل هوندو آهي، پر سياري ۾ هي نڙ ۽ پن ۾ وينل/لڪل به نظر ايندو آهي. آنا ٻچا هجن يا نه، پر هي رهندو پنهنجي آکيري ۾ ئي آهي. گرمي ۾ هي ٿورو دير سان واهيري ورندو آهي. خفتين جي بقول ته ڪانو جي اک نڪرڻ واري چوٽي، سندس نازڪ مزاجي ۽ موسم اڳيان ياڙئي ٿيڻ جو واضح ثبوت آهي. گرميءَ ۾ هيءُ ٻاهر نڪرڻ به گهٽ ئي پسند

ڪندو آهي. ڪانو هوڻ ته خير اڪيلو به نظر ايندو آهي، پر ڪنهن مصيبت اچڻ تي هڪڙي ڪانو جي هڪل تي، ٻيا هڪدم گڏ ٿي، مشڪل کي منهن ڏيندا آهن. ان وقت هي تمام گهڻو شور شرابو ڪري، آسمان مٿي تي کڻي ڇڏيندا آهن، ته ساڳئي وقت هي پنهنجي ساٿيءَ کي مئل ڏسي گڏ ٿي تمام گهڻو روڄ راڙو ڪندا آهن. جنهن کي ڪانگوڙو/ڪانگورو چوندا آهن. هنن جا پاڻ ۾ به مزيدار جهيڙا ٿيندا آهن. جنهن دوران هي پاڻ ۾ دل تي وڙهندا آهن. جنهن تي ماڻهو وري اهو چوندا آهن ته "ڪانو کي لڙ ۾ مزو!" اهو ته ڪو ڪانوڻ ڪان پڇي ڏسي ته هو ائين ڇو ٿا ڪن! هرويرو ٻين جي معاملن ۾ مجبورين تي ٺوڪ ۾ ٺٺول ڪرڻ ڪا سٺي ڳالهه ته ڪونهي! شام جو جڏهن هي واهيري ورڻ ڪان اڳ، هڪل جهڙي رڙ ڪري ٻين کي اٿي هلڻ لاءِ اشارو ڪندا آهن ته سڀ ٻوليندا واپسي لاءِ اٿي ڪڙا ٿيندا آهن. جنهن کي ڪانگيرو به چئبو آهي.

سيڪو ڪانءَ کي ڏاڍو سياڻو سمجهندو آهي، ڪانءَ به ان خاصيت سبب ڏاڍو بود ۾ پرجي، سيئيو پيو هلندو آهي ۽ هر ڪنهن سان پيو پنگا وٺي جهيڙو جهيڙو ڪندو آهي، پر ڪوئل هن کي ڏاڍو خوبصورتي سان بيوقوف بڻائي وٺندي آهي. جيئن ته ڪوئل ۽ ڪانءَ جي آنن ۽ ٻچن جي موسم ساڳي هوندي آهي، ان ڪري ڪوئل، جنهن آکيري ۾ ڪانءَ جو لاٿل آنو/آنا ڏسندي آهي، اتي ڪانءَ جي غير موجودگيءَ جو فائدو وٺندي ۽ ڪڏهن وري ڪوئل ۽ تاڙي پاران، ڪانءَ جي آکيري مٿان مسلسل ڦيرا ۽ لامارا ڏئي، ڪانءَ کي ڪاوڙائي، پنهنجي پٺيان لڳائيندا آهن ۽ ان دؤران ڪوئل چالاڪي ڪري،

ڪانءَ جي آکيري ۾ پنهنجو آنو لاهي ۽ ڪانءَ جو آنو آکيري مان هيٺ ڪيرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندي آهي، جنهن ڪي ڪانءَ سڃاڻي نہ سگهندو آهي. ٻچا ڦٽڻ بعد، جڏهن نر مادي مان ڪو هڪ ٻچن لاءِ چوڳو آڻڻ لاءِ آکيري ڪان ٻاهر ويندو آهي، تہ ٻيو ساٿي آکيري ۾ موجود ٻچن جي حفاظت ڪندو آهي. جنهن دؤران باز هن جا ٻچا کائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، تہ ڪانءُ چالاڪي ڪري، اڏامندڙ باز جي پٺيان وڃي سندس مٿي تي ٺونگا هڻندو آهي. هونءَ بہ آسمان ۾ باز ۽ ڪانءَ جي لڙائي ڏسڻ وٽان هوندي آهي. باز پلي ڪٽي وڏو ۽ سگهو ڇو نہ هجي، پر ڪانءُ بہ ڪانءُ آهي! ڪانءُ ٻچا ڦوڙي آکيري مان ٻاهر ڪڍندو آهي، جن مان هڪ ٻچو ڪوئل جو ۽ هڪ ٻچو ڪانءَ جو هوندو آهي، پر اها ڳالهہ ڪانءَ وقت سر سمجهي نہ سگهندو آهي. جنهن دوران خفتي، ڪانءُ ۽ ڪوئل جي ٻچن جي سڃاڻپ سندن هلڻ مان ڪندا آهن. ڪانءَ جو ٻچو ٻڏڪ /ٽپا ڏئي هلندو آهي، جڏهن تہ ڪوئل جو ٻچو عام پکين وانگر هڪ پير بعد ٻيو پير کڻي هلندو آهي. ڪانءَ ٻاران مهينو ڪن ۾ ٻچن کي آکيري ۾ چڳائڻ بعد، سندن پَر اچڻ تي کين آکيري مان ٻاهر ڪڍي، زمين تي آڻيندو آهي. جنهن بعد ڪانءَ جي ٻچي ۽ ڪوئل جي ٻچي جي الڳ الڳ فطرت، ڪانگيري کي پريشان ڪري ڇڏيندي آهي. نيٺ هن کي احساس ٿيندو آهي تہ هيءُ اسان مان ناهي، ان ڪري اسان جي هلت تي نٿو هلي. پوءِ ڪانگيري جي منجهائس دل کٽي ٿي پوندي آهي، آر پجي پوندو اٿس، ممتا مري ويندي اٿس ۽ هو پرائي ٻچي مان آسرو پلي، کيس پاڻ ڪان الڳ ڪرڻ لاءِ ڪڪڙ وانگر ٺونگا هڻي هڻي کيس جدا ڪري ڇڏيندي آهي. جنهن

دؤران ڪوئل جو ٻچو انهيءَ بدليل رويي جو ڪارڻ نہ سمجهي، هفتو کن تہ پيو ڪانگيري جي اڳيان پنيان انهيءَ اميد تي ڦرندو آهي، تہ شايد سندس ماءُ کي مٿس رحم اچي وڃيُ. پر پوءِ اهڙا ڪي بہ آثار نہ ڏسي، هو دلبرداشتہ ٿي منهن ڪري، الائي ڪهڙي جهان ۾ هليو ويندو آهي! ۽ ايندڙ سال وري هو موٽي اچي ڪنهن ٻئي ڪانگيري جو آکيرو ۽ آنا تاڙي، ماضيءَ کي دهرائي جڻ تہ ڪانگيري جي رويي جو پلاند ڪندو آهي!

ڪانو جي پنهنجن ٻچن جي محبت جي حوالي سان مشهور آهي تہ هڪ ڀيري ڪنهن بادشاهہ ڪانءَ کي چيو تہ وڃي ڪو خوبصورت پکي ڳولي آ. ڪانءَ کي وڏي ڳولا ۽ جستجون بعد پنهنجو ئي ٻچو سڀ کان وڌيڪ خوبصورت ۽ سهڻو لڳو جيڪو هو کڻي بادشاهہ سلامت جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. ان سان ڪانءَ جي پنهنجن ٻچن سان محبت جو ثبوت تہ ملي ٿو ۽ اها چوڻي بہ مشهور آ تہ، ”ٻچا ڪانگ کي بہ پيارا هوندا آهن!“ پر بادشاهہ جو ردعمل ڪهڙو هو، ان بابت راوي خاموش آهن!

هر شئي کائيندڙ ڪانو جتي باغن ۾ انبڙين مان ٻڄندڙ شاخون کائڻ لاءِ طوطن کان بہ اڳ پهچي ويندو آهي، اتي هي ٻير کان ويندي عام گوشت، ڪڪڙ جي ٻچي ۽ عام ڍونڍ کان ويندي صفائي جي عملي کان پري، روڊن رستن تي ايڪسيڊنٽ جو شڪار ٿيندڙ مختلف مئل جانورن کي کائي، جڻ تہ صفائي جو ڪم بہ ڪندو آهي.هي ڳيري جي آکيري مان سندس آنا بہ پي ويندو آهي. جنهن ڪري ڪانءَ ۽ ڳيري جا معاملا هميشہ ڪشيده رهندا آهن. ڪانءَ

جتي ڪتي جي واتان شئي ڪٽي اڏامي ويندو آهي، اتي انساني ٻارن جي هٿان ڪا شئي ڪٽڻ ڪان ويندي ڪڪڙ جو ٻچو ڪٽي وڃڻ، هن جي ڪاٻي هٿ جو ڪمال آ. پنائيءَ پاران پکين ۾ شايد سيني کان وڏيڪ سُرن ۾ ڳايل ڪانو، بندوق ۽ گلولي تہ ڇا پر اهڙي ڪنهن ٻئي شئي جي سامهون بہ هروڀرو 'مڙس ماڻهو' ٿي بيهڻ کان پاسو ڪنديءِ اصل ونئون ويندو آهي. پر ڪانو کي جتي 2010ع ۽ 2011ع وارين ٻوڏن تمام گهڻو نقصان ڏنو اتي ڪجهہ سال اڳ منجهس آيل سوڪهڙي جي خطرناڪ بيماري، هن کي ڪمزور ۽ ساڻو ڪري ماري، هن جي نسل کي گهڻو نقصان پهچايو. هاڻ هن جو نسل اڳ جي مقابلي ۾ اڌو اڌ گهٽجي ويو آهي. ان کان علاوه هن کي فصلن ۽ باغن ۾ استعمال ٿيندڙ زهريلين دوائن بہ سخت نقصان پهچايو آهي. وڻن جي واڍيءَ ۽ ٻيلن جي خاتمي بہ ڪانگ جي رهائش کي سخت متاثر ڪرڻ سان گڏ هن جي نسل ڪشي جو باعث بڻيا آهن. ڇو جو هي مختلف وڻن جي جهڳٽن کي سالن تائين پنهنجي پڪي ٻڌل ڳوٺ مثل سمجهي، اتي ئي رهندا آهن، پر انهن وڻن جي وڍجڻ بعد هي ڏاڍا مايوس ٿيندا آهن. ڪانءَ شاعرن ۽ مصيبت جي ماريل جو موضوع تہ خير رهيو ئي آهي، پر سنڌ جي سياست ۾ هن جو ذڪر ان وقت وڏي ويو جڏهن پير صاحب پاڳاري شاهہ مردان شاهہ، ٿر جي هڪ وزير اعليٰ کي سندس رنگت سبب ڪارو ڪانءُ سڏيو! ساڳي وقت گهڻو ڳالهائيندڙ لاءِ بہ چئبو آهي تہ "ڪانءُ ڪائي آيو آهين ڇا؟" يا ڪنهن جي وڏي عمر بہ هجي ۽ هو هنو ڪنو ۽ گهڻ ڳالهائو بہ هجي تہ ان لاءِ بہ چئبو آهي، "هن جو ڪانءُ ڪاڏل آهي".ان کان علاوه بہ ڪانءَ جي حوالي سان ڪيترين ئي چوٽيون ۽

پهاڪا مشهور آهن. مثال طور : "اهڙو پڳو جهڙو ڪانءُ، ڪمان ڪان".

ڪانگ ڪڍڻ، معني ڪنهن لاءِ واجهائڻ، ڳالهه ۾ ديگهه ڪرڻ. ڪانگ ڪتن جو ڪاج ٿيڻ، مري وڃڻ يا ڪنهن شئي جو نٽڙيل پڪڙيل هجڻ ڪري ضايع ٿيڻ. ڪانگن وارو ڪانگرو ڪرڻ، معنيٰ هڪڙي هنڌ گڏ ٿيڻ. ڪانگيون ڊوڙائڻ، معنيٰ تڪڙا نياپا موڪلڻ. ڪانو نڪرڻ، معنيٰ عيب ڏسڻ ۾ اچڻ. ڪانءُ واري ڪان ڪان ڪرڻ، معنيٰ ماٺهو جي مري وڃڻ تي روج راڙو ڪرڻ.

تازو ڪجهه سالن کان ڪن ڌرين پاران ڪانئري کي حلال قرار ڏيئي کائڻ شروع ڪرڻ کان پوءِ ڪجهه ڌريون ڪان کي بہ حرام بجاءِ مڪروه ڏيارڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن! جي ائين ٿو ٿئي تہ اهو ڏينهن پڪ سان ڪان لاءِ 'ڪاري ڏينهن' برابر هوندو.

هي ڪانگ مختلف وقتن تي، مختلف قسمن جي ٻولي ڪندا آهن، جنهن جا الڳ مطلب ۽ مفهوم هوندا آهن. ساڳي وقت نر ۽ ماديءَ جو بہ وقت ۽ حالتن مطابق ٻوليءَ ۾ فرق هوندو آهي. ڪانگ جي ٻولي جنهن کي ڪانگ لنوڻ يا 'رائي' ڪوٺبو آهي (جيئن چئبو آهي تہ ڪانگ رائي ٿو ڪري) لاءِ اهو عام آهي تہ ڪانگ ٻولڻ وقت متوقعہ مهمان، يا اهو مهمان جو نالو وٺڻ تي (عام طور تي ان جو ئي نالو وٺبو آهي جنهن جي لاءِ دل تانگهي) ڪانگ اڏامي وڃي تہ اهو دل گهريو مهمان ايندو آهي. ان وقت اڳي عورتون چونديون هيون تہ "

اڏام ڪيانتا، ڏي ٽپڪي، ڏيئين کير وٽي،

فلاڻو ٿو اچي"؟

ساڳئي وقت ڪانءُ سنڌن مٿان ڪنهن مصيبت جي اچڻ تي

جيڪا ٻولي/ڪانگورو ڪندا آهن ان تي ڪانءُ منٽن ۾ گڏ ٿي وڏو هل هنگامو ڪري ڇڏڻ تہ سخت نعري بازي ۾ احتجاج ڪندا آهن. اهڙي نموني جيڪڏهن مادي، جنهن کي ڪانگيري بہ چوندا آهن، ڪڪڙ وانگر ڪرڙاٽ ڪري تہ ان کي ڪنهن جي موت جي خبر 'جاڻ' اچڻ جي علامت سمجهبو آهي. اها ٻولي 'ڪان' 'ڪان' وانگر هجي ٿي، جنهن لاءِ ماڻهو چوندا آهن تہ هو اصل ۾ 'ڪان' 'ڪان' معنيٰ 'ڪايان' 'ڪايان' ڪري، ڪنهنجو مٿو وڻڻ چاهي ٿي. ان اڻ وڻندڙ ۽ نياڳي وائي تي، اڪثر ڪري ڪانو کي پٿر وغيره هڻي يا ڏيڪاري ڀڄائي ڇڏبو آهي. حالانڪ ان نياڳي خبر آڻڻ ۾ ڪانو جو ڪوبہ قصور نہ هوندو آهي. چون ٿا تہ اهڙي شئي، موت ۾ مهمان وغيره ڪانءُ کي خواب ۾ نظر ايندو آهي، جنهن جو هو اڳواٽ اطلاع ڏيئي قصور وار بڻبو آهي. بهرحال ڪانو جي بدليل لهجي ۾ آواز ۾ مختلف نياپا ۽ اڳواٽ اطلاع هوندا آهن، پر جي ڪو سمجهي تہ!

بظاهر عام ماڻهن لاءِ فضول هجڻ جي حد تائين عام سمجهيو ويندڙ ڪانءُ واندڪائي وارا لمحا بہ واندو ڪونہ ويهندو آهي. ساهي پٽڻ وقت، سيٺين جي ڳالھ وانگر تہ "ست بہ وٽ ۾ ساهي بہ پٽ". هي بہ صبح شام، گرمي سردي ۾ جانورن مٿان ويهي، انهن جي اڪين مان گند ڪچرو صاف ڪرڻ سان گڏ، انهن بي زبانن کي ايذائيندڙ ۽ انهن جو رت چوسيندڙ چچڙن کي پيو چونڊيندو آهي. جنهن سان جتي هن جي روزي روٽي جو مسئلو حل ٿيندو آهي، اتي مال پٺارو بہ چچڙن جي چڪن ۾ عذاب کان آجو ٿيندو آهي.

حڪيمن جي بقول تہ 'چور وار' جي علاج لاءِ بہ ماڻهو ڪانءُ

جي تازي رت جا پياسا هوندا آهن. ڪانءُ ڪي ماريءَ ان جو رت چوڙ وار يا پوري مٽي ڪي هٽي ڇڏيندا آهن ته ان سان ڪجهه نه ڪجهه افاقو ٿيندو آهي. اهڙي طرح سان جڏهن ڪو ننڍڙو ٻار ڳالهائڻ ۾ دير ڪندو آهي ته جهونيون پاڻي جو ڪو ٿانو پريءَ ٻاهر رکي ڇڏينديون آهن. ڪانءُ پاران ان مان پاڻيءَ پيئڻ لاءِ چهنب ٻوڙڻ بعد، اهو پاڻي ننڍڙي ٻار کي ان اميد سان پياريو آهي ته هو به ڪانءُ وانگر جلد ڳالهائڻ شروع ڪندو.

ڪاش! اسان ايتري اهم پکيءَ جو قدر ڪري سگهي ونون ۽ هن جي اچڻ ۽ ٻولڻ تي ارها ٿيڻ بجاءِ، هن جي روزي روٽيءَ جو ڪجهه خيال ڪندي پيو نه ته به رڳو گرميءَ جي موسم ۾ ئي ڪٽي، پاڻيءَ جو ٿانو پريءَ ٿڌي ڇانو تي رکي، هن جي خدمتن کي ڪجهه ميٽا ڪٽي ڏيون!

حوالا: جامع سنڌي لغات، مرتب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو/حيدرآباد.

2۔ عبدالرسول لاشاري ولد غوث بخش عمر 65 سال سانگهڙ

3۔ نصير ولد محمد حيارت مري 45 سال پاتوبون

4۔ لال خان وساڻ، لڳ گڙنگ بنگلو سانگهڙ

5۔ نسيم بلوچ، شاعر ۽ محقق، عمر اٽڪل 45 سال، باڪوڙو سانگهڙ

6۔ پروفيسر ڪوثر عباس، گورنمنٽ ڊگري ڪاليج سانگهڙ

7۔ پروفيسر سرفراز احمد ، گورنمنٽ ڊگري ڪاليج سانگهڙ

8۔ سرواڻ، لائبريرين ، گورنمنٽ ڊگري ڪاليج سانگهڙ

# آئي ڪونجن جي ڪُسجڻ جي موسم

سنڌ ۾ ڪونجون سال ۾ ٻه ڀيرا ڪُسجنديون آهن. هڪ ڀيرو بدي
ڪانپوءِ سياري اچڻ وقت ۽ ٻيو ڀيرو چيٽ ۽ بهار جي اچڻ ۽ سياري وڃڻ
وقت. هڪ ڀيرو سر نسرڻ وقت ۽ ٻيو ڀيرو سرنهن ساوا ٿيڻ وقت. هڪ
ڀيرو ڏکڻ ايندي ۽ ٻيو ڀيرو اتر ويندي. هڪ ڀيرو تاڙي جي تنوارڻ ۽
ڪوئل جي ڪوڪڻ بعد ۽ ٻيو ڀيرو ڪارڙي تتر جي ٻولڻ بعد.
شڪارين ۽ شاعرن جي هڪ جيترو زيرِ موضوع رهندڙ شڪار ڪرڻ
۾ شايد سيني ڪان ڏکيو پکي، سونهن، قرب، ٻڌي، سِڪ ۽ محبوب سان
مشابهت جو درجو رکندڙ حڪمت جي حوالي سان به اهم ته شاهه
عبداللطيف ڀٽائي رح پاران پرديسي پکين ۾ سڀ کان وڌيڪ ڳايل ڪو
پکي آهي ته اها يقينن ڪونج ئي آهي.(ڪونج جنهن کي انگريزيءَ ۾
Common Crane/Grus grus سڏبو آهي) جنهن لاءِ خفتين جي
بقول ته هن جو ڳاڙهو ذائقيدار ۽ صفا پڪو گوشت ٻاتيبر وانگر ٻين
پکين جي گوشت جي ڀيٽ ۾ ڏاڍو سخت هجڻ ڪري دير سان ڳري ٿو.
واپس ورندڙ ڪونجن تي نه ته ڇهڙو تهڙو ڪارتوس ٿو اثر ڪري ۽ نه ئي
ان کي انساني اک وسيلي سولائي سان شڪار ڪري سگهجي ٿو. پر
ايندي مهل ته اها ڇوٽين ڪارتوس سان به شڪار ٿيو وڃي. ڪونج جو
شڪار سال ۾ ٻه ڀيرا ٿيندو آهي. هڪ بدي جي آخر ۾ سيپٽمبر ڏاري،
سر نِسرڻ ۽ ٽڏ پوڻ تي ڪونجن جي اچڻ وقت ۽ ٻيو چيٽ جي شروعات

۾ گرمي ٽيڻ وقت. سياري بعد جڏهن تالهي ڦٽي، سرنهن گوئنچ ڪيڏ
سڄو سال ماٺ ۾ ۽ زمين تي رهندڙ ڪارڙو تتر ڪنهن وڻ جي ٿُڙ تـ
چڙهي مستي وچان ٻولي، آنا ٻچا ڪري تہ اها چيٽ ڦٽڻ جي نشاني سا
گڏ ڪونجن جي ڏکڻ کان واپس، پنهنجي وطن اتر وڃڻ جو وقت
هوندو آهي. سياري جي اچڻ سان ئي ڪونجن جي اچڻ ۽ بهار جـ
شروع ۾ وڃي وري جلد واپس ورڻ ڪري، خفتين جي بقول تـ هي رڳ
واپس اچڻ لاءِ ئي، واپس ورندي آهي. جڏهن ڪونج چولستان
راجنپور پرسان سخي پير واري پاسي، رحيم يار خان کان ڪوٽ سبز
کان، سنڌ پنجاب جي سرحد تي، گهوٽڪي واري پاسي کان سنڌ
داخل ٿيندي آهي تہ سفر جي سختين ۽ بکن سبب، صفا ڪمزور هوند
آهي ۽ سندس گوشت کائڻ ۾ بہ مزو نہ ڪندو آهي. اڳوڻن وقتن ۾
شڪارين جو ان وقت ڪيس ڏک هڻڻ تي بہ ارواهہ نہ ڪندو هو اها بڪ
تہ هاڻ اچي ڪاهي پئي آهي. واپس ورڻ وقت ڪونج جو وزن ڪاف
وڌي ويندو آهي. شايد وري سفر جي سختين لاءِ قدرت ڪيس جسمانـ
طور تيار ڪندي آهي. 15 کان 25 مارچ تائين، جڏهن هي گهوٽڪ
جي پوٺن ۾ جيڪي ڪونجن جو جنڪشن سڏبا آهن تن ۾، واپس ور
لاءِ گڏ ٿيندي ۽ اتان اڏامندي آهي تہ شڪاري بغير ڪنهن جهل پل ج
هن کي مالِ غنيمت سمجهي شڪار ڪندا آهن. ان وقت هن تي جهڙ
تهڙو ڪارتوس اثر ئي نہ ڪندو آهي. نوڙيو يا پٿيهون وڃي ڏڪيند
اٿس. گهڻو مٿي اڏامڻ سبب هن جو نشانو وٺڻ مشڪل هجڻ ڪر
ٽيلي اسڪوپ واري رائيفل ذريعي نشانو وٺبو آهي. هن جو شڪار ا
ڪري بہ مشڪل آهي جو ٻين ڪونجن جي سمهڻ تي هڪ ڪونـ

ڀھرو پئي ڏيندي آهي ۽ خطرو محسوس ڪندي ئي هڪ مخصوص آواز ذريعي ٻين کي آگاهہ ڪرڻ سبب سيئي پکي هڪدم اڏامي ويندا آهن. اهڙي وقت ۾ جي هوندو آهي ميداني علائقو ۾ خفتي هوندا آهن تيز رفتار جيپ يا موٽر سائيڪل تي تہ پوءِ هو ڏڪ هڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا آهن. ڪونج کي بہ پڪڙڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. ويجهو وڃڻ تي هيءَ چڪ بہ هڻندي آهي تہ وڙهندي بہ آهي. قطار ڪري اڏامندڙ ڪونج گهڻو ڪري ڏينهن جو سج ايرڻ کانپوءِ سفر ڪندي آهي پر هي چاندوڪي راتين ۾ بہ سفر ڪندي آهي. هن جي هجڻ جي چغلي هن جو آواز هڻندو آهي. هي ڪَر ڪَر وارو آواز ڪندي اڏامندي آهي، جنهن کي ڪُڙڪڻ سڏبو آهي، جيڪو ٻہ ٽي ڪلو ميٽر تائين بہ ٻڌبو آهي. جنهن سان شڪاري هن جي موجودگي کان باخبر ٿي، هن جو پيڇو ڪري، ويهڻ يا ويهي اڏامڻ وقت، هن جو شڪار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا آهن. ڇو جو هي اڏامڻ مهل ڳجهہ وانگر آهستي آهستي اڏامندي، آسمان تي چڙهندي آهي، مٿي چڙهي وڃڻ بعد سندس رفتار وڌي وڃڻ ڪري نشانو وٺڻ مشڪل هوندو آهي.

محبوب جي سونهن ۽ سندرتا سان ڀيٽجندڙ ڪونج جا هتي ٻہ قسم ايندا آهن. هڪ مٿي تي ڪارن وارن جي موڙ واري ۽ ٻي موڙ کان بغير، جنهن کي مقامي خفتي گوڙي ڪونج سڏين ٿا. تعداد جي لحاظ کان گوڙي ڪونج بہ ائين وڌيڪ آهي، جيئن انسانن ۾ بدصورتي، سونهن جي مقابلي ۾ گهڻي آهي. گوڙي ڪونج جو وزن ڪنين سميت اڍائي ٽي ڪلو تائين، جڏهن تہ عام ڪونج جو وزن ڪلو تائين هجي ٿو. نوجوان خفتي انيس لغاري جي بقول تہ هن ڪونج جي ٻنهي پرن

جي وچ ۾ فاصلو 53 انچ ۽ پيرن کان وٺي سِسي تائين 43 انچ هـن پـاڻ ماپ ڪئي آهي. ڪونج بنيـادي طـرح جـابـلـو عـلائـقـن، ويـرانـيـن ۽ خشڪيءَ جو پکي آهي. سياري ۾ ايندڙ پرديسي پکين ۾ شايد ڪونج ۽ تلور ئي اهڙا پکي آهن، جيڪي پاڻي بجاءِ خشڪي جا آهن، پـر واپـس ورڻ مهل گرمي وڌڻ ۽ وزنائتي ٿيڻ ڪري، ڪونج پاڻي جي ننڍن ڍُبن ۾ پير پسائي، ساهيون پٽيندي به نظر ايندي آهي. ڪن خفتين جي بقول تہ سياري ۾ هيڏانهن ايندڙ پکين جا 12 رستا آهن. جن ۾ 8 انـڊيـا ۾ ۽ 4 پاڪستان ۾ آهن. پکي گهڻو ڪري انهن رستن تان ئي اڏامـنـدي سـفـر ڪن ٿا. ڪونج ولر ۾ سفر ڪندي آهي، جنهن ۾ هن جو تعداد 30/25 کان 200/100 تائين بہ ٿي سگهي ٿو. هي صفا سڌو اڏامڻ بجاءِ، ڪجهہ فاصلو گول چڪرن ۾ طئہ ڪري، پوءِ ڪجهہ سفر سڌو ڪري وري گـول چڪرن ۾ اڏامندي سفر ڪرڻ کي ترجيح ڏيندي آهي. مشهـور خـفـتـي غلام حسين لغاري جي بقول تہ هن کي اڏامندي سـخـي سـرور پـيـر جـو واسطو ڏبو تہ اڏامندي، ڪجهہ دير رڪجي يا هڪ ڦيرو ڏئي پـوءِ اڳـتـي وڌندي آهي!! ڪونجن جي نفسيات جي ڄاڻون خفتي مـعـروف لـغـاري جي بقول تہ جنهن جڳهہ تي ڪونج قتل ٿئي ۽ ولر کان وڇڙي، تـہ ٻـئـي سال انهيءَ ٽولي پاران، اتان لنگهڻ وقت، ڪونجون ان جـاءِ تـي ضـرور ايـنديون آهن ۽ اڏامندي اڏامندي پنهنجي وڇڙيل ساٿي کي سـاريـنـدي، ڏاڍيون ڪُوڪُون بہ ڪنديون آهن. دانهون تـہ ڪـونـجـون پـنـهـنـجـي ڪنهن ساٿي جي ڌڪجڻ وقت بہ ڏاڍيون ڪـنـديـون آهـن پـر اشـرف المخلوقات چورائيندڙ انسان کي ڪونجن جي ڪُوڪُن ۽ ڪُـڙڪـن تي ڪابہ ڪهل نہ ايندي آهي!

ڪونجن جي نر مادي جي سڃاڻپ سنڌن پرن مان ٿيندي آهي يا وري وزن سان. نر وزن ۾ ڪجهه وڌيڪ هوندو آهي ۽ سونهن ۾ به سرس هوندو آهي. پر شاعر خبر ناهي ڇو ڪونج جي تشبيهه محبوبه جي حوالي سان ئي ڏيندا آهن!

خفتي منٺار لغاري جي بقول ته ڪونجون بلوچستان جي ڪجهه جابلو علائقن ۾ آنا ٻچا به ڪنديون آهن. هي پهاڙن جي ڪڏن ڪپن ۾ لِڪ ڪري، سنهين ڪاٺين سان آکيرو جوڙي، چار بيدا ڪنديون آهن ۽ ٻچن کي ڪبوتر وانگر، اوڳاڇي کارائينديون آهن. هي ايندي مهل وزن ۾ هلڪي هجڻ ۽ شايد وڌيڪ بک هجڻ ڪري، گهوٽڪي ڪان عمرڪوٽ واري ٿر ۾ گهٽ ئي لهنديون آهن ۽ جلد کان جلد اُجان اڳتي وڃڻ کي ترجيح ڏينديون آهن. پر واپس ورڻ مهل هي شايد وڌيڪ وزنائتي ٿيڻ ۽ گرمي وڌيڪ هجڻ ڪري، ساهيون پٽيندي اڏامنديون آهن ۽ اڇن، صاف ميدانن، ڪلر جي پوٺن يا پٽن جي تلين ۾ لهنديون آهن. هن جو کاڌو گهڻو ڪري ننڍا پٿر، ڪڪرو ڪوڏ، ننڍا شيشي جهڙا چمڪندڙ پٿر، ساريون ۽ ٻيون اهڙيون شيون هونديون آهن.

خفتين جي بقول ته ڪونج جو هڏو اندران پورو پائپ وانگر هجي ٿو جيڪو پٿري جو هڪ ٽِڪ علاج آهي. هڏي کي سڪائي، اندران ميک ۽ چربي وغيره ڪڍي صاف ڪري، پيهي پوڊر ڪري، 20/15 ڏينهن پيئڻ سان پٿري نڪري وڃي ٿي. ڪونج جي گُجي جو پردو وري بدهضمي جو علاج ٻڌايو وڃي ٿو. چار پنج گُجي جا پردا لاهي، سڪائي، خشڪ ڪري، گهوٽي پوڊر ڪري، مريض کي ڪک جي صورت ۾ ڏبو آهي. جيڪو السر ۽ ٻين هاضمي جي بيمارين جو بهترين

علاج چيو وڃي ٿو.

جڏهن ڪونج جو ذڪر ڇڙي ٿو ته خفتي ڪيترين ئي دلچسپ ڳالهيون به سامهون آڻين ٿا. جتي ڪونج سونهن جي نشاني آهي، اتي عورتاڻون نالو به آهي پر نر ۽ مادي ٻنهي لاءِ ساڳيو لفظ ڪونج ئي استعمال ڪيو وڃي ٿو. چيو وڃي ٿو ته بلوچستان واري پاسي ڪونج کي دام ۾ ڦاسائي به شڪار ڪبو آهي ته گوادر واري پاسي کان هي اسمگل به ٿيندي آهي. ڪونج ڏاري به وڃي ٿي ۽ پيار ڪجي ته هوءَ انسان سان هِري مِري به وڃي ٿي. مزي جي ڳالهه ته اجڪلهه هڪ ته اوائلي شڪاري قبيلا ذري گهٽ پنهنجي سڃاڻپ وڃائي ويٺا آهن ۽ انهن جي جاءِ جديد دور جي باعزت ۽ بااثر سمجهيو ويندڙ ذاتين جي ماڻهن اچي والاري آهي پر پنهنجي وقت ۾ دور ۾ به شڪاري قبيلا ڪونج وغيره جهڙن پکين جي شڪار کان پاسو ڪندي، ٻيا جانور شڪار ڪندا هئا. پر اجوڪا شڪاري، انهن شڪارين جيترو به نه ته خيال ٿا رکن نه ئي انهن ۾ اهڙو ڪو احساس ۽ اخلاقيات ئي آهي. خفتين جي بقول ته ڪونج اڄ به اڳ جيترو ئي اچي ٿي. ٻين پکين جي تعداد ۾ ته ڪافي گهٽتائي آئي آهي پر ڪونجن جي ڏکي شڪار مٿي اڏام ۽ هڪبئي جي گهڻي خيال رکڻ، ڀڄي ۽ چوڪسي رکڻ سبب، انهن پنهنجي نسل کي ڪافي حد تائين بچائي رکيو آهي. ڪاش ڪونجن وانگر سيني سونهن ۽ حسناڪين وارن کي به ايڏي مٿاهين اڏام نصيب ٿئي ته اهي به ڪسجڻ ۽ بدصورت شڪارين جي بدشڪل دلين ۽ اکين جو شڪار ٿيڻ کان بچي پون!!

روزاني ڪاوش خميس 22 نومبر 2012ع

# چيڪلو: سرديءَ جو متاثر، پهرين ايندڙ ۽ ڏيڻ ۾ پاڻي گرم ٿيڻ جو ڏس ڏيندڙ پکي

هونئن تہ پکين جا ڪيترائي قسم هر سال، هتي ايندا ۽ ويندا آهن پر انهن ۾ سڀ کان اول ايندڙ پکي آهي چيڪلو. جيڪو پوري وڏي پيچ واري بگڙي پکي کان ٿورو اڳ ايندو آهي. سڀ کان پهرين اچڻ ڪري هي ئي سڀ کان پهرين شڪارين پاران ناحق ڏنل موت جي منهن ۾ بہ وڃي ٿو. چيڪلي جو اچڻ جهڙوڪر مٿي برف ۽ ٿڌ پوڻ ۽ موسم پکين جي رهڻ کان چڙهي وڃڻ جي نشاني هوندي آهي. ان مان صاف ظاهر آهي تہ هن کان سردي برداشت نٿي ٿئي ۽ هي ٿڌ پوندي ئي اتان نڪري اچي ٿو. ڪي پکي بک سبب بہ اتان نڪري ايندا آهن پر جيڪڏهن هي بک جي ڪري ويندو هجي ها تہ هتي جي پاڻي گرم ٿيڻ جو انتظار نہ ڪري ها. جيئن تہ ننڍن پاڻين ۾ رهي ٿو ۽ اهي جلدي ڄمي پون ٿا ان ڪري واضح آهي تہ سرديءَ جو پاڙيو آهي.

چيڪلو جنهن کي مقامي طور تي ڪرڙو هُراڙو ۽ چاڙو بہ سڏيو ويندو آهي ان کي اردو ۾ چيڪو بطخ ۽ انگريزي ۾ Comon Teal/Anas crecca چئبو آهي. هتي جا خفتي هن جا ٽي قسم ٻڌائين ٿا. هڪ روسي چيڪلو جنهن جي پاسن ۾ ڪن وٽان نيرا پٽا هجن ٿا. ٻيو اچو چٽ ڪبرو نيرڳ نموني جنهن کي ڳپ چٽو سڏين ٿا ۽ ٽيون عام پوري رنگ وارو. جڏهن تہ وائلڊ لائيف کاتي پاران ڇپيل پکين وارن پوسٽرن ۾ ڏنل چيڪلي جي فوٽن سان مقامي خفتي محمود

لغاري باڪوڙو غلام مصطفيٰ لغاري سنجهورو عبدالجبار لغاري ڪوٽ نواب ۾ راهب شر سانگهڙ اختلاف ڪندي چون ٿا ته اهي فوٽو چيڪلي جي حقيقي تصوير پيش نٿا ڪن ۽ چيڪلي جي حقيقي روپ کان پري آهن. انهن جي بقول هتي سڀ کان وڏيڪ روسي چيڪلو اچي ٿو ۽ ان کان پوءِ عام چيڪلو. نسلي فرق کان سواءِ جنسي فرق جي حوالي سان ڏسبو ته پوري نسل واري جو نر ڪجهه ڪارو ۽ مادي پوري، روسي جي مادي پوري ۽ نر ڪارن پٽن سان جڏهن ته گپ چٽو جو نر به ڪارسِرو ۽ مادي پوري ٿئي ٿي. هي وزن ۾ تتر جيترو ٿيندو آهي.

سر نسرڻ بعد چِٽ پچڻ ۽ ٽڏ شروع ٿيڻ تي، سارين ۾ لابارا پوندا آهن ته اهو وقت چيڪلي اچڻ جو وقت پر جي اچڻ برابر هوندو آهي. هي جڏهن ناري واري پاسي کان سنڌ ۾ داخل ٿيندو آهي ته يڪو اڏامندو وڃي رڻ ڪڇ ۽ بدين جي ڍنڍن تي بس ڪندو آهي. پر واپس ورڻ مهل هي وزن ڪري وجڻ سبب جلدي ٿڪجڻ ڪري، ساهيون پٽيندو ناري ۾ اچڙي ٿر جي مهراڻي جي ڍنڍن مان ٿيندو ويندو آهي. جتي ”سنڌي مهمان نواز شڪاري“ بندوقن ۾ شڪار جي ٻين روايتي طريقن سان هن جو ڏاڍو ”سهڻي“ ۽ ”شانائتي“ نموني ”آذرياءَ“ ڪندا آهن. هي خاص طور تي کارين، ٻاڙين ۽ کلراٺي ننڍي پاڻي جي ڍنڍن/ ڏُٻن ۾ رهڻ وڏيڪ پسند ڪري ٿو. پر مٺن پاڻين يا ٻنين ۾ بيٺل ننڍي پاڻي تي به رهي پوندو آهي. چيڪلي جي هڪ خاص ڳالهه اها به آهي ته هي سنڌي ماڻهن وانگر جتي ويهندو آهي، اتي ئي ويهي رهندو آهي. هرويرو ٿوري گهڻي تڪليف تي جوءِ نه مٽائندو آهي. پر جي ڪو کيس گهڻو تنگ ڪري ۽ صفا لاهي پاهي ٻيهي ته پوءِ نه چاهيندي به هي لڏي

ويندو آهي. جڏهن تہ ٻيا وڏا پکي ٿوري گهڻي تڪليف تي بہ اڏامي ٻي پاسي هليا ويندا آهن. هي وڏن پکين وانگر صبح جو هڪڙي ڍنڍ تي ڪاٽي ۽ رات جو ٻي ڍنڍ تي سمهڻ بدران جتي ڪاٽيندو آهي رات بہ اتي ئي رهڻ پسند ڪندو آهي پر خطري جي حالت ۾ هي مجبوراً اچن ڍنڍن/ڍُٻن يا وڏي پاڻي جي وچ ۾ بہ رهندو آهي.

اونداهين راتين ۾ ايندڙ هي پکي رات جو وڏيڪ چڳندو آهي پر پوءِ بہ وقفي وقفي سان پيو چڳندو آهي. چيڪلو اڪثر ڪري ولر ۾ اڏامي ۽ چڳي پر ڪڏهن ڪڏهن دل جون ڳالهيون ۽ پنيان چڏي آيل پڌن ۽ اتي جي قربائتن ۽ پکي دوست ماڻهن جون ڳالهيون. جوڙي ۾ الڳ الڳ ويهي بہ ڪندا آهن. نارا ويلي ۾ رهڻ جي حوالي سان چيڪلي جا ڪپري ۽ ناري تعلقي جي اچڙي ٽر جي ڍنڍن ائٽپار، ڏوگريون، ڪهڪارو سر، ڪنڙي، ڪارو ڍٻو ونگائي، چوراٽر، ٻوٽار، پٽڪ، سينهوري، باڪريجي، ڳاڙهو ڍٻو وغيره ۾ آستانا هوندا آهن. پاڻي ۾ سڙي ويل وڻ جي ٽڙ، ڏڏ يا نڙ وغيره تي رهندڙ چيڪلي جي گوشت جو ذائقو آڙي وانگر پرهن ڪان ڪجهہ گهٽ سوادي ٿئي ٿو. ٻين پرديسي پکين وانگر هن جي گوشت جو تاثير بہ گرم ۽ خشڪ هجي ٿو. مڇي نہ کائڻ ڪري هن جي گوشت ۾ ڪڪاڻ ٻين پکين جي ڀيٽ ۾ گهٽ هجي ٿي. جنهن ڪري بہ هي ٻين پکين وڏيڪ مارجي ٿو. چالاڪ ۽ هوشيار پکي هئڻ سبب ولر ۾ چڳڻ وقت انهن مان هڪ جهڙوڪر پيو چوڪيداري ڪندو آهي ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڏسندو آهي. ڪوبہ کڙڪو ٻڌڻ يا خطرو محسوس ڪرڻ تي هي يڪدم اڏامي ويندا آهن. هي ڏاڍو تيز اڏامندڙ پکي آهي. شايد ان ڪري ئي سپ ڪان اڳ هتي

پهچي ٿو. هي مٿي اڏامڻ مهل سڌو اپو اڏامندو آهي پر لهڻ مهل جهارو ڏئي (ڦيرو ڏئي) لهندو آهي. هونئن ته هي بظاهر بي ڊپو ٽيو پيو چڱندو آهي پر جڏهن پاڻ کان وڏو پکي اچي پر سان چڱندو آهي ته هي ننڍ وڏائي جو خيال ڪندي مڙئي پاسيرو ٿي، هرو ڀرو جهيڙو جهٽو ڪرڻ کان پاسو ڪندو آهي پر جڏهن پاڻ ۾ هوندا آهن ته رؤنشي خاطر هڪ ٻئي کي پيا ڊوڙائيندا آهن.

تمام ذهين پکي هجڻ ڪري هن کي بندوق يا ته لڪ ۾ هٿ‍ـبي آهي يا پوءِ اڏامندي. تيز اڏامڻ ڪري ڪجهه بچاءُ ته ٿي پوندو اٿس پر شڪاري به آخر شڪاري آهن. هي بي زبان ڪٿي ٿو انهن جي سازشي ذهنن جو مقابلو ڪري سگهي! سو نيٺ شڪار ٿي ويندو آهي. انسانن کان سواءِ باز جا مختلف قسم شڪرو لغڙ، بحري، چرخ ۽ باشو باز به هن جو شڪار ڪندا آهن. ڦتيل يا مئل چيڪلي تي سرڻ به هٽ صاف ڪري ويندي آهي.

چيڪلو گپ ڇڪ، مٽي، ڍنڍن ۾ ٽيندڙ ڇپر جهڙو ڇارو گاهه،ڍنڍن ۾ ٽيندڙ آن واري گاهه جو آن/ٻج ( مثال لوٽي گاهه جو ان/ٻج وغيره) ڪوڏ، رائو ڪڪرو ڪٽڪ ۽ ساريون شوق سان ڪائيندو آهي.مشهور خفتي استاد منٺار لغاري جي بقول ته انهن اچڙي ٽرجي خرش واري ڪلر ۾ شڪار ڪيل چيڪلي جي پيٽ مان لوڻ به ڏٺو هو. ان جو مطلب ته هي لوڻ کائي به گذارو ڪري ٿو. هي پرديسي پکي وڃڻ مهل کائي پي اڪثر پکين وانگر وزن وڌائي ڇڏيندو آهي. جيڪو هن کي اڳيان ايندڙ ڊگهن پر بکن واري سفر ۾ ڪم ايندو آهي. جڏهن ڪٽڪون آيون تي ايندي آهن، تر ۾ توهر ۽ ٻئي پاسي ٻير (سپ کان

پهرين) ڦوٽهڙو ڪري بهار جي اچڻ جو اعلان ڪندا آهن ۽ ڏينهن/ڏينهن ۾ پاڻي گرم ٿيڻ شروع ٿي ويندو آهي ته چيڪلوان قدرتي اهڃاڻن ڪي پنهنجي وڃڻ جي اعلان برابر سمجهي واپس وڃڻ جي ڪندو آهي. جيڪڏهن موسم خوشگوار هجي ته خفتين جي بقول هي مارچ جي آخر ۽ اپريل جي شروع تائين به هتي رهي پوندو آهي ۽ آڙي ڪان پوءِ ويندو آهي. هاڻ ڪافي سالن کان هن سنڌ جي ڏيڍن تي اچڻ ڪافي گهٽائي ڇڏيو آهي. جنهن جو ڪارڻ بڌائيندي پکين جي نفسيات جا ڄاڻون بچل جوٽيجو نهال ملاح، محمد حسن راڄڙ ۽ رفيق لاهوتي چون ٿا ته افغانستان ۾ هلندڙ لڙائي جي ڌماڪن ۽ ٺڪا ٺُڪي هن جو هتي اچڻ کان ارواح ڪٽائي ڇڏيو آهي. ڪاش! دنيا ۾ هر هنڌ گهٽ ۾ گهٽ ايترو امن ۽ سڪون هجي جو پکين جي اچڻ وڃڻ جا گس بند نه ٿين ۽ پکين لاءِ ته سرحدون نه هجن. سيئي پرديسي پکي هتي ڪنهن نه ڪنهن مجبوري سبب اچن ٿا ان ڪري اسان تي اهو فرض ٿو عائد ٿئي ته انهن مجبوري جي ماريل بي زبانن جي مجبوريءَ مان فائدو وٺي انهن کي قتلام ڪرڻ بجاءِ انهن کي تحفظ ۽ مهمان نوازي مهيا ڪيون.

روزاني ڪاوش اربع 6 ڊسمبر 2009ع

# ڳيرو: برسات ۾ مهمان اچڻ جو اهڃاڻ

اهي پکي، جن کي ڪيترن ئي خطرن اچي ورايو آهي، سندن ساهہ کڻڻ جي گهٽين کي گُهٽي، سوڙهو بڻايو آهي، انهن ۾ ڳيرو بہ هڪ آهي. ڳيرو جيڪو اڳ ۾ جتي ڪٿي عام هوندو هو ۽ چوڏاري سندس گهوگهٽ پيا ٻڌبا هئا، تنهنڪي هاڻي ڏئي ڏينهن ٿيوويجن ۽ گهو گهٽبڌ ٽلاءِ ڪنسڪيو ويجن. خبرناهيجلالچانڊيوڪهڙيپا سينڪريوبوهو جو پئي ڳاتائين: "جت يار منهنجي جا هئا ديرا، ات گهوگهٽ ڪن پيا ڳيرا" هاڻ تہ هتي نہ يار رهيا آهن ۽ نہ ئي انهن جي ديرن تان گهوگهٽ جا آواز ٿا اچن. سچ ئي سچ آهي: "تنهنجون يادون ۽ هي اڪيلائي"واري ڪار وجي بچي آهي. ڳيري کي ڪيترن ئي سببن جي ڪري نقصان پهتو آهي. خفتين جو چوڻ آهي تہ "ٻين سببن کان علاوه فصلن ۾ دوائن ۽ ياڻ جي استعمال بہ سندس نسل ڪشي ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي." ڳيرو ڪڻڪ، سارين، جوئر، ٻاجهر ۽ سائون وغيره شوق سان کائيندو آهي. ڪڻڪ پوکڻ مهل، ٻج زهر واري دوا ۾ ملائي پوکبو آهي. ڳيرو پوکيل / ڇٽيل ڪڻڪ جي ٻج ۽ تازي چاول ڪڻڪ کائڻ سبب، اڪثر ٻنين ۾ مئل ملندو آهي.

سنڌ اندر ڳيرو سياري ۾ سارين جي لهڻ وقت وڏيڪ نظر ايندو آهي. ڪجهہ سالن کان پاڻيءَ جي گهٽتائي سبب، ساريالو فصل گهٽ ٿيڻ ڪري، ڳيري تي بہ اثر پيو آهي. ڳيروسياريدوران سارياليءَ فصل سبب سنڌ ۾ ۽ اونهاري دوران پيرون پچڻ تي ٿر ۾، وڏيڪ نظر ايندو

آهي. ڪٽڪن جي لاڀارن ۾ بہ عام جام هوندو آهي. پيرون ۽ ڪبڙ، سنڌس من پسند ميوا ۽ وڻ آهن. اڪثر ڪري، آڪيرو ٺاهيندو ئي ڪبڙن ۾ آهي. اڄڪلهہ تہ گتي جي ڪارخانن سبب، ڪبڙ جي شامت آيل آهي، جنهن جو اثر بہ سنئون سڌو مٿس پيو آهي. ڪبڙ کان علاوہ ٻير، ڪنڊي ۽ وڻن جون هُڙيون، سنڌس رهڻ جون خاص جايون آهن. ڪبڙ سان گڏ، ٻين مڙني وڻن جي واڍي وڍي وڃڻ سبب، ڳيري جي رهڻ جو ماحول سخت متاثر ٿيو آهي. بيگهر ٿيڻ ڪري، گهٽجي ويو آهي.

ڳيرو شڪار ڪرڻ ۾ بہ صفا سولو پکي آهي. نہ منجهس چالاڪي آهي، نہ ئي ڦڙتي. سنڌس سونهن ڏسي، شڪارين جي دل مٿس هرويرو بہ هرکي پوندي آهي. ڪيس ڍپ، ڪوڙڪي، گولي، ايئرگن، بندوق (ڇرن واري) سان شڪار ڪري سگهبو آهي. اڪثر شڪار جا شوقين، شڪار ڪرڻ سکندا ئي مٿس آهن. نوجوان ڳيرو شڪاري، پاڻ کان وڏي "شڪاريءَ" جي "زير نگراني" گهٽين، پاڙن، ٻني ٻارن ۽ ويرانن ۾ ڳيري کي ڳولهيندا وتندا آهن. ڳيرا گهڻو ڪري گڏ اٿندا ويهندا آهن ۽ سَون جي تعداد ۾ هوندا آهن. پوءِ ڪٽي اَن جو ڪرو هجي يا بجليءَ جون تارون. ان ڪري ڪيترا ئي، هڪ ڌڪ سان، سو بہ صفا سولائي سان، ڪري پوندا آهن.

ڳيري کي هڪ تہ سنڌس سونهن تي مارائي ۽ ٻيو سنڌس لذيذ ۽ حڪمت جي حوالي سان مفيد گوشت قتل ٿو ڪرائي. ڳيري جو گوشت، سيني پکين، ويندي تتر جي گوشت کان بہ وڌيڪ لذيذ هوندو آهي. جنهنڪري ڪاڻ پيٽ جا شوقين، ڳيرن جي گوشت تي ڳيا ڳيا پيا ٿيندا آهن. حڪيمن بہ سنڌس نسل ڪشيءَ ۾ ڪافي حصو ورتو

آهي. ڳيري جو گوشت "ڪمزوريءَ" ۾ ورتل مردن ۽ دم جي بيماريءَ ۾ ورتل ٻارن لاءِ مفيد هجڻ سان گڏ، اڌ رنگ جي بيماريءَ ۾ پاريهر نہ ملڻ جي صورت ۾ بہ استعمال ڪبو آهي. حڪيم جيڪر اڌ رنگ جو سولو ۽ سستو علاج ڳولين تہ ڳيري تان هوند ڪجهہ ڏُرت لهي سگهي ٿو.

سال ۾ بہ پيرا، ٻن ڪان چئن تائين، روزانو آنا لاهيندڙ ۽ 21 ڏينهن تائين آرو ڪندڙ ڳيري جي آني توڙي ٻچي جو ڪانءُ وڏو دشمن آهي. ڪانءُ جي جهڙي آهي بڇڙي شڪل، ٻاهريان توڙي اندران ڪارو. ڳيري جهڙي ڳوپ ۽ سندر پکي ڪان بہ نٽو مڙي. ڳيرو ٻچن ۽ آنن کي بچائڻ لاءِ ڪانءُ سان وڏي ويڙهہ ڪائيندو آهي، جيڪا ڏسڻ وٽان هوندي آهي. هن ويڙهہ ۾ فتح، بدصورتيءَ جي ٿيندي آهي. سونهن هارائي، اندر جو سور اندر ۾ پي ويندي آهي.

ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي: "ڳيري ۽ سنڌي ماڻهن ۾ هرو ڀرو جي هڪجهڙايون ڳولجن تہ گهڻي مايوسي ڪونہ ٿيندي. ڪافي مشابهتون ملي وينديون. ڳيري جو ڪائين جو آکيرو نہ تہ جهرڪي جي آکيري جهڙو خوبصروت هوندو ۽ نہ ئي روڏي (سر چيڙي) آکيري جهڙو مضبوط مڙئي گهر ٺاهي ميار لاهيندو آهي. سنڌي ماڻهن جي اڪثريت جا گهر بہ ائين ئي هوندا آهن." سنڌيءَ ۾ عام چوٽي آهي: "**اڙي ڳيري جي آکيري جهڙو گهر ٺاهيو اٿئي**".

ٻيا پکي جڏهن وڙهندا آهن تہ ڪڪڙ ۽ تتر وغيره وانگر چنهنب ۽ پيرن جو آزادانہ استعمال ڪندا آهن پر شريف ڳيرو ايتري خفي ۾ ڪونہ پوي. هي پاڻ ۾ پرن سان وڙهندا آهن. رت ڪيرڻ جي ڪار نہ هوندي اٿن. بس دڙڪي دهمان تي ڪم هلائيندا آهن. سنڌن

اهو جهيڙو اڪثر ڪري گڏيل حقن لاءِ نہ پر رڳو ”زن“ تي هوندو آهي.

ڳيرو بنيادي طرح هڪ سست ۽ عاشق مزاج پکي آهي. برسات جو صفا پاڙيو آهي. مينهن وسڻ بعد ڪيس ڊوڙائي ڊوڙائي بہ پڪڙيو نبو آهي. پُسيل حالت ۾ ڪنهن کي ڏسي چئبو آهي؛ **”اڙي صفا ڳيرو لڳو پيو آهين.“**

صبح جو تمام سوير، اسر کان بہ اڳ اتندڙ ڳيرو گرمين ۾ جڏهن چوڏاري خاموشي هوندي آهي ۽ هر ڪو گرميءَ سبب بي حال ٿيو پيو هوندو آهي، ان ويل ڪنهن وڻ جي ٽاريءَ تان گهوگهو واري ٻولي ڪري عجيب تاثر پيدا ڪندو آهي. جهڙوڪر گرمي ستايلن کي همٿ نہ هارڻ، ڏکيا ڏينهن نيٺ گذري ويڃڻ ۽ بجلي جلد اچڻ جي خوشخبري ڏيندو آهي.

سنڌ ۾ ڳيري جا ٽي قسم آهن پهريون پيو بگويا اڇو/ٽاڪرو ڳيرو جنهن کي ڪن هنڌن تي دوڏن/دوڏو ڳيرو بہ سڏبو آهي. (ان کي انگريزي ۾ /Collared Dove or Indian Ring Dove streptopelia decaocto سڏبو آهي) ڳيري جي ٻئي قسم ڳِرٽ، قمري، ڪُرڪٽ ۽ ڳاڙهي ڳاني ڳيري جي نالي سان سڏبو آهي (جنهن کي انگريزي Red Turtle Dove /streptopelia tranquebarica سڏبو آهي ۽ ٽيون قسم آهي ڪُوڪُٽي/طوطڻ يا ٽونٽڻي ڳيري جو.(جنهن کي انگريزيءَ ۾ /Little Brown Dove streptopelia senegalensis سڏبو آهي) ڳيري جي ماديءَ کي ڳچي ۾ هلڪي ڳاڙهي رنگ جو نشان هوندو آهي. نر وري وزن ۾ ڪجهہ وڏيڪ هوندو آهي. ائين پري کان نر مادي جي سڃاڻپ آسانيءَ سان ٿي

ويندي آهي. اڄڪلهه جا شڪاري پراڻين رسمن کي وساري، نر مادي جي تميز ڪرڻ بنا، جيڪو آيو سو اگهيو چوڻيءَ تي دل کولي عمل ڪري رهيا آهن. روز جتي پينرون، پائر ۽ مائرون پُٽن هٿان پيون مارجن، اتي ڳيريءَ جي موت جو ڪهڙو ماتم ڪجي!!

اڳي جڏهن ڪرا تيار ٿيندا هئا ۽ ڳاهه ڳاهبا هئا ته سون هزارن جي تعداد ۾ ڳيرا به اچي ڪري جو پاسو وٺندا هئا. ٽريشر اچڻ بعد نه رهيا آهن ڪرا ۽ نه ئي ڳاهه. چند ڪلاڪن ۾ ميدان صاف. نه ڳيري جو حصو نه فقير فقراءَ جو. تڏهن ته برڪت به اهڙي ئي آهي. 20 مڻ وارو به پيو روئي ته هزار مڻن وارو به پيو روئي. مڙني کي مٽي تي هٿ آهن. ڳيري جو ڇا ويو؟ هو ويچارو اڏامي ڪنهن ٻئي ملڪ هليو ويو ۽ قرض ۾ ورتل اڪثر زميندار نور چاڪراڻيءَ جي شاعري:"**ننڊ نيڻن مان لڏي ڏور ڪهڙي ديس وئي!**" ڳائيندا وتندا آهن.

لوڪ ڏاهپ جي ماهر پاڳين مطابق: "ڪنهن ڍور تي ننڍو ڳاڙهو ڳيرو يا ڳيري ويهي ته ان ڳيري کي فورًا مارڻ گهرجي." ان جو مال تي ويهڻ سٺو سنئوڻ نه سمجهبو آهي. جيڪڏهن ڪانءُ ويهي ته جانور جي جسم کي چتائي ڏسجي: ڪٿي ڪو زخم ته ناهيس. باقي ڪبريون ۽ ٻگهه جانور جي جسم جي مختلف حصن مان چچڙ جئون ۽ جيت ڳولي کائيندا آهن. خصوصًا سياري ۾ جڏهن اهي پکي، ڍورن جي جسم مان جيت ڳوليندا آهن ته ڍور تڙڪي تي آهلي، سن باٽ پيا وٺندا آهن.

اڳي ساوڻ جو جُهڙ ٿيندو هو ڪارا ڪڪر وسڻ جا ويس ڪندا هئا، وُٺي جون هوائون گُهلنديون هيون ته نظرون ڳيري کي

ڳوليندڙيون هيون. جيڪڏهن ڳيرو سڪل مٽيءَ ۾ پَر هڻي، وهنجڻ جي ڪندي نظر ايندو هو ته پڪ سمجهبي هئي ته

مينهن آيو ڪي آيو. بندوبست ڪري وٺو. اهڙيءَ طرح ڳيرو سائنسي دنيا کان پري رهندڙن لاءِ برسات جي اڳڪٿيءَ جو ذريعو هو. برسات جي مند ڪانسواءِ ڳيري جو ڪڪڙ وانگر پَر ڦهلائي پاسيرو ٿي سمهڻ، مهمان اچڻ جي اڳواٽ اطلاع برابر سمجهبو هو. هاڻ ته ڳيرو خود مهمان ٿي ويو آهي.

افسوس اهو آهي ته انگريزن جي دور جي ٺاهيل قانون ۾ اڃا تائين ڳيرن جي حوالي سان ڪا به ترميم نه ڪئي وئي آهي. ان جي شڪار کي اڃا تائين قابلِ سزا جرم قرار نه ڏنو ويو آهي. نه ئي ڪيس ختم ٿيندڙ نسل يا بچاءَ لائق نسل جو درجو ڏنو ويو آهي. جيڪي حڪومتون انسانن لاءِ ڪجهه نه ڪنديون هجن، انهن مان ڳيري لاءِ ڪهڙي اميد رکبي!

روزاني ڪاوش اربع 11 نومبر 2009ع

باهه لڳڻ وقت سڀ کان پهرين پهچندڙ ۽ اسر ويل اڏاريندڙ ۽ برسات جي علامت پکي

# ڪارڪٽي

قدرت انسانن وانگر پکي به ڪيترن ئي منهن مهانڊن ۽ مزاجن جا خلقيا آهن. جيئن ڪي انسان سک جا ساٿي هوندا آهن ته ڪي مهل جا ياڙيا. هوندا آهن. ڪي بهادر ڪي چالاڪ، ڪي ڏاها، ڪي ايرا، ڪي سيرا، ڪي دانشور ته ڪي وري اٿي تي چٽي! پکي به ائين ئي هوندا آهن. ڪي نظر ايندا ته اکيون ٺري پونديون. ڪي ٻوليندا ته مزو اچي ويندو ۽ ڪي ظاهر ٿيندا ته ماڳهين نحوست پئي سامهون نظر ايندي. اهڙين ئي خاصيتن مان ڪجهه خاصيتون رکندڙ عام جام نظر ايندڙ ۽ اڪثر حالتن ۾ نظر انداز ٿيندڙ ڪاري رنگ جو ڪوئل کان معمولي ننڍو پڇ V وانگر نرالو ننڍي چهنب وارو ڪڏهن به هيٺ زمين تي نه ويهندڙ پکي ڪال ڪٽي به هڪ آهي. ڪال ڪٽي کي پکين وارا پوسٽر ٺاهيندڙ وائلڊ لائيف وارا خبر ناهي ڇو ڪانڪٽي به لکندا آهن ته ڪارپٽ به. شايد سنڌي مان انگريزي ۾ پوءِ وري انگريزي مان سنڌي لکڻ ڪري ڪانڪٽي لکجي ويل ٿو ڀانسجي. پر ڪار ڪٽي جو اهو عجيب نالو هن تي ڇو ۽ ڪيئن پيو؟ ڪاري هجڻ ڪري ڪاريا ڪال ته سمجهه ۾ اچي ٿو باقي ڪٽي ڇا ۽ ڇو آهي؟ اهو هڪ سوال آهي، سيني ساڃهه وند پڙهندڙن لاءِ. عام خلق ل[illegible] کي ڪال ڪٽي يا رڳو ڪٽي ڪري به سڏيندي آهي. هن کي اردو

۾ سياهه ڪوتوال ڪوا ۽ انگريزي ۾ Black Drongo سڏين. هن جو بائيولاجيڪل نالو Dicrurus adsimilis آهي. ان نالي سان نيٽ تي وڃي هن جي نسل ۽ خاندان جي باري ۾ ٻي دنيا ۾ گڏ ڪيل معلومات حاصل ڪري سگهجي ٿي. پر سنڌ ۾ هن جي باري ۾ ڇا مشهور آهي؟ اچو ته مياڻ جي چاچي جمعي ملاح، منظور ملاح،ٻاڪوڙي موري جي ڪيهر ٻڙدي، لعل بخش عرف لالو لغاري، اربيلو ٻڙدي، نسيم بلوچ، رئيس علي نواز ٻڙدي، خليل لغاري، عمرڪوٽ جي علي بخش رند کان پڇون ۽ ٻڌون ٿا.

سنڌي خفتين جي بقول ڪار ڪٽڇي اتي فورن پهچي ويندي آهي جتي، باهه لڳي يا دونهون دکي! ڇو؟ ڇو،. ٿا ته جڏهن نمرود حضرت ابراهيم عليه السلام کي باهه جي اوڙاهه ۾ اڇلايو هو ته ڪار ڪٽڇي پنهنجي چهنب ۾ پاڻي جون بوندون ڀري، آڻي، باهه اجهائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ان ڏينهن کان ڪٽڇي اج سوڌو پنهنجو فرض نڀاهيندي اچي. جتي باهه ٻرندي/لڳندي آهي، ڪٽڇي اتي پئي مٿي ڦيرا ڏيندي آهي. جي ڪراچي جهڙي وڏي شهر ۽ ڏيپلي جي پٽن ۾ ڪٽڇي نه پهچي ته ان تي گهٽي ميار ناهي. جتي ڪٽي ته فائر برگيڊ به نٽي پڇي سگهي نه! سياري ختم ٿيڻ ۽ بهار جي اچڻ تي جڏهن ڊنار ۽ مالوند مال جي چاري لاءِ جهنگ جي پراڻن، سرن ۽ پن کي باهه ڏئي ساڙيندا آهن. يا ڳوٺ ۾ ڪٽي باهه لڳندي آهي ته ڪٽڇي پئي اتي ڦيرا ڏيندي آهي. فائر برگيڊ کان به اڳي ڪٽڇي اتي پهچي ويندي آهي. ڪٽڇي کي ڪيئن ٿي خبر پوي ته ڪٿي باهه لڳي آهي؟جيئن ڳجهه کي مئل ڍونڍ جي خبر پوي، ڪانو کي پٽ جي خبر پئي. ايئن ڪٽڇي

ڪي بہ باهہ جي خبر پئجي ويندي آهي. ڪٽڇي اڪثر ڪري جهنگ ۾ ئي رهندي آهي، ان ڪري باهہ جي خبر بہ هن کي آساني سان ملي ويجي ٿي. جيئن تہ هاڻ وڻ ٽڻ ۽ جهنگ ڪافي حد تائين ختم ٿي ويا آهن. ان ڪري هن منفرد پکي جي آبادي ۾ بہ ڪافي ڪمي اچي وئي آهي . هروڀرو اهو لازم ناهي تہ ڪو حلال پکي ئي شڪارين جي ور چڙهيا آهن پر سڀ ئي پکي ڪنهن نہ ڪنهن سبب ڪري ماحولياتي تبديلي کان متاثر ٿيا آهن.نيٺ واري دوستعمر سومري کان معذرت ڪنديهہ سنڌ جي ٻهراڙين جي خفتين جي بقول تہ باهہ لڳڻ واري جاءِ تي ڪٽڇي ان ڪري ايندي آهي جو باهہ تي ڪيترائي جيت وغيره اچي جمع ٿيندا آهن. هن جو گذارو ئي اهڙن جيتن تي خصوصاً پرن وارن جيتن، تڏ، مڪڙ،ڪنين وارن ماڪوڙن، پوپٽن، پنپورين وغيره تي هوندو آهي، جن کي هيءَ وڏي شوق سان واپرائيندي آهي.

ڪٽڇي رڳو جتي باهہ ٻري ۽ دونهين دکي اتي نظر اچڻ جي ڪري ئي منفرد مقام نٿي رکي بلڪ هن جون ٻيون بہ ڪيتريون ئي اهم انفراديتون آهن. ٽرين وٽ ڪٽڇي برسات جي خبر آڻيندڙ جو درجو رکندڙ بہ آهي. ٽرين جي بقول تہ سانوڻ ۾ جڏهن ڪٽڇي ٻڪري جي پيچ تي ويهي تہ برسات جي علامت سمجهجي، ڪٽڇي عام حالتن ۾ ٻڪري تي گهٽ ويهڻ پسند ڪندي آهي.هي وڏي مال تي ويهڻ کي ترجيح ڏيندي آهي.ڪجهہ خفتين جي بقول تہ صبح جو سوير يا اسر جو عام ٿوٽي ماڻهن جي بقول اڌ رات جو( سڀ کان پهرين تہ جهرڪين جهڙا پر انهن کان ڪجهہ ننڍا عام طور تي سرن تي ويهندڙ ۽ ان جا سنگ ڪائيندڙ ۽ انهي مند ۾ وڏيڪ نظر ايندڙ چيها پکي اٿندا ۽ ٻوليندا

آهن. پر اهي خبر ناهي ڇو اڪثر نظر انداز ٿي ٿيندا رهندا آهن. شايد ان ڪري جو هو ڪڏهن صفا نظر نہ ايندا آهن يا گهٽ نظر ايندا آهن. ان ڪري نوٽس رڳو ڪُٽڪُي جي ٻولڻ جو ئي وٺبو آهي. اڄان جڏهن نہ گهڙيون هيون نہ الارم، نہ ريڊيا هئا نہ لائوڊ اسپيڪر، ان وقت خلق خدا جي، ڪُٽڪُيءَ جي ٻوليءَ تي ئي اٿي روزا رکندي هئي، تہ عام ڏينهن ۾ نماز لاءِ بہ هن جي آواز تي اٿندي هئي. هاري ناري بہ ڪُٽڪُيءَ جي ٻوليءَ تي اٿي هر جوٽيندا هئا. ان لحاظ سان ڪُٽڪُيءَ جو ٻولڻ وڏي اسر ۽ سج اڀرڻ کان گهڻو اڳ جو اهڃاڻ هو. ان وقت ڪُٽڪُيءَ جي ٻولي تي هاري هر سنڀاليندا هئا تہ وڏڙيون ڪيرولوڙٽڻ لاءِ ڇاڏيون سنڀاليندڙيون هيون. هو ڪُٽڪُيءَ جي ٻوليءَ سان گڏ ذڪر بہ پيون ڪنديون هيون تہ ڪير بہ پيون ولوڙينديون هيون. ڪُٽڪُي جي ٻولي ڏاڍي سريلي ۽ وڻندڙ هجڻ ڪري هڪ تہ ان جي ٻوليءَ سان ننڊ مان سجاڳ ٿيڻ سٺو لڳندو هو. ماڻهو لائوڊ اسپيڪر جي زوردار آواز يا ڪانو جي بي سري آواز تي، جهرڪين جي چرچر تي اٿڻ مهل جهڙو بيزار ۽ چڙچڙو ڪونہ ٿيندو هو. ان ڪري ئي ڪم تي يا ڪيڏانهن وڃڻ مهل هن جي آواز جي ڪن تي پوڻ کي سٺو سنوڻ سمجهبو هو. ظاهر آهي ماڻهو سوير اٿندو تہ سوير ئي ڪم تي ويندو . ان مان سٺو نتيجو ئي نڪرندو ۽ سٺو سنوڻ ٿيندو. جي ڪو اڌ ڏينهن چڙهڻ بعد اٿي ڪم تي ويندو تہ ڪهڙو ڪم ٿيندو ۽ ڪهڙو سنوڻ سٺو ٿيندو!!

ڪُٽڪُي سوير اٿي هارين نارين، پوڙهن پڪن، نمازين ۽ پرهيزگارن کي پنهنجي سريلي آواز سان سوير اٿاري پاڻ بہ پئي ذڪر ڪندي آهي ۽ خلق کي بہ پئي خلقڻهار جو نالو وٺڻ جي تلقين ڪندي

آهي. ان بعد جڏهن پاڪيا ۽ مال وند مال ميڙڻ ۽ چوڙڻ جي ڪندا آهن ته ڪٽڇي وچي مال جي پٺيءَ تي ويهندي آهي. خاص ڪري مينهن ۽ ڍڳين تي ويهي، انهن مان پئي چچڙ چونڊيندي آهي. جنهن سان هڪ ته هوءَ پنهنجي روزي حاصل ڪندي آهي ۽ ٻيو ته مال کي چچڙن جي مصيبت کان به بچائيندي آهي. جيئن ته ڪٽڇي هيٺ زمين تي گهٽ ويهندي آهي. جي هرو ڀرو هيٺ ويهڻو ئي پيس ته هوءَ ڪوشش ڪري زمين تي پيل ڪنهن ڪاٺيءَ وغيره تي ويهندي آهي. پر سڌو سنئون زمين تي گهٽ ئي ويهندي آهي. هوا ۾ اڏامندڙ جيت جڻيا کائيندڙ هن پکيءَ کي مال تي ۽ وڻن تي ويهڻ سٺو لڳندو آهي. جيت جڻيا کائيندڙ پکين جي گوشت ۾ ڏپ ٻڌائي وڃي ٿي. جي ايئن آهي ته پوءِ تتر ۽ جهرڪيون به جيت جڻيا کائين ٿا انهن جي گوشت ۾ ڏپ ڇو ناهي؟ معنيٰ اصل سبب اڃان ڪو ٻيو آهي. شايد ڪو خفتي ان ڏس ۾ ڪا رهنمائي ڪري سگهي ۽ ڪجهه ٻڌائي سگهي. بهرحال هن جي گوشت ۾ ڏپ جا ڏس ملن ٿا. نر ۽ مادي جي اڳ سڃاڻپ نه رکندڙ هن پکيءَ جي چهنب ۾ اڪثر جيت هوندا آهن. جيئن ته ٻنين ۾ اسپري ۽ دوائن جو رواج عام جام آهي. ان ڪري لڳي ٿو ته هن کي فصلن مان زهريلا ۽ دوائون لڳل جيت ملن ٿا ۽ اهي کائڻ ڪري هن جي زندگيءَ تي اثر پيو آهي ۽ هيءَ ڪافي گهٽجي وئي آهي. اڪثر ڪري اڪيلي چڳندڙ ۽ نظر ايندڙ ڪٽڇي ٻيرن يا ٻين ڪنڊيدار وڻن ۽ ڏکين جاين تي آکيرو ٺاهڻ کي ترجيح ڏيندي آهي. ان ڪري ئي ڳوٺ اقبال ٻڙدي جي وڏي عمر جي رئيس علي نواز ٻڙدي جي بقول هن جا آنا يا ٻچا اسان ڪڏهن به شرارتي ڇوڪرن جي هٿ ۾ نه ڏٺا آهن. هن جو آکيرو ڪائين جو

گول، چانهہ جي پليٽ جيترو هوندو آهي پر ان جي اندران هيءَ ڪڪ پن رکي ان کي نرم ٺاهيندي آهي پر اڪيلو رهڻ ٺي پسند ڪندي آهي. مزي جي ڳالهہ تہ ڪانو سان هن جو ٻچن ۾ آنن تي هميشه جهيڙو رهندو آهي. پر هيءَ ڪانو کي ويجهو بہ اچڻ نہ ڏيندي آهي. ماٺهوءَ جي آکيري کي ويجهو وڃڻ تي شور ڪندي آهي. ڪٽڇيءَ جي اهڙين "مڙساٺين" خاصيتن جي ڪري ويچارو ڳيرو اڪثر ڪري هن جي پاڙي ۾ آکيرو ٺاهي رهڻ کي ترجيح ڏيندو آهي. سچ چوندا آهن تہ يا تہ ماٺهو پاڻ مڙس ماٺهو ٺئي يا مڙس ماٺهو جي پاڙي ۾ رهي.

ڪٽڇي هونئن تہ مقامي پکي هئڻ ڪري سڄو سال هتي ئي هوندي آهي پر ڪٽڪن ۾ هن کي ٻنين مان شايد جيت وڏيڪ ملن ٿا ان ڪري يا ڪنهن ٻئي سبب ڪٽڪن ۾ وڌيڪ نظر ايندي آهي. سياري ۾ يا تہ وڌيڪ ٻوليندي آهي يا ماٺار جي ڪري ٻولي پري پري تائين ٻڌڻ ۾ ايندي آهي. باز جا خفتي باز جي اصلي يا نقلي هجڻ جي تصديق بہ باز کي بکيو رکي، پوءِ ڪٽڇي جي سامهون ڪري ڪندا آهن. جي باز وڙهيو تہ معنيٰ اصلي آهي ٻيءَ صورت ۾ محنت ٺي اجائي ويندي آهي ۽ پئسا ٺي پاڻي تي ويندا آهن. ڪٽڇي باز جي بريءَ نيت کان پوريءَ ريت باخبر هجڻ ڪري ان کي ويجهو بہ اچڻ نہ ڏيندي آهي. هن جي پڇ جي V وانگر هجڻ يا ڪنجڻ جي حوالي سان بہ ڪهاٽي مشهور آهي.

ڪجھ بہ هجي، ايترين سارين خاصيتن جي باوجود ڪٽڇيءَ جو اوترو مان ۽ مرتبو ناهي جيترو هجڻ گهرجي يا جيترو هوءَ لهي ٿي. ويتر جو بہ چتيون مايون جڏهن پاڻ ۾ وڙهنديون آهن تہ شل نہ هڪ

ڪاري (رنگ جي) هجي تہ پوءِ سائين ہي تہ ڦهہ طعنو هڻي ڪيڏندي تہ هل پيٽسان ڪاري ڪٽڃي! اهڙا طعنا ۽ تنڪا ٻڌي ٻڌي ڪٽڃي ڏاڍي مايوس ۽ بددل ٿي پئي آهي. هن جو اندر سڙي ويو آهي، تنهن ڪري هوءَ ڏينهون ڏينهن گهٽجي رهي آهي. اڄڪلهہ اسان هن جي ۽ ٻين پکين جي بچاءَ ۽ تحفظ لاءِ جي ٻيو ڪجهہ نٿا ڪري سگهون تہ گهٽ ۾ گهٽ پاڻي جي سخت کوٽ ۽ گرمين جي ڏينهن ۾ گهر جي ڪنهن پٽ، ڇت يا اڱڻ ۾ پاڻي جو ڪو ٿانو پري رکي هن جو ۽ ٻين پکين جو ڪجهہ مسئلو حل ڪري سگهون ٿا اها اسان جي اخلاقي ذميواري آهي ڇو جو اسان پکين مان سڌيءَ اڻ سڌيءَ طرح ڪيترائي فائدا حاصل ڪندا رهندا آهيون.

روزاني ڪاوش خميس 13 آگسٽ 2009ع

# لوڪ ڏاهپ وارن وٽ سياري جي اچڻ ۽ وڃڻ جو اهڃاڻ آڙي پکي

ماحوليات جي عالمي ڏينهن جي موقعي تي جڏهن ڪيتريون ئي شيون ۽ مسئلا اسان جي ڌيان ۽ توجهه جا مستحق آهن. ڪيتريون ئي جاندار ۽ بي زبان جنسون ۽ نسل ختم ٿي رهياهيا ۽ تيزيءَ سان وجود وڃائي رهيا آهن. ڪوبه انهن ڏانهن گهربل توجهه نه پيو ڏئي. ان موقعي تي اچو ته پنهنجي روز مرهه جي ڪمن مان ٿورو وقت ڪڍي، خدا جي خدائي ڏانهن نگاهه ڪيون ۽ ڏسون ته قدرت انسانن لاءِ ڇا ڇا نه ڪيو آهي پر اسان انهي سيني شين کان منهن موڙي ڇڏيو آهي.

قدرت اسان جي رهنمائي لاءِ ڪيترائي اهڃاڻ ۽ نشانيون پيداڪيون آهن. جيڪي ساليانو ڇهه ماهي، موسمي، ڏينهن رات ويندي پهرن جي حساب سان هر جاءِ ۽ هر هنڌ هڪيون تڪيون موجودآهن. ضرورت رڳو ان ڳالهه جي ته انهن نشانين ۽ انهن اهڃاڻن کي ان نظر سان ڏسجي. جنهن کي لوڪ ڏاهپ جي اک چيو وڃي ٿو. اهي نشانيون، آسمان، زمين، پکي پکڙ، جانورن، جيتن، وڻن ۽ هوا ۾ هر وقت، صبح شام، موسم جي حساب سان موجود هجن ٿيون. مختلف جڳهين تي رهڻ وارا وري مختلف نمونن انهن جي سڃاڻپ ڪندا آهن. مثال طور پهاڙن ۾ رهندڙن لاءِ هڪڙيون ته ٿر ۾ رهندڙ لاءِ ٻيون، ڊنڊن تي گذارو ڪندڙن لاءِ جدا ته درياهه تي رهندڙن لاءِ جدا. چوپائي مال تي گذارو ڪندڙن لاءِ الڳ ته زراعت تي گذاري ڪندڙن لاءِ الڳ آهن.

اجوڪي نشست ۾ اسان ڍنڍن تي رهندڙن يا ڍنڍ تي معاشي طرح پاڙيندڙن ۽ شڪار جو شوق رکندڙن جي مختلف لوڪ ڏاهپ جي اهڃاڻن مان هڪ پکين واري اهڃاڻ تي نظر ڪريون ٿا. هونءَ تہ پکين جي حوالي سان لوڪ ڏاهپ جا ماهر ڪيترائي اهڃاڻ ٻڌائين ٿا پر اسان پرديسي پکين مان سڀ کان اڳ ايندڙ ۽ سڀ کان آخر ۾ ويندڙ سياري جي اچڻ ۽ وڃڻ جي خبر ڏيندڙ پکي، آڙيءَ جي خبر چار ونون ٿا.

جيئن ڪُرڙل (باز جو هڪ قسم) جي ڍنڍ تي اچڻ کي مهاڻا مٺي پاڻي سڪڻ جو اطلاع سمجهندا آهن. ميداني علائقن ۾ پٽن وارا تاڙي جي تنوارڻ کي برسات اچڻ جي نشاني پائيندا آهن. جهرڪين جي شور کي نانگ موجود هجڻ سمجهندا آهن. بازن ۾ ڪانگن کي وڏي تعداد ۾ لامارو ڏيڻ کي ڪنهن ڪاج يا پت جي ختم ٿي وڃڻ برابر سمجهبو آهي. ائين ڪنهن ڍنڍ تي آڙي جي اچڻ کي سيارو شروع ٿي وڃڻ جي معنيٰ ۾ ورتو ويندو آهي. آڙي جنهن کي ٻولاهي بہ سڏبو آهي ان کي انگريزي ۾ Fulica altra_coat ۽ اردو ۾ آري جل مرغي چئبو آهي. نيٽ جا شوقين انهي نالي سان ڳولا ڪندا تہ کين ڪافي ڄاڻ ملي ويندي پر اها مقامي نہ هوندي. سو پاڻ ڏسون ٿا تہ مقامي لوڪ ڏاهپ جا آڙيڪاپ، آڙيءَ جي باري ۾ ڇا ٿا ٻولين؟

آڙي يا ٻولاهي رنگ جي ڪاري بدڪ نموني، صرف منهن تي اکين جي وچ ۾ اڇو ٽڪو ڇهنب اڇي، ڏيگهہ فٽ ڪن. ٽنگون هيٺ سنهيون، مٿي ٿلهيون. پير جو چنبو گرانٽ کن ۽ پيچ براءِ نام هوندو اٿس. مقامي ماهر هن جا بہ قسم ٻڌائن ٿا. هڪ وڏي ۽ ٻي ننڍي. پر ننڍي جو تعداد وڏي جي مقابلي ۾ ڏهہ سيڪڙو کان بہ گهٽ آهي (انهي متعلق

واسطيدارن ادارن جي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي) هن جو وزن ڪلو سوا تائين ٿئي ٿو. ڪي ماڻهو ڪيٽاٽي کي به آڙي جو قسم چون ٿا. ٻيين پکين وانگر آڙي به چانڊوڪين راتين ۾ اچي ۽ وڃي ٿي پر حيرت انگيز طور اڄ تائين ڪنهن به آڙي کي ايندي ويندي ناهي ڏٺو. ڪارين مٽين ٻنهي قسمن جي ڏيڍن تي رهندڙ هي عجيب پکي آهي. شڪار دؤران مرندي پٺي پر گهٽو پري اڏامي ڪونه ويندي. هِتي مئي، هُتي ويئي. پٺي ڪُسبي آهي. پاڻي جو پکي آهي ان ڪري سڪي تي شڪاري هن جو ساهه سڪائي ڇڏيندا آهن. هن کي ٻوڙائي به جهلي وجهندا آهن. هي پنهنجي بچاءَ ۾ رڳو ڪوبُوڙوئي ڳولي سگهندي آهي. آڙي ڏينهن جو خبر ناهي ڇو ڏاڍو ڏکي ٿي اڏاميو سگهي. پاڻي ۾ هي پهرين آهستي آهستي پير زمين تي رن وي وانگر هٽندي پوءِ مٿي چڙهي اسپيڊ پڪڙيندي آهي. اڏامڻ کان پوءِ هيٺ هن جي ايتري اسپيڊ نه هوندي آهي مٿي چڙهي پوءِ تيز اڏامندي آهي. حالانڪِ وڏي اسپيڊ جي ضرورت هيٺ شڪارين کان بچڻ مهل هوندي اٿس.

هونءَ ته چيڪلو ڏگوش ۽ ڳئيٽو اڳ ۾ ايندا آهن پر نسبتاً ننڍين پکين ۾ آڙي اڳ ان وقت اچي نڪاءَ ڪندي آهي جڏهن ڪٽڪ سلو ڪرڻ شروع ڪندي آهي ۽ پهريون پاڻي ڏبو اٿس. تمام گهٽا سيءَ پون، پاڻيءَ وارو گاهه لوٽي ٻج تي اچي ته اهو وقت آڙيءَ جي اچڻ جو هوندو آهي. ڪنهن ڪنهن سال آڙي نه به ايندي آهي يا صفا گهٽ ايندي آهي. ان سان مقامي ماڻهو برسات اچڻ يا نه اچڻ ۽ ڍنڍين ۾ مڇي ٿيڻ يا نه ٿيڻ جو به اندازو ڪندا آهن. جنهن سال آڙي وڏيڪ اچي ان سال برسات به وڌيڪ پوندي آهي ۽ مڇي به وڌيڪ مرندي آهي. هن

جي رهڻ جا پسنديده هنڌ پن، لئيون ۽ نڙ آهن. جتي لِڪ وڏيڪ هجي يا پوءِ صاف پاڻي جيڪو اونهون هجي اهي هنڌ بہ آڙيءَ جي لڪڻ جا هوندا آهن. آڙي گڏ ويهندي ،اڏامندي ۽ چڳندي آهي. رات جو ڍنڍ ۾ نڙ، پن ۽ لئي تي چڙهي ويهندي آهي. وڻن تي هيءَ گهٽ ٿي ويهڻ پسند ڪري ٿي. هن جي ڪاڏي ۾ لوڻي گاهہ، ڪوڏ ۽ ڳاڙهي واري جهڙو رائو بہ شامل آهن. هي سڄو ڏينهن چڳندي آهي پر رات جو وڏيڪ چڳندي آهي. هي سارين جي تيار ٿيڻ تائين هتي ئي هوندي آهي ان ڪري ساريون خاص ڪري رتڙيون ساريون ، سارين جو ڇڇيل ٻج بہ شوق سان کائيندي آهي. سارين کي رتنبو ۽ ٿرهاندو بہ وڏي شوق سان کائيندا آهن. ان ڪري ئي چينين تہ رتنبي جي نسل ڪشي ڪان بہ وسان ڪونہ گهٽايو آهي. اڄڪلهہ رتنبي جي گهٽجي وڃڻ جو وڏو سبب چينين جي مارا ماري بہ آهي.

هي پکي خطرو محسوس ڪري هڪ ٻئي کي آواز ذريعي آگاهہ ڪندا آهن. گڏ ئي ويهندا آهن پر ڇڊا ئي اڏامندا آهن. پوءِ پن وغيره ڏسي ان ۾ لڪندا آهن. يا وري وڏي پاڻيءَ ڏانهن رخ رکندا آهن. پر ان وچ ۾ گهڻو ڪري شڪارين جي ور چڙهي بندوقن جو بک بڻجي ويندا آهن. هن کي شڪارين کان علاوه بحري باز مان بہ خطرو هوندو آهي. هيءَ پاڻي تي هڪدم سڌي نہ لهندي آهي بلڪ پهرين پاڻيءَ تي ڦيرو ڏئي. پنهنجي پر ۾ جائزو وٺي پوءِ پر جهلي سڌي لهندي آهي. باز کي ڏسي هي ڏاڍو شور ڪندي آهي. هيءَ انسان جي ڏپ اڪثر ڪري محسوس ڪري وٺندي آهي تہ بندوق جي بارود جي بہ. شڪار کان بچڻ لاءِ هر وقت چوڏاري نظر رکندي آهي پر شڪاري هن کي بندوق،

هنجر، دام، ڪانئري ذريعي شڪار ڪري وٺندا آهن. بڪار ۾ قليل واري پاسي اهڙا به شڪاري آهن جيڪي ٻين ڪيترن ئي جانورن جو آواز ڪڍي انهن کي سولائيءَ سان شڪار ڪرڻ سان گڏ ٻولهائي جي ٻوليٻولي کيس شڪار ڪري وٺندا آهن. اهڙن خفتين ۾ سونهن جي حوالي سان مشهور مصر جي الله جي پياري جو هم نام ملاح (مرحوم محمد يوسف ملاح) ڏاڍي شهرت رکي ٿو.

ملاح ڪانئري (هڪ پکي جو قسم) جي ذريعي ڪافي پکين جو شڪار سولائي سان ڪري وٺندا آهن. انهن ۾ آڙي به شامل آهن. ملاح ڇا ڪندا آهن جو گهر پاليل ۽ سيکاريل ڪانئري کي مٿي تي ويهاري پاڻ پاڻيءَ ۾ آهستي آهستي ترندا هڪ هٿ ۾ بندوق جهلي پکين جي صفا ويجهو وڃي پهچندا آهن ۽ بندوق هٽي ڪيندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن هو پکين جي هيٺيان هٿ ڏئي انهن کي غير محسوس طريقي سان ٽنگن ۾ جهلي هيٺ پاڻي ۾ ڇڪي ٽنگون وغيره ٻڌي،پنيان ٻڌل ڪانبي ۾ وجهي ڇڏيندا آهن. ڪانئرو جيڪو هوشيار پر ڍڄڻو پکي آهي، جنهن جو گذر ڍُبن جي ننڍي مڇي (در) تي هوندو آهي ان کي ڀٽائي طالب الدنيا جي معنيٰ ۾ ڳائيندي سر ڪارايل ۾ هينيان بيت چيا آهن.

اونهي ۾ اوڙاهه جو هنج تنهين هوءِ،
اي ڪانئرو ڪوءِ جو ڇاڇر ۾ ڇيرون ڪري

***

سرهو سر وڃائيو ڪوڙن ڪانئرن ،
رتا روهه وڃن، ڪه هيٺائي ڪان هنجڙا.

بدين، ڳاڙهي ۽ ٻين سامونڊي ڪنارن سان گهٽو رهندڙ آڙيُ چوٽياري ڍيم واري پاسي گهٽو ڪري ايندي ويندي ترسندي آهي. شڪارين جو چوڻ آهي جنهن سال آڙي گهٽ هوندي آهي ته ٻيا پکي گهٽ هوندا آهن پر جي وڏيڪ ايندي آهي ته ٻيا پکي به وڏيڪ ايندا آهن. سياري ۾ آڙي مريضن کي ڪاڙهي به پياربي ۽ ڪارائبي آهي هن جو گوشت ٿورو سخت ڇهرو ۽ رڌڻ ڪانپوءِ ٿورو ڪارو ٿئي ٿو ان ۾ فولاد وڏيڪ هجڻ ڪري هو رت وڌائي ٿو. ڍنڍن ۾ ٽبي ڏئي اندران گاهه ۾ ڪوڏيون ڪائيندڙ آڙيءَ جي ساهي ڪافي هوندي آهي. هي لڳ هتي ئي ڪري ويندي آهي. هي پکي جڏهن فبروري مارچ ڌاري هڪ ٻئي کي ڊوڙائيندا آهن، ته سندن لڳ جي خبر پوندي آهي. هن جي نر جي سڃاڻپ ڇهنب تي وڏو اڇو ٽڪو ۽ مادي کي ننڍو اڇو ٽڪو هجي ٿو.

جڏهن ڍنڍن ۾ جهنگ ڪڪڙ، ڪيٽاٽي، ڪهنگ عام جام نظر اچن. سياري ۾ اتر لڳي، نڙ ۽ سر ڦٽن ته آڙيءَ جي اچڻ جون سڀ نشانيون پوريون ٿيون. جي ان وچ ۾ آڙي آئي ته واهه نه ته وري شڪاري مايوس ٿي ٻئي سال جو انتظار اهو ڳائي پيا ڪندا آهن ته **آج ڀي سورج ڊوب گيا هئي، آج ڀي تم نهين آئي.**

جڏهن ڪٽڪن ۾ لابارا پوندا آهن، پيرون ۽ سگر پڇندا آهن ته ان وقت آڙيءَ ۾ چربي به گهٽي چڙهي ويندي آهي. ان ڪري هن کي گرمي ڏاڍو تنگ ڪندي آهي. هن جي چربي ۾ بوءِ هوندي آهي ان ڪري ڪجهه ماڻهو کائڻ کان پاسو ڪن ٿا. اهي نشانيون، لوڪ ڏاهپ جي ماهر شڪارين لاءِ چڻ آڙي جي وڃڻ جون

پکيون پختيون نشانيون هجن ٿيون. هو دل کولي شڪار ڪن ٿا ته کهڙي خبر اڳين سال جيئرا هجون نه هجون، آڙيون به الائي اچن يا نه، ان ڪري جيتريون ٿي سگهي ماري وٺو ۽ ڪن ماڻهن ۾ ڪم قاتل هجي ته يا ڪنهن ڪم جو آسرو هجي ته، ان کي به ڪارائي وٺو. ڪنهن يار دوست کي به پهچائي اچو.

جي موجوده بي رحمي واري طريقي سان بغير جهل پل جي پکين جو شڪار ائين ئي جاري رهيو ته بس ايندڙ چئن پنجن سالن ۾ وچي ڪي ڏاڍا بچندا. ان ڪري اجان به وقت ويو ڪونهي، خدارا! هنن بي زبانن لاءِ ڪجھ ڪري وٺجي ته بهتر آ. اهو ئي اجوڪي ڏينهن جو پيغام آهي.

روزاني ڪاوش اربع 3 جون 2009ع

# تاڙو: برسات جو اهڃاڻ پکي

صدين جي انساني تجربي ۽ مشاهدي تي ٻڌل علم کي قدرتي ڪميونيڪيشن چئبو آهي. جنهن کي ڪيترن ئي شعبن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. مثال طور روايتي ڪميونيڪيشن Traditional Communication جنهن ۾ پنهنجي ڳالهه يا مقصد بغير زبان جي لفظن جي استعمال جي، ٻئي تائين پهچائي سگهجي ٿي. جيئن ڪارو ڪپڙو سوڳ جي علامت ۽ اڇو امن... وغيره وغيره. انهيءَ حساب سان ڪجهه شيون وري قدرتي يا فطري ڪميونيڪيشن Natural Communication ۾ شامل آهن. مثال ڪڪرن جو اچڻ، ڪنوڻ جو چمڪڻ، گوڙ جو ٿيڻ، مختلف پکين جو مختلف وقتن تي اچڻ، تارن جو نڪرڻ، هوا جو رخ وغيره وغيره. اهڙي نموني قدرت ڪيترين ئي شين ۾ هر مند ۽ موسم، موقعي ۽ مهل لاءِ ڪي اهڃاڻ، ڪي نشانيون، ڪي علامتون رکيون آهن. جيڪي انسان کي وقت به وقت قدرت جا نياپا پهچائن، ڪيس سجاڳ ۽ خبردار ڪنديون رهن ٿيون. ها جي انسان انهن ڏانهن ڌيان نه ڏئي ته قصوروار به پاڻ آهي ۽ سزا جو حقدار به. اهڙن ئي قدرتي يا نيچرل ڪميونيڪيشن (ڪميونيڪيشن لاءِ ڪو دوست، ڪو مناسب لفظ ٻڌائيندو ته مهرباني ٿيندي) جي اهڃاڻن يا ذريعن مان هڪ تاڙو پکي به آهي.

سڄي دنيا وانگر سنڌ ۾ به ڪيترائي پکي موجود آهن. ۽ سڄي دنيا وانگر پکين کي درپيش مسئلا سنڌ جي پکين کي به درپيش

آهن. فرق رڳو اهو آهي تہ دنيا ۾ هئي پاسي شايد ڪجهہ نہ ڪجهہ، پکين جي مسئلن کي منهن ڏنو ويجي ٿو. جڏهن تہ هتي انسانن جي مسئلن جي ڪا اهميت ڪونهي تہ پکين جي پچار شايد وقت کان اڳ جي ڳالهہ آهي. تاڙو پکي اڪثر ڪري گهاٽن وڻن جي جهڳٽن يا باغن ۾ رهڻ وڌيڪ پسند ڪندو آهي، جيئن تہ وڻن جي واڍي جتي ڪٿي، ٿر ۽ بر ۾ عام جام آهي، ان ڪري هن جي رهڻ جا قدرتي هنڌ بہ ڏينهون ڏينهن گهٽجي رهيا آهن پر ماڻهن جو معاشي حالتن جي ڪري باغن ڏانهن رجحان وڌڻ سبب هن کي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڇپر ڇانو ملي وڃي ٿي. پر هڪ تہ پاڻي جي کوٽ سبب باغن تي خراب اثر پئجي رهيو آهي ۽ ٻيو تہ باغ اڄڪلهہ ٺيڪي تي ڏنل هوندا آهن. ان ڪري باغائي باغ مان وڌيڪ منافعو حاصل ڪرڻ لاءِ سڄو ڏينهن پکين کي اُڏائڻ لاءِ هٿن ۾ گلوليون ۽ ڪانياٽيون کنيو وتندا آهن. ان ڪري تاڙي جي آرام ۾ زبردست خلل پوي ٿو. انب کان علاوه جيئن تہ هي پکي نسل جي واڌ ويجهہ لاءِ مڪمل طور ڪانوَ تي ڀاڙيندو آهي ۽ ڪانو جو نسل خود بہ خطري ۾ آهي، ان ڪري هي پنهنجي نسل بچائڻ لاءِ ڪيترن ئي قسمن جي خطرن ۾ گهريل آهي. اسان جيڪي ڪوئل جي ڪُوڪ ٻڌي خوش ٿيندا آهيون، انهن کي ڪهڙو احساس تہ انهيءَ ڪُوڪ ۾ اهو درد ۽ پيڙا ڪهڙي غم جو پڙاڏو هوندو آهي.

گهڻو ڪري پکين کي مذڪر ۽ مونث واري حوالي سان ئي پڪاريو ويندو آهي پر نالو هڪڙو ئي هوندو اٿن پر گهٽ ئي پکي اهڙا آهن جن جي نر ۽ مادي لاءِ الڳ الڳ نالا هجن مور ۽ ڍيل وانگر هن پکي جي مادي کي ڪوئل ۽ نر کي تاڙو چيو ويندو آهي. (ڪوئل کي انگلش

۾ Black or Indian Cuckooچيو ويندو آهي). حيرت جي ڳالهه اها آهي جو ڊڪشنري ۾ ڪوئل ۽ ٻاٻيهي کي ساڳيو پکي سڏيو ويو آهي.اهڙا ٻه پکي گهٽ هوندا آهن، جن جي نر ۽ مادي ۾ الڳ نسل جيترو فرق هجي. هن پکي ۾ اهو فرق ٻه موجود آهي.اڪيلائي پسند هن پکي تي هڪ ته جيترو ويچاربو اوتري حيرت ٿيندي ۽ ٻيو ته هن پکي لاءِ جيتريون ڳالهيون ۽ ڪهاڻيون مشهور آهن. پڪ سان اوتريون ڪنهن ٻئي پکي لاءِ ڪونه هونديون. مزي جي ڳالهه اها آهي ته هن پکي جي مادي "ڪوئل "جي سچائپ تي ڪنهن کي ڪو به اعتراض ، ڪو شڪ شبهو ناهي. **" ممتا کان عاري، ڪوئل ڪاري"** جي باري ۾ گهٽو ڪري سڀ ماڻهو ذري گهٽ، سيني ڳالهين تي ڪليئر ۽ متفق آهن. پر تاڙي جي باري ۾ ڪيتريون ئي منجهائيندڙ ۽ اڻ چٽيون ڳالهيون ، هر هنڌ موجود آهن. جيڪي ٻيو ڪجهه نه ته اهو ضرور ثابت ڪن ٿيون ته اسان جو مجموعي مشاهدو ڪيترو نه ڪمزور ۽ اڻ چٽو آهي.

پنائي جي ڳايل، برسات جي اڳڪتي ڪندڙ تاڙي پکيءَ جو تنوارڻ، اڄڪلهه جتي ڪٿي، وڻن ۽ باغن ۾ عام آهي . قدرتي ڪميونيڪيشن جي مقامي ماهرن ۽ ڪتابي ڏاهن وٽ تاڙي ۽ ڪوئل جي حوالي سان دلچسپ ڏندڪٿائون ۽ ڳالهيون ته آهن ئي آهن پر انهن ٻنهي مڪتبهءِ فڪر وارن وٽ هڪ ٻئي جي ڳالهه رد ڪرڻ لاءِ دليل به آهن. مثال طور قدرتي ڪميونيڪيشن جا ماهر چون ٿا ته تاڙو ڪوئل جو نر ۽ مقامي پکي آهي. ڪوئل سانوڻيءَ جي شروع ۾ تاڙو برسات اچڻ کان ڪجهه عرصو اڳ، گُهٽ ۽ پوسٽ واريءَ موسم ۾، جڏهن آسمان ڪڪرن سان پرجي ويندو آهي ۽ ماڻهو برسات جي

آڏرياءَ ڪرڻ جي تيارين ۾ هوندا آهن ان وقت ايندو آهي، جيئن پٺائي صاحب چيو آهي:

اڄ پڻ اتر پار، تاڙي ڪئي تنوار،
هارين هر سنپايا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.

مند ٿي مندل منديا، تاڙي ڪئي تنوار
هارين هر سنپايا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا

پٺائي سرڪار جو هڪ ٻيو بيت آهي.

سارنگ ڪي سارين، ماڙهو مرگهه، مينهون،
آرون ابر آسري، تاڙا تنوارين،
سپون جي سمونڊ ۾، نئين سج نهارين،
پلر پيارين، تہ سنگهارن سک ٿئي.

ڪجهہ ماڻهن جو چوڻ آهي تہ تاڙو ۽ ڪوئل مقامي هجڻ ڪري هتي ئي هوندا آهن. پر ٻوليندا ناهن. اهي صرف برسات واريءَ مند ۾ ٻوليندا آهن. ان ڪري ماڻهو سمجهن ٿا تہ اهي پرديسي پکي آهن پر حقيقت هيءَ آهي تہ تاڙو ۽ ڪوئل آگم کان اڳ نظر نہ ايندا آهن ۽ برسات کان پوءِ هليا ويندا آهن. ڪيڏانهن ٿا وڃن ۽ ڪٿي هوندا آهن؟ اهو سوال جواب طلب آهي.

ڄاڻو ماڻهن جو اهو به چوڻ آهي ته ڪوئل مادي ۽ ٽاڙو نر آهي. ڪوئل، ڪانو جي آکيري ۾ آنا ڪندي آهي. ڪانو آرو ڪري، ٻچا ڦوڙي انهن کي نپائي وڏو ڪندو آهي. ڪانوَ جي آکيري ۾ آنا لاهڻ جي ڪري ئي ڪوئل ۽ ڪانو جي ازل کان هلندڙ جنگ مشهور آهي. انهن ماهرن جو اهو به چوڻ آهي ته ڪوئل ۽ ٽاڙو آکيرو به ڪونه ٺاهين. وڻن ۾ ويهي، وقت ڪٽي ويندا آهن. انب، توت، ڄمون ۽ چڪو شوق سان کائيندا آهن. ان کان علاوه ٽر ۾ آسري لئي ۾ ٽيندڙ ڪنڊ جهڙي لاک، جنهن کي ساڪر چئبو آهي، اها به شوق سان کائين ته ڪرڙ ۾ ٽيندڙ پسين جا به عاشق آهن.

ڪجهه مقامي ماڻهو وري ان راءِ جا آهن ته ڪوئل ۽ ٽاڙو الڳ الڳ پکي آهن. ٽاڙو لڳ ناهي ڪندو پر برسات ۾ .پويان کان، بوند جهٽيندو آهي. ان سان ئي آنا پيدا ٿيندا آهن. اهي ماڻهو چون ٿا ته ٽاڙو ٻوليندو ئي برسات لاءِ ان ڪري آهي ته جيئن هو بوند جهٽي آنا ڪري نسل وڌائي سگهي.

هڪڙا ماڻهو وري اهو ٿا چون ته ٽاڙو ڪوئل کان الڳ نسل آهي. هو هيڙهي پکيءَ جي آکيري ۾ آنا ڪندو آهي ۽ هيڙو ئي ٽاڙي جي ٻچن کي نپائيندو آهي. هيڙي جي آکيري ۾ ٽاڙي کي آرو ڪندي به ڏٺو ويو آهي. اهي ماڻهو اهو به چون ٿا ته هاڻ ٽاڙي جي ٻولڻ تي مينهن ان ڪري نه ٿو اچي جو ٽاڙا هيڙن سان کائيندا (لفظ جي ٿوري متاستا لاءِ معذرت.) ته برسات ڪٿان ايندي!

جڏهن ته ڪجهه ڏاهن جو چوڻ آهي ته ٽاڙو ، ڪوئل کان بلڪل الڳ ۽ جدا پکي آهي. اهي ڪوئل کي نر ۽ ناسي ڪبريءَ کي

مادي ٿا سڏين.

اهي چون ٿا تہ ڪوئل ڪانگڙي سان جهيڙو ڪندي آهي تہ تاڙو (تاڙي) پنيان ڪانوَ جي آکيري ۾ آنو لاهي ونندو /ونندي آهي. ڪوئل ڪانگڙي کي دوکو ڏيڻ لاءِ آکيري ڏانهن ويندي آهي . آري تي وينل ڪانگڙي ڪوئل کي ڀڄائڻ لاءِ ان جي پنيان اڏامندي آهي ۽ پويان تاڙو آنو لاهي ونندو آهي .اها اصل ۾ ڪوئل ۽ تاڙي جي ڪانوَ کي بيوقوب بنائڻ جي سوچيل سمجهيل ٽِرڪ. هوندي آهي. جڏهن تہ سڄي اردو توڙي سنڌي شاعريءَ ۾، ڀٽائيءَ کان وٺي عام سهڳڙن ۽ شاعرن سيني ڪوئل کي مونث ۽ تاڙي کي مذڪر ڪري ڳايو آهي. ڪجهہ ماڻهو اهو بہ چون ٿا تہ ڪوئل جڏهن ٻوليندي آهي تہ تاڙو لازمي ان جو جواب ورنائيندو آهي ۽ ڪڏهن وري ويجهو اچي ويهندو آهي ان مان لڳي ٿو تہ هي ساڳيءَ جنس وارا آهن، رڳو رنگ بدليل اٿن.

جيڪي ماڻهو ان خيال جا آهن تہ ڪوئل ۽ تاڙو ساڳيو نسل ۽ ڳالهہ آهن مور ۽ ڏيل وانگر رنگ جو فرق اٿن. اهي ان سوال جي جواب ۾ خاموش آهن تہ ڪانءُ ڪوئل جا ٻچا تہ ڪاري رنگ جي ڪري رڳو غلط فهميءَ ۾ نپائي ٿو پر تاڙي جو رنگ تہ الڳ آهي. ان جي ٻچن کي ڇو ٿو نپائي؟

ڪجهہ حلقا ان خيال جا بہ آهن تہ لفظ ڪوئل سنڌي ٻولي جو لفظ ئي ناهي. اهو ڪنهن ٻيءَ ٻولي جو لفظ آهي. پر اردو جي وڏن ادارن پاران تيار ڪيل ڊڪشنرين ۾ تاڙو تہ رهيو هڪڙي پاسي، ڪوئل جهڙو عام فهم لفظ بہ ڳوليو نٿو لڀي. ان مان اردو دانن جي ڏرتي ۽ ان سان وابستہ شين سان دلچسپي ۽ اهميت جي عڪاسي جو اندازو سولي

نموني ڪري سگهجي ٿو.

مزي جي ڳالهه ته ڪجهه سنڌي ڊڪشنرين ۾ وري ڪوئل ۽ ٻاٻيهي پکي کي ساڳيو پکي ڄاڻايو ويو آهي . باقي تازي جي باري ۾ سنڌي ڊڪشنريون به خاموش آهن.

ڳالهه ته شايد ايتري اهم نه آهي پر قدرتي ڪميونيڪيشن جي مقامي ڏاهن ۽ ڪتابي ڏاهن ۽ انهن جي همنوائن جي سوچ ۾ ايترو فرق ڇو آهي؟ اصل حقيقت ڇا آهي؟ جي ان جي خبر پئجي وڃي ته نه ته ان سان سنڌ جا سور گهٽ ٿيندا نه ئي بک ۽ بيروزگاريءَ ۾ ڪا ڪمي ايندي پر علمي ۽ تحقيقي ڳالهه ڪجهه اڳيري ضرور ٿي پوندي.

روزاني ڪاوش پهرين جولاءِ اربع 2009ع

# ڪارڙو تتر

ڪارڙو تتر جنهن کي انگريزي ۾ Black Partridge سڏبو آهي، تنهن کي سنڌ جو صوبائي پکي ان وقت قرار ڏنو ويو آهي، جڏهن سنڌ جي سونهن جي علامت، مورن ۾ بيماري سبب موت پيل آهي ۽ ٻيو سهڻو پکي طوطو ناياب ٿيڻ تي آهي. هونئن جيڪڏهن خفتين وٽ سونهن ۾ سرس سنڌ جي پکين جو سيمي فائنل ڪرائبو تہ مقابلو ڪبوتر، طوطي، تتر ۽ مور ۾ ٿيندو پر فائنل وري بہ مور ۽ ڪارڙي تتر جو ئي ٿيندو. جيڪو فائنل ڪارڙو تتر کٽي سنڌ سطح تي "سونهن راڻي" ۽ "سنڌ جي پکين جو سردار" بڻجي چڪو آهي. ڪارڙي تتر کي صوبائي پکي قرار ڏيڻ لاءِ حڪومتِ وقت وٽ تہ خبر ناهي ڪهڙا جواز هئا پر خفتين انهيءَ فيصلي جي گهڻي پاڳي آجيان ئي ڪئي آهي.

تتر انهن خوش نصيب پکين ۾ شامل آهي جن جو ذڪر قرآن شريف ۾ مليو ٿو. واضح رهي تہ قرآن شريف ۾ ذڪر ٿيل ٻيا پکي هُد هُد، ابابيل ۽ ڪانءُ آهن. هن وقت سنڌ ۾ ٽن قسمن جا تتر موجود آهن. ڪارڙو ٻيو اڇو ۽ ٽيون ايراني. ٽنهي جون پنهنجون پنهنجون خاصيتون آهن. ڪارڙو تتر سونهن ۽ ٻوليءَ ۾، اڇڙو گوشت جي ذائقي ۾ ۽ ايراني جيڪو نالي مان ئي ٻاهريون ظاهر آهي سو ويڙهہ جي ڪري، پنهنجي الڳ الڳ سڃاڻپ رکن ٿا. ڪارڙي تتر جي جُوءِ ۾ گهڻو ڪري درياهہ جو ڪچو ڪئنالن ۽ شاخن جا ڪنارا، واهن ۽ واٽرن جي

ويجهڙائي ۽ سِم ۽ ڪلر وارا علائقا شامل آهن. هيءَ اچڙي وانگر پِٽ ۽ ٻَيابان ۾ گهٽ پر پاٽيءَ جي ويجهو رهندو آهي. سال ۾ ٽي ڀيرا آنا ۽ ٻچا ڪندڙ) ڪارڙي جي مادي هر ڀيرا (ٽي ڀيرا آنا ۽ ٻچا ڪندڙ) ڪارڙي جي مادي هر ڀيرا ۾ عام طور تي پنجن کان ڏهن تائين آنا لاهيندي آهي پر عام طور آنن جو تعداد ڇهه کان اٺ تائين هوندو اٿس. هيءَ مهيني کن جا ٻچا وڏا ڪري وري ٻئي ڀيرا لاءِ تيار ٿيندي آهي. پهريون ڀيرو مارچ ۾ ڪندي آهي جنهن کي چيٽ وارو ڀيرو سڏبو آهي. جنهن دوران ڪٽڪن جي پوري تيڻ تي، روزاني جي بنياد تي پهرين پهر ۾ آنو لاهي، 21 ڏينهن جي آري بعد، ڪٽڪون نسرڻ وقت ٻچا ڦوڙيندي آهي. جيڪڏهن ڪو آني کي نقصان پهچائڻ جي ڪندو ته مادي ڪنپ پکيڙي، وڙهڻ ۽ دشمن تي حملي آور ٿيڻ جو نمونو ڪندي، ٽِڪ ٽِڪ جو آواز ڪندي آهي. پر وڙهڻ ۽ حملو ڪرڻ سندس وس ۾ نه هوندو آهي. اڳي، پهرين ڀيرو جا ٻچا اپريل جي وچ ڌاري لاباري مهل، خفتي ڪٽڪن جي سٽين هينيان ڳوليندا هئا. پر هاڻ ٽريشر اچڻ بعد اهو ڪلچر به ختم ٿي ويو آهي. ٻيو ڀيرو سانوڻيءَ وارو سڏبو آهي. جيڪو هاڻ سانوڻ ۽ ٻين مندن جي اڳتي پوئتي ٿيڻ ڪري، ڪجهه اڳتي پوئتي ٿي ويو آهي، پر خفتين وٽ اهو ڀيرو وري به سانوڻي وارو ئي سڏبو آهي. جنهن دوران تتري، مئي جي وچ ڌاري جڏهن وونئڻ ننڍا ننڍا هوندا آهن، تڏهن ٻنين جي ٻنن، واٽرن جي ڪنارن ۽ پوٺن ۾ ڦتل ٻرين ۾ آنا ڪندي آهي ۽ ڦتين جي ٻُڙي ٻُڙي ٿيڻ وقت، جون جي 15 تائين ٻچا ڦوڙيندي آهي. ٽيون ڀيرو سانوڻي بعد سَر نِسرڻ مهل، چِٽ ۾ ڪندي آهي، جنهن کي سرءُ وارو سڏبو آهي. 15 آگسٽ ڌاري آنن وقت ٻاجهرين ۽ سارين ۾ لابارو هوندو آهي ۽ ٻچن

وقت مٺا مٺا سيءَ شروع ٿيندا آهن. آنن لاهڻ جا هنڌ گھٽو ڪري ٻرين، سَرن، لئين يا پن جي پاڙن ۽ ٻوٽن ۾ هوندا آهن. ڪارڙو تتر زمين تي ئي رهندو ۽ آنا لاهيندو آهي. هي وڻ تي يا مٽي ڪونہ ويهي. انهيءَ سبب هن جو برساتن يا ٻوڏن ۾ وڏو نقصان ٿيندو آهي. جيئن 2010 ۽ 2011 ۾ ٿيو هو. آنن جي موسم ۾ هڪڙو نر، ٻي ٽي ماديون ساڻ ڪريو ڪنڌ ۾ ڪِلي هنيو هلندو آهي. پر جيڪا مادي آنن تي آئي، ان سان منهن موڙي ڇڏڻ ۾ دير ئي نہ ڪندو آهي ۽ اها پاڻ بہ نر جي بيوفائي کي محسوس ڪندي الڳ ٿي آنن ۽ آري جي ڪندي آهي. تتري ننڍن ٻچن کي مال جي ڇيڻي ۾ ٻن ٽن ڏينهن بعد پيدا ٿيندڙ ڪيئان، ڪانديرن وغيره ۾ موجود جيت، ماڪوڙيون، اڌوهي ۽ تِڏ ڪارائڻ کان علاوه ساوٽي ۽ مانڌاٽي وغيره گاهہ ۾ ٿيندڙآن بہ ڪارائيندي آهي. ٻچن کي چڳائڻ ۽ انهن لاءِ ڪاڌ خوراڪ ۽ تحفظ جو سڄو بندوبست ماديءَ جو هوندو آهي. نر سنڌي پيئرن وانگر بي فڪر هوندو آهي. بلڪ اهو ٻچن لاءِ ويڳي پيءُ وانگر هوندو آهي ۽ وس پڄندي، ڪاري نانگ وانگر ٻچن کي ٺونگا هڻي ماري وجهندو آهي. ڪن خفتين جي بقول تہ ڪارڙو نر ٻچن تي وڏيڪ ناراض هوندو آهي. ان ڪري مادي وس پڄندي، ٻچن کي نر کان لڪائيندي يا ان جي ويجهو وڃڻ کان بچائيندي آهي. جڏهن تہ اڇڙي تتر ۾ وڏي "انسانيت" ۽ "ماڻهپو" هوندو آهي. هو ماديءَ سان گڏ نہ صرف ٻچن کي پاليندو آهي بلڪ مادي جي مري يا شڪار ٿي وڃڻ جي صورت ۾، ٻچن کي چڳائي وڏو بہ ڪندو آهي. پر ڪاري تتر جي اها نمونا گيري، ڪٽڪون پوڪجڻ وقت، سندس مستي ختم ٿيڻ بعد، آنن ۽ ٻچن جي موسم ختم ٿيڻ تي، ختم ٿي ويندي آهي ۽ هو

مچو مڙس وانگر ماديءَ ۽ ٻچن سان گڏ پيو چڳندو آهي. پر آنن جي موسم آئي تہ وري نر، ٻاڙي جي رقيبن وانگر پيا هڪ ٻئي کي تڪيندو ۽ وڙهڻ جا بهانا ڳوليندا، مادين لاءِ پنهنجي پنهنجي الڳ جُوءَ ڪري ويهندا آهن. ٻارنهن مهينن جي مادي آنن لاهڻ جي لائق ۽ بالغ ٿيندي آهي. خفتين جي بقول تہ هنن پندرهن سالن جا پاليل تتر بہ ڏٺا آهن پر تتر جي عمر ويهارو سال ڪن هئڻ جا بہ ڏس ملن ٿا. اڇڙو تتر، ڪارڙي کي سڏي "مڙس" ۽ سڏي "پيءُ" هجڻ سان گڏ سڏي گوشت ۽ ذائقي هجڻ ڪري بہ ملھ ماريو وڃي. اڇڙي جو گوشت ٻِڙن ۽ بيابانن ۾ رهڻ ۽ پاڻي گهٽ پيئڻ سبب، هرڻن جي گوشت وانگر لذيذ هوندو آهي پر ان جي مقابلي ۾ ڪارڙي جي گوشت جو ذائقو برائلر مرغي وانگر ايترو سوادي تہ نہ هوندو آهي پر خفتين ۾ "گرم" طور ضرور مشهور آهي.

ڪارڙي تتر جون مختلف جنسون آهن. جن ۾ گانگس، ڇِٽنگي، سنياسي/سناسي، ڇُوهڙو ۽ شيدي وغيره شامل آهن. گانگس جون ٽنگون ۽ ڳچي اصلي ڪڪڙ وانگر ڊگهيون ۽ وڏيون، آواز جو وڏو ۽ ڊگهو هوندو آهي. هي غريب پر دلير تتر آهي ۽ هرو ڀرو نہ ڪنهن ڪان ٿهندو ۽ نہ ئي ڪنهن ڪان ڊڄندو آهي. هي ٻولڻ ۾ ڍِيلو نہ پر وچولو ۽ غريب تتر آهي. پنجاب ۾ بہ گانگس ئي سڀ ڪان وڌيڪ پسند ڪيو ويندو آهي. هي ماٺهو سان جلد هِري ويندو آهي ۽ پڃري مان ٻاهر ڪڍڻ بعد اڏامي وڃڻ وارو فائدو وٺڻ بجاءِ، ماٺهو جي پٺيان پيو ڦرندو آهي. ڇِٽنگي جون ٽنگون ننڍيون ۽ ٻولي تمام تيز سنهي ۽ هلڪي هوندي آهي. خفتين وٽ تتر جي هوندي ئي آهي ٻولي ۽ سونهن جنهن ۾ ڇِٽنگي ٻوليءَ ۾ ٻهريون نمبر سمجهبو آهي پر سونهن ۾ گانگس وڌيڪ

آهي. سنياسي/سناسي کي ڳچي کان وٺي هيٺ پيٽ تائين جوڳين کي کنڌ ۾ پاتل گيڙو ڪپڙي وانگر ڳاڙهي پٽي يا وري ڪن کي ڳاڙها ٽبڪا ٽبڪا هوندا آهن. هي ماٺهو/مالڪ تي صفا مست هوندو آهي ۽ ميلن تائين ان جي پٺيان پٺيان پيو فرندو آهي. ٻولي ۾ هي تيز هوندو آهي. ڇُوهڙي جو وچولو قد، ٻولڻ ۾ صفا آخري ضدي، تمام گهڻو ڪاوڙيل ۽ وڏو غيرتمند هوندو آهي. جيستائين ٻيا تتر پيا ٻوليندا، اوستائين هي حرام جو ماٺ ڪري ويهي، پيو ٻوليندو هن جي پٺين ۽ ٽنگن تي ڪارا ڇِٽا هوندا آهن. شيدي جو قد وڏو هوندو آهي پر پاڻ ڪجهه سست هوندو آهي. هن جون ڪليون، تاڙيون ۽ پٺا وغيره صفا ڪانءَ وانگر نيور ڪارا هئڻ ڪري، شيدي سڏبو آهي. باقي شيدين واريون ٻيون خصلتون ڪو جاچڻ چاهي ته خوشيءَ سان وڃي جاچي ۽ پوءِ ٻين کي به ويٺو ڏس ڏي.

ڪارڙي تتر کي شِڪري باز کان سواءِ بازن جا ٻيا سيئي قسم، ٻِلا، ڪارو نانگ، نور ۽ گدڙن سان گڏ انهن جون سيئي خصلتون رکندڙ "عظيم انسان" به سخت نقصان پهچائيندا آهن. شِڪرو باز هِن جيڏو ئي هجڻ ڪري هن کي ڪجهه نٿو ڪري سگهي پر پوءِ به هي ٻين سان گڏ شِڪري کان به ڏاڍو ٿهندو آهي. ڪارڙي جي نظر ڏاڍي تيز هوندي آهي. ٻولڻ دوران يا هونئن ئي هن باز کي رڳو پري کان ڏسي به ورتو ته به زمين سان لڳي، ماٺ ڪري سُمهي رهندو ۽ ٻولڻ بند ڪري ڇڏيندو آهي. تتر ۽ باز جي انهيءَ لڙائي کي يناٽي سرڪار به ڳايو آهي. هي صبح جو سج اڀرڻ کان اڳ ڳاڙهاڻ ٿيڻ وقت، ڪڪڙن جي ٻانگن ڏيڻ مهل اُٿي ٻولڻ شروع ڪندو آهي ۽ سج لهڻ تائين پيو ٻوليندو آهي. پر

صبح ۽ شام جو وڏيڪ ٻوليندو آهي.

هونئن تہ ڪارڙي تتر جي سونهن ۽ ٻولي ئي هن جي مشهوري جا سبب تو ڙي دشمن آهن پر هن کي قيد ڪرڻ لاءِ جواز طور خفتين ۾ مشهور آهي تہ جتي ڪارڙو تتر هوندو اتي جن ۽ غيبات وغيره ڪونہ ايندا، تعويزن ۽ ڪاري علم جو اثر بہ ڪونہ ٿيندو آهي. نہ ئي ان گهر کي ڪنهن جي نظر لڳندي يا ڪنهن جي هوس ٿيندي. هن جي هئڻ کي ڀاڳ وارو سمجهبو آهي. خفتين وٽ مشهور آهي تہ هن جي ٻولي ۾ عبادت وارا ٻول شامل آهن. هن جي ٻولي ڀلي ڀاڳ واري سمجهجي پر سنوڻ ٻولڻ وارا هن جي ٻوليءَ جا ٻيا بہ ڪيترائي مطلب ڪڍندا آهن. مثال طور جيڪڏهن هي ڪنهن ويندڙ جي اڳيان، ڪاٻي هٿ تي ٻوليندو تہ ويندڙ جو ڪم نہ ٿيڻ پر جي ساڄي ڪان اڳيان ٻوليندو تہ ان جو مطلب ڪم ٿيڻ جي خوشخبريءَ برابر هوندو آهي. ڪي ڪي خفتي هنن جي ٻوليءَ کي خِضر پير جي ٻولي يا ان مان خِضر پير کي ياد ڪرڻ ۽ ان جو ذڪر ڪرڻ سمجهن ٿا. ڪارڙي جي سونهن ۽ ٻولي تہ پنهنجيءَ جاءِ تي پر هن جي اچانڪ ڪنهن ٻوڙي مان ڦڙڪو ڏيئي اڏامڻ، چڱي ڀلي کي ڇرڪائي وجهڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي. ٻن ٽن اناسن جيتري تيز اڏام ڪندڙ ڪارڙو تتر پيرن جو بہ ڏاڍو تِکو هوندو آهي. هن کي شڪاري مختلف طريقن سان شڪار ڪندا آهن. مثال طور پيڃري ۾ قيد تتر کي جهنگ ۾ رکي ٻولائڻ سان، ٻين تترن جي، ٻولي تي اچڻ وقت انهن کي ڪوڙڪي يا ڪنهن ٻئي ذريعي ڦاسائبو آهي. ڪي شڪاري هن جي ٻولي رڪارڊ ڪري، ٽيپ رڪارڊر کي جهنگ ۾ وڄائيندا آهن. جنهن ڪري تتر ٻاهر نڪري شڪارين جي ور چڙهي

ويندا آهن. اڳي ڪارڙي جو ذڪر ڪورس جي ڪتابن ۾ هوندو هو پر هاڻ جيئن جيئن هن جي رهڻ جي جُوءِ ۽ تعداد ختم ٿي رهيو آهي، ائين هن لاءِ ڪورس جي ڪتابن ۾ به جاءِ سوڙهي ٿيندي پئي وڃي.

هن کي عام طور تي اڪين جي زڪام، لڙهي ۽ بخار وغيره جون بيماريون وڌيڪ ٿينديون آهن. زڪام جي بيماري وڌيڪ سردي يا گرمي کان علاوه گهٽي بک ۽ گهٽي ڊئو يا گهٽي پاٽي پيئڻ سان ٿينديون اٿس. جنهن دوران اکيون سُڄي پونديون آهن. گرم تاثير وارو ڪاڏو کائڻ/چُڳڻ سان لڙهي/دستن جي بيماري ٿي پوندي آهي جنهن دوران گوڏن ۽ سَنڌن جو ساهه سڪي ويندو اٿس. باقي بخار ڪنهن به وقت، عام ڏينهن ۾ ٿي پوندو اٿس.

ڪارڙو تتر هوندئن ته سڄيءَ سنڌ ۾ مختلف هنڌن تي ملندو آهي پر سانگهڙ ضلعو خاص طور تي مشهور آهي. جتي ڪيترائي ملڪي ۽ غير ملڪي ماڻهو ڪارڙي کي شڪار ڪرڻ جون سڌون ڪندا آهن. ڀين ڪيترن ئي نالي وارن ملڪي ۽ غير ملڪي ماڻهن سان گڏ 1988ع ۾ ان وقت جي ڊسٽرڪٽ فاريسٽ آفيسر محمد عمر پيپي جي دور ۾، عمران خان جهڙو ماڻهو به سانگهڙ ضلعي جي ڪپري تعلقي جي ڀيلن ڪوڙي ۽ واريانهن ۾ هڪ انگريزي چوڪري (شايد جمائمه خان) سان گڏ تترن جو شڪار ڪري ۽ واريانهن ۾ رسول بخش راڄڙ جو سندس اوطاق تي مهمان ٿي، مڃ ڪڇهري ۽ اڇڙي ٿر ۾ تلور جي شڪار جا مزا وٺي چڪو آهي. اتي جي تترن عمران خان کان علاوه 1987-88ع ۾ ضياالحق، محمد خان جوڻيجي، ڪيترن ئي غير ملڪي سفيرن، وزير اعليٰ غوث علي شاهه ۽ عبدالله شاهه جهڙن ڀين

ڪيٽرن کي ٻه هٿي اچڻ تي مجبور ڪيو آهي. واضح رهي ته ضياالحق جي ڪري ان وقت شڪار جي اسپيشل پرمٽ جاري ٿي هئي. ڇو جو ان وقت ڪپري ٻيلي ۾ شڪار جي منع هئي. ضياءَ پارڪ ته ڪوڙي ٻيلي ۾ شڪار ڪيو پر سنڌس مهمانن کي وارياڻهن ۾ شڪار ڪرايو ويو. هيءَ ٻه ڳالهه رڪارڊ تي رکڻ جهڙي آهي ته 95_1994ع ۾ ان وقت جو سنڌ جو چيف سيڪريٽري عبدالڪريم لوڌي ٻه ڪپري ۾ تترن جي شڪار لاءِ آيو پر ڊسٽرڪٽ فاريسٽ آفيسر محمد عثمان ميمڻ، ڪيس پرمٽ نه هجڻ ڪري غيرقانوني شڪار ڪرڻ نه ڏنو ۽ هو واپس هليو ويو. ڪارڙي تتر جي هجڻ وارن ٻين هنڌن ۾ درياهه جو ڪچو نئين ڪوٽ پرسان ڳوٺ فضل پنهيري لڳ پراڻي هاڪڙي جي گسن ۾ ٻيٺل پاڻي جي پرپاسي، خيرپور ۾ ناري واريون رڪون، گهوڙا ٻاري ۾ درياهه وارو پاسو لاڙ جا جهنگ ۽ گهٽ آبادي وارا علائقا، جِنهاڻ، منڊ جمڙائو وارو علائقو ڊگهڙي، ٽنڊو غلام علي، چونڊڪو وغيره شامل آهن. اڳي سانگهڙ ۾ مکي ڍنڍ واري سڄي علائقي خاص ڪري پڪسري کان مٿي جَهمر ۾ هي تمام گهڻو هوندو هو. پر هاڻ شڪارين، بندوقن ۽ لاقانونيت وڌڻ بعد ڪارڙو گهڻو گهٽجي ويو آهي. پوءِ به هي سانگهڙ ضلعي ۾ مختلف ماڻهن توڙي پيراڻين گادين جي رکن سبب اجان بچيل آهي.

اڳي ته پاليل ڪارڙو تتر 5/6 سون ۾ ملي ويندو هو پر هاڻ 15 هزارن کان وٺي لک تائين وڃي پهتو آهي. جهڙو تهڙو به 5/6 هزار کان گهٽ نه ٿو ملي. جڏهن ته اڇڙو اڃ به 5/6 سون ۾ مليو وڃي ۽ سٺي ۾ سٺو 5 هزارن تائين مليو وڃي. ايراني جي جوڙي هزار ڪن ۾ ملي وڃي ٿي. جتي خفتين وٽ ڪنري واري پاسي نورل شاهه پاران لک ۾ ڪارڙو

تتر خريد ڪرڻ جون مثالن جهڙيون ڳالهيون ڪچهرين ۾ ٻڌائجن ٿيون، اتي سانگهڙ ۾ ڊاڪٽر غلام رسول جي پٽ خرم شهزاد پاران 07ـ2006ع ڌاري ديري غازي خان جي خفتين کي، سنڌ جي هڪ وڏي درگاهه تان سفارشي خط آڻڻ بعد لک ۾ وڏن ٿورن سان وڪرو ڪرڻ جون خبرون به دلچسپي سان ڪيون وڃن ٿيون. جهڙي نموني ايراني تتر جي پڙي سڄيءَ سنڌ ۾ نوابشاهه، دوڙ واري پڙي مشهور آهي. اهڙيءَ طرح ڪارڙي تتر جو واپار وري جتي ٻولين جا مقابلا يا ميل ٿيندا آهن، جنهن کي چڪري سڏبو آهي اتي ٿيندو آهي. ڪارڙي تتر جون سنڌ ۾ چڪريون سانگهڙ، سنجهورو، ڳڙنگ بنگلي، چڪ نمبر 4، دوڙ ماتلي، شادي پلي، پٽ شاهه ۽ خيبر وچ ۾، راڻيپور، مريد شاهه ڪشمور وغيره واريون مشهور آهن. ڪارڙي تتر جي ٻولي جي مقابلن ۾ في منٽ ۾ تتر پاران ڪيل ٻولين جو تعداد ڳڻبو آهي. جنهن جا ڪيترائي رائونڊ ٿيندا آهن. جڏهن ته اڪڙو تتر مادي سان گڏ ٻوليندو آهي، اڪيلو نه برابر ٻوليندو آهي. اهو ٻولڻ جي مقابلي لائق نه سمجهبو آهي. جڏهن ته ايراني تتر جي ويڙهه جا مقابلا ٿيندا آهن. جنهن ۾ سرهاڙي لڳ ڳوٺ غلام مگسي وارو ميل خفتين ۾ وڏي شهرت رکي ٿو. ايراني جون به جنسون ٿينديون آهن. هڪ ڳاڙهو ۽ ٻيو اڇو. ويڙهائڻ وارا خفتي ڳاڙهي کي پسند ڪندا آهن.

2010ـ11ع وارين برساتن ۽ ٻوڏن ڪارڙي تتر جي نسلن کي 70/80 سيڪڙو نقصان پهچايو آهي. شڪارين به هٿي وچي هنڌ ڪيو آهي. جنهن سبب هيءَ هاڻ گهٽ ڪري ذاتي رکن ۾ وڃي، ڪنهن حد تائين محفوظ رهيو آهي. باقي جهنگ، ٻيلا ۽ ڪچو هاٽي هن لاءِ قطعاً

محفوظ ناهن رهيا. جيتوڻيڪ هن جي شڪار تي پابندي ۽ غير قانوني شڪار ڪي 15 هزار روپيه ڏنڊ، 6 مهينا ٽِيپ يا ٻئي سزائون اچي سگهن ٿيون. پر پوءِ به هن جو شڪار ڏينهون ڏينهن وڌي رهيو آهي. هن جي پالڻ جي في تتر جي لائسنس فيس 200 روپيه ساليانو آهي. جيڪڏهن سنڌ حڪومت کي ڪارڙو تتر بچائڻو آهي جيڪو هاڻ صوبائي پکي جي درجي ملڻ بعد وڌيڪ توجه جو مستحق آهي ته ان لاءِ هن جي پالڻ جي لائسنس تي فوري طور تي پابندي هڻئي وڃي. ڇو جو هن جو غير قانوني شڪار اڪثر ڪري انهن پاليل تترن جي ڪري ئي ٿيندو آهي. ٻيو ته هن جي فيس، ڏنڊ ۽ سزا به گهٽي وڌائي وڃي. جيئن ڏهاڪو کن سال اڳ پنجاب ۾ ڪيو ويو. اتي هاڻ نوان لائسنس ڏاهڻ تي پابندي آهي. رڳو پراڻان، نوان ڪيا وڃن ٿا سي به 5 سالن جي گڏ فيس وٺي. اتي ڪارڊ به ناهي، جيئن سنڌ ۾ آهي پر اتي ڪاپي آهي. جيئن سنڌ ۾ 1972ع ۾ وائيلڊ لائيف بورڊ ٺهڻ کان اڳ ڪاپي هئي، اهو رواج ٻيهر شروع ڪيو وڃي. واضح رهي ته 1972ع ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي صاحب وائيلڊ لائيف بورڊ ٺاهي، جهنگلي جيوت کي وڌائڻ جي ڀرپور سنجيدي ڪوشش ڪئي، ان بعد 1994ع ڌاري ڪنزرويٽر مرزا ابرار صاحب جي ڪوششن سان بورڊ ڊپارٽمينٽ جو درجو حاصل ڪيو.

ڪجهه به هجي پر ڪارڙو تتر واقعي سنڌ جي سونهن آهي ۽ ان کي بچائڻ لاءِ نه صرف حڪومت کي پر عام خفتين کي به گهڻو ڪجهه ڪرڻ جي، ڪافي کان وڌيڪ ضرورت آهي. ته جيئن دنيا ۾ ملڪ ۽ سنڌ ٻين ڳالهين سان گڏ ڪارڙي تتر جي سرزمين سبب به سڃاتا وڃن.

# مورن جو مرڻ ۽ لوڪ ڏاهپ وارو علاج!

مورن ۾ آيل موت تر جون حدون پار ڪري سانگهڙ ۽ ميرپورخاص ضلعن ۾ پهچي ويو پر ڪاتي پاران رڳو مٿي ۽ پرپاسي جي مورن کي بچائڻ لاءِ ٿي نالي ماتر اپاءُ وٺي، فرض لاهڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. سا به سندي اهليت تي، بيماري ڏسندي نه پر صحافين ۽ ڳوناڻن جي رڙين ۽ ڪوڪن بعد. جهنگلي جيوت ڪاتي جي وزير صاحب کي به سرزمين تي وڃڻ جو خيال ۽ وقت، مورن مرڻ جي 15 ڏينهن بعد آيو. جتي موصوف مورن جي بيماري کي، بيماري بجاءِ آفت ته تسليم ڪيو پر گڏوگڏ اهو به چيو ته رڳو 9 مور مئا آهن! جڏهن ته سندس ڪاتو چوي ٿو ته تر ۾ 50 هزار مور آهن ته انهن مان 9 مرڻ سان، بيماري آفت ۾ ڪيئن تبديل ٿي؟! آفت ته گهٽو وڏو انگ گهري ٿي. جيڪو حال ڪاتي جي ڪارڪردگي جو آهي، ان مان واقعي مورن ۾ ته ڇا بيين پکين ۽ جانورن ۾ به آفت اچڻ ۾ گهٽي دير ناهي.

جهنگلي جيوت جي بچاءُ جي نالي تي قائم هن ڪاتي کي، بي زبان جيوت جي بچاءُ جو ڪيترو اونو آهي؟ ان جو اندازو انهيءَ مان به لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌ ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي مورن جي موجودگي باوجود، هن ڪاتي جي "اهل آفيسرن" کي اجا تائين به اهو خيال ناهي آيو ته ڪو بيين هنڌن تي موجود مورن ڏانهن به توجهه ڏجي ۽ انهن جي علاج لاءِ به اڳواٽ ڪي قدم کڻجن يا اتي جي عملي کي ئي ڪٽي ڪن

ڪٽائجن! اعزازي گيم واردن ڪان ڪنهن بچاءَ يا تحفظ جي قدم کڻڻ جي اميد هونءَ بہ اجائي ۽ وقت جو زيان ئي آهي.

سانگهڙ جي آس پاس ڪيترن ئي هنڌن تي مختلف خفتين پاران مور رکيل آهن. جن مان ڪي پيراڻان تہ ڪي ذاتي آهن. مثال طور ميرپورخاص روڊ تي شگر مل جي آسپاس ڳوٺ نصير خان جلالاڻي واري پاسي. مائي جي قبرستان ۾. دلشاد شاخ (روايتن موجب دلشاد نالي هڪ ذات جو زميندار هو جنهن جي نالي پٺيان هن شاخ جو نالو پيو. جيڪو وقت سان گڏوگڏ دل شاد شاخ بجاءِ، ماڻهن جي زبانن تي 'دلشاخ' طور مشهور ٿي ويو آهي) پرسان واري قبرستان ۾. ڪنڊياري لڳ وساڻ باغ ۾. پيرونمل لڳ مڙهي ۾. چاماري ۾ رئيس علي غلام نظاماڻيءَ جي ڳوٺ. گڙنگ بنگلي لڳ لال خان وساڻ ڳوٺ ۾. نوابشاهہ سنجهوري روڊ تي ڳوٺ ڪانڊيري وساڻ ۾. سنجهوري پرسان ڳُوٺ عيسيٰ خاصخيلي لڳ پنجابين جي باغ ۾. باکوڙي روڊ تي ڳوٺ خير محمد لغاري ۾ ۽ ٻين ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ ماڻهن جا ڪليل نمونې رکيل مور موجود آهن. جن ۾ ڪن هنڌن تي مهيني کن کان ساڳئي "راڻي کيت" جي بيماري موجود آهي. جنهن مان جتي ڪيترائي مور مري چڪا آهن ۽ ڪيترائي اڄ بہ بيمار حالت ۾ موجود آهن. مثال طور چاماري لڳ رئيس علي غلام جي مورن مان 5 ڍيلون ۽ 16 ٻچا، ڪل 21 مور مري چڪا آهن ۽ ڪيترائي بيمار آهن. ڳوٺ لال خان وساڻ ۾ مالڪن کي هڪ ڪتن جو کاڌل مور هٿ آيو آهي. جنهن لاءِ شڪ ڪيو پيو وڃي تہ اهو مور بيماري سبب سست ٿي ڪتن جو کاڄ ٿيو آهي، ساڳئي طرح باکوڙي پرسان ڳوٺ خان محمد لغاري ۾ بہ ٻن مورن

جي مرڻ جون خبرون مليون آهن. پر ڪاتي کي ان بابت نہ تہ ڪا ڄاڻ آهي ۽ نہ ئي ڪا دلچسپي. انهيءَ حالت ۾ بہ اطلاع اهي آهن تہ ضلعي اعزازي گيم وارڊن، سانگهڙ شهر ۾ موجود ڪاتي جي آفيس مان سامان آهستي آهستي ڍوئيندي پنهنجي ڳوٺ پرسان ڪپري ۾ ڪٽائي، آفيس قائم ڪئي آهي. سانگهڙ ۾ سندس اچڻ ڪڏهن قسمتي ئي ٿئي ٿو.

وس وارن کي گذارش آهي تہ مورن ۾ آيل هن بيماري کي آفت بڻجڻ کان اڳ ڪي احتياطي تدبيرون اختيار ڪن. بيمار مورن جو علاج ۽ ٻين جي بچاءُ لاءِ ڪجهہ ڪن. رڳو ميڊيا تي نہ ڀاڙين، ڪجهہ پاڻ بہ ڪن. ڪاتي وارن کي ۽ نام نهاد اعزازي گيم وارڊن کي بہ رمضان شريف جي ڀلاري مهيني ۾ ڪجهہ حلال ڪري کائڻ ڏانهن بہ راغب ڪن.

**روزاني ڪاوش آچر 29 جولاءِ 2012ع ۾ ڇپيل خط**

# مورن جو مقامي علاج ۽ لوڪ ڏاهپ

لوڪ ڏاهپ ذريعي جانورن ۽ پکين جو علاج ڪندڙ ماهرن مطابق مورن جي موجوده بيماري راڻي کيت کي سنڌي ۾ ڪنڊڙي جي بيماري سڏبو آهي. هن بيماري جي هڪ اهم نشاني هيءَ به آهي ته ان ۾ ڪڪڙ جي پڇ مٿان هڪ ننڍي سوئي جهڙي ڪِل ظاهر ٿيندي آهي. علاج طور ان نڪتل ڪِل کي ڏنب ڏبو آهي. بيمار مورن جي علاج جي لاءِ لوڪ ڏاهپ جي ماهرن جو چوڻ آهي ته بيمار مورن لاءِ 10 سي.سي ڏونئرو/ڏهي کٽي، ان کي سٽي نموني ولوڙي، مَهي ٺاهي، مورن کي پيارجي ته ڪافي حد تائين بيماريءَ تي ڪنٽرول ڪري سگهجي ٿو. ساڳئي نموني احتياط ۽ علاج طور ٿوم کي ڇلي، اٽي ۾ ملائي، ڳوڙهيون ٺاهي، کارائڻ سان به بيماريءَ تي ڪافي فرق پئجي سگهي ٿو. پلي کٽي وٽامن ذريعي جديد علاج به ڪيا وڃن پر پنهنجي وڏن جي مقامي تجربي مان فائدو وٺڻ ۾ به ڪا خرابي ڪونهي. انهن مقامي ڏسن جا ڪي سائيڊ اِفيڪٽ به ناهن ٿيندا. ان ڪري جديد سائنسي علاج سان گڏ وقت جي ضرورت مطابق، علاج واريون ٿيمون جيستائين گهربل هنڌ تي پهچن، اتي اوستائين ماڻهو بيمار مورن جي علاج لاءِ، اهي مقامي لوڪ ڏاهپ وارا ڏس به ڪري ڏسن.

**روزاني ڪاوش ڇنڇر 5 فيبروري 2011ع خط**

# سياري جي اچڻ ۽ وڃڻ جو اهڃاڻ

قدرت موسمن جي مٽجڻ جي حوالي سان ڪيترين ئي نشانين ۽ اهڃاڻ رکي، انسان جي وک وک تي رهنمائي ڪئي آهي. اهڙين ڪيترين ئي نشانين آسمان، زمين، چنڊ، تارن، پکي پکڻ کان وٺندي جانورن تائين موجود آهن. رڳو ڏسڻ واري اک هجي. اهڙين نشانين وارن جانورن ۾ ڍڳو بہ هڪ آهي.(جنهن کي انگريزيءَ ۾ افسوس جو ڍڳي تي ان حوالي سان نظر مڙئي گهٽ ئي پوي. ڍڳو يا ڏاند جنهن لاءِ چيو ويندو هو تہ دنيا ڏاند جي سڱ تي بيٺل آهي، اهو جڏهن سڱ لوڏي ٿو تہ زلزلا اچن ٿا. اڄوڪي دور ۾ خود انهيءَ ڏاند جو وجود خطري ۾ آهي. ان جي اڳوڻي ڪم نہ هجڻ سبب هن جي اها اهميت نہ رهي آهي، جنهن ڪري هن جي نسل ڪشي ٿي رهي آهي. ڏاند جنهن لاءِ لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ ڪيترين ئي چوٽين ۽ پهاڪا بيت ۽ موسمن جي مٽجڻ جا اهڃاڻ هئا، سي سڀ جهڙوڪر وقت جي وهڪري ۾ وهي وڃڻ وارا آهن. ان ڪڏهن بہ اسڪولن ۾ اها جاءِ نہ حاصل ڪئي، جيڪو هن جو حق هو. استادن هميشہ Cow ڍڳيءَ تي مضمون لکرايا. شايد ئي ڪنهن Bull يا ڍڳي تي ڪو مضمون لکرايو هجي. موهن جي دڙي جي قدامت کان وٺي ڀٽائي صاحب جي شاعريءَ تائين هر هنڌ مثالن ۾ موجود ڏاند، هاڻ ٻنين مان ترڙ ڪري صحت، معيشيت ۽ سماجي طور ڪيترائي مسئلا پيدا ٿيا آهن.

ڍڳو جيڪو هر، هلر، سنهور سهاڳي، (ڪيڻ ۽ روٽاويٽر جي جاءِ تي) گهاڻي، نار چيچڙي، ڍڳي گاڏين کان وٺندي بلوچستان ۾ خاص طور

تي ڊومبڪين وٽ تيڙ تاڙي ڪٽڻ ۽ چڙهڻ لاءِ به ڪم ايندو هو. جنهن جي پيير ۾ برڪت مڃبي هئي، سو اڄڪلهه رڳو ڊوڙ ۽ ميل جي نالي تي جوا جي ڪم اچي ٿو. هر هلر وارا ڪم ٽريڪٽرن ۽ ٻين مشينن سنڀالي ورتا آهن. ۽ ڏڳي گاڏيءَ جي جاءِ گڏهه گاڏي والاري ڇڏي آهي. موهن جي دڙي ڪان وٺي اڄ تائين جڏهن ڏڳي گاڏيءَ جي بناوٽ ۾ .... فرق نه ايندو ته پوءِ ڏڳي جي جاءِ گڏهه نه والاريندو ته ٻيو ڇا ٿيندو؟! ٻس، سنڌي، لاڙي، ڪڇي، ڍني، انڊيائي، ٿري، ناڙ والي، جهڙن قسمن ۾ اڇي، سائي، بگي، ڳاڙهي، بادامي، ڪاري چٽڪبري (جهري) نيري، مليري، ڀوري ۽ ٻوسڪي رنگ وارا ڏڳا جن لاءِ گهٽين زالين هر نه هلي، گهٽي مردين هر نه هلي. ڏنڊين ڏاند. ڏڳي جهڙو چاڪي(گهاٽي جو ڏاند ) جهڙين چوٽين ڪان وٺي ڀٽائي جي بيت، **"جنين ڏاند نه ٻج، تن پڻ تنهنجو آسرو اول ڏين انهن کي پوءِ اپارين سڄ" ۽ "ڏڳي جو ملهه هزار ڏڳو پيير پيران"** جهڙا گانا رڳو ڪتابن ۽ ڪيسٽن ۾ ئي رهجي ويا آهن. ٻه سئو ۾ وڪامندڙ ڏڳو هاڻ مهانگائي سبب چاليهه پنجاهه هزارن تائين وڃي پهتو آهي پر ان ۾ ڪمال ڏڳي ڪان وڌيڪ ڏڳن جي گوءِ جي نالي ٿيندڙ جوا جو آهي. ٻهراڙي جي روزاني ساڳي طرح گذرندڙ زندگيءَ ۾ اها ڊوڙ يا گوءِ وڏي تفريح واري هجي ٿي. جنهن جي ڪري ڏڳي جو ملهه لکن ۾ وڃي پهتو آهي. پر افسوس جو اهو ڏڳو جيڪو ڪيڙي، ڇيڇڙي ۽ گهاٽي ۾ ڪم ايندو هو. اهو مشينري جي ور چڙهي چڪو آهي. بهرحال اهي ميلائي ڏڳا جڏهن ڳلڪوڙ تعويذ، مُڇي، جنوئي، رومال، پيرن جا ڇمڪا، نٿ، نُڪتا، ڳانيون، ڳانڊيا ۽ سڳا پائي وڏا سنڱ ۽ پيير ڪارائيءَ سان ڪترائي، سنڱن کي ڪيس، مينديءَ ۽ تيل

لڳرائي ڍڳن جي مشهور پڙين، ساجن سوائي، سمن سرڪار، جيڪب آباد جو ڪيٽل شو سبيءَ جو ميلو مشهور آهي. ان ڪان سواءِ دوڙ تلهار، چمبڙ ٽنڊي آدم، دمبالي، جهڏي، بدين ٽنڊي سائين داد ۽ ميلن ۾ لهندا آهن ته هيڪر خفتين جي منهن ۾ پاٽي پرجي ايندو آهي. مثان وري جُهل ڍڪي، ٽليون ۽ ڪِرڪ پائي هلندا آهن ته ڪيتريون ئي دليون کسي وٺندا آهن.

ڍڳن جا خفتي شيرل عمراڻي، حاجي گلزار لغاري، حق نوازعمراڻي، امير بخش ڪنير، محمد مراد بروهي مختلف نسلن جي ڍڳن جون مختلف خصلتون ٻڌائيندي، ان آڌار ئي ڍڳن کي پسند نا پسند ڪن ٿا. انهن ڍڳن ۾ ٿري ڍڳا، لاڙي ڍڳا، ڪڇي ڍڳا، انديائي ڍڳا، پارڪري ڍڳا، ٻسر ڍڳا، سنڌي ڍڳا، ڏني ڍڳا ۽ اترادي ڍڳا شامل آهن. ٻاگ ناڙي بلوچستان جا ڍڳا وڏا، ڊگها، ڀلا، ٽنگون سنهيون، پيٽ صفا نه جهڙو. پر اهي اهڙا ته سچرهجن ٿا جو ٽپڙ به کايو وڃن. پنجاب جا ڍڳا گرمي جا ياڙيا. واڻ ۽ ڪپڙا به کايو وڃن. سڱ ۽ ڪن ننڍا پر پنڊ جا صفا ڀلا ۽ طاقتور آهن. هڪڙا ڍڳا وري ناري جي پر سان مکي جا به ٿين. جيڪي ويڙها ڇتا، لتر ۽ ڇڪر اهڙا جو مالڪ مان به نه مڃن. ڪليل نموني چرڻ جي ڪري هر پابنديءَ کان آزاد ۽ ڇڙواڳ. ڍڳي جون اهي خاصيتون ته ٿيون هارين نارين لاءِ پر ميلائي وري ڍڳي کي وک، گام يا ٿور جي حوالي سان جاچيندا آهن. ٿور جا مختلف قسم ٿين، جن ۾ پنڊ، ڊڪائي، ٽپالي يا ٽاپي ڊوگڙ يا ڪنو، چرل يا دوگانو لسڙيا وغيره.

عمر جي مختلف مرحلن ۾ گابو وهڙو ڍڳو ۽ ڏاند سڏجندڙ هن منفرد جانور لاءِ ٻاڳين وٽ دلچسپ ڳالهيون مشهور آهن. مثال طور اڇي

زبان ۾ اچين پنبڻين وارو ڍڳو سست ليکبو آهي. اڇي پڇ وارو وهڻ ۾ سٺو اچي رنگ ۾ ڳاڙهي منهن وارو ٻولهائو ڍڳو ڀاڙي سمجهبو آهي. ڪاري يا ناسي رنگ وارو ڍڳو دل جو ڪمزور ۽ سست ۽ ڪسو هوندو آهي. پر هزارن ۾ ڪو چڱو به نڪري ايندو آهي. انهيءَ رنگ جا ڍڳا اڳهه نه ڪندا آهن. قربانيءَ ۾ هرويرو ڪوئي نه وٺندو آهي. ڏاري وارا ته ويجهو به نه ايندا اٿس. ڪاسائي به ڪرڪندي ڪرڪندي رسي ۾ هٿ وجهندا آهن. ڍڳو نئين ماڻهو کي ڏسي پيو ڦوڪارا هڻندو آهي. ڦوڪارا هڻڻ جهيڙي لاءِ سنيرڻ جي نشاني آهي. ان کان علاوه نئين ماڻهو کي ڏسي پيرن سان ۽ ڪڌهن سڱن سان زمين به پيو کوٽيندو ۽ ڦوڪارا ڏيندو. انهن نشانين کي ڏسندي جي ڀاڳيو هوندو سڄاڳ ته اٿي ڍڳو جاچيندو جي سٺو پيو هوندو ته ڍڳو ٿيو چورن جو. ڍڳو نانگ بلا کي ڏسي به چڙبون ۽ لتون هڻي، ڦُوڪٽ ڪري مالڪ کي خطري کان آگاهه ڪندو آهي پر ويچارو سڏبو پوءِ به ڍڳي جو ڍڳو ئي آهي.

ڀاڳيا ۽ خفتي، پڇ مٿي ڪري پوءِ ڇيڻو لاهڻ ۽ پيشاب ڪان پري ٿي بيهڻ واري ڍڳي کي سلڇڻو ۽ وڏي پيٽ واري کي لوٽر سڏيندا آهن. پڇ سنهي ۽ گوڏي برابر يا ٿورو ان کان به مٿي واري کي سهڻو سمجهندا آهن. ڪوهٽ وڏو هجيس ته معنيٰ اهو وهڻ جو ڀلو ته ڏسڻ ۾ به سهڻو. ڪمر / گوڏر يا پيشاب واري جاءِ جي نظر نه اچي ته ان کي به خوبصورتي ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. لاڙي ته ڀهرين ڏينهن، ڄمندي ئي نس کي هٿ سان مهٽي، گابي کي کسي ڪري ڇڏيندا آهن. آنر ڍور مستي ڪندڙ ۽ کسي غريب هوندو آهي. ڍڳي جو مينهن تي ڪڌهن ڪڌهن ٽپو اچي ويندو آهي ان سان مينهن آيامي مري ويندي آهي. پر

جي روجهہ جو ڍڳيءَ تي ٽپو اچي ويو تہ ان مان پيدا ٿيندڙ ڍڳو تمام پلو ٿيندو آهي. اهڙا ڍڳا ميلن جي ڪم جا ۽ ڏاڍا سهڻا ٿيندا آهن. خفتي ڪنهن بنهہ سهڻي ڍڳي کي ڏسي چوندا آهن تہ صفا روجهہ آهي.
گئوچرن ۽ چراگاهن ۾ ڍڳي لاءِ مانڌاٽو ۽ساوڙي سنو گاهہ آهي پر جي ڪتڻ ملي وڃي تہ بہ ڍڳي کي ٻيو ڇا گهرجي! ياڳيا ڏنار کي مهٽو ڏيندي چوندا آهن تہ ڪهڙو ڪتڻ چاري آيو آهين؟ ڪتڻ کائڻ سان مکڻ ٿورو ڳاڙهو ٿي پوندو آهي ڍڳيءَ جي کير جي لسي ۽ گيهہ وڏيڪ ذائقي دار صحت لاءِ سٺي هوندي آهي. ٿريا چون تہ سانوٽيءَ ۾ ڪو گاهہ کائڻ سان ڍڳين جا سڱ صفا ڳاڙها ٿي پوندا آهن. شايد اهو گاهہ ڪتڻ ئي هجي. ڪتڻ گاهہ جا پن چانهہ جي پتيءَ طور بہ استعمال ڪبا آهن. باقي سارين وارو پلال ڍڳين لاءِ خراب آهي پر بک تہ بک آهي! ڇا ڪجي؟ ميلائي ڍڳن کي سڪو جوئر ۽ جون جو ڏارو هڪ ڏينهن ڇڏي پاءُ ڪن گيهہ جو ڊڪ ۽ اونهاري ۾ پنير ۽ ڳڙ ڏبو آهي. سڄي مال وانگر ڍڳي کي بہ تيل پيارڻ سان آيام جو خطرو گهٽجي ويندو آهي ۽ سيڙهاني جي بيماري کان بہ بچاءُ ٿي پوندو آهي.

عام طور تي ڍڳي کي پاٽي پيارڻ مهل ڇيح ڇيح سا سينڌ وڄائي، پاٽي پيارڻ جو حڪم ڏبو آهي. هلڻ ويهارڻ يا بيهارڻ لاءِ ٿريا ڍڳي کي هي هي چئي آرڊر جاري ڪندا آهن. هاري ناري آ آءِ ڪپي تي ڍڳي کي ورائيندا ۽ هلائيندا آهن. جي ائين وڏيڪ محنت ڪجي تہ ڪهڙي ڍڳو اي بي سي بہ سکي پوي!

لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ ڍڳي جي وات مان ٻاڦ نڪرڻ سياري جي اچڻ جي، جانورن جي حوالي سان پهرين پر پختي نشاني مڃي

ويندي آهي. ساڳي نموني ڏيڳي جي وارن چاٽڻ ڪي سياري جي وچڻ ۾ ڪتي شروع ٿيڻ سان پيٽبو آهي. سانوٽيءَ ۾ جي ڏيڳيون اتر منهن ڪري ويهن، انهن جي پٺي گر جهڙي شئي ڏسڻ ۾ اچي ته اهي برسات جون علامتون آهن پر جي ڏيڳيون منهن مٿي ڪري هوا سنگهڻ جي ڪن ته برسات اچڻ جي سورنهن آنا پڪ سمجهبي آهي.

جيئن بلوچستان ۾ ڏيگو مال ڍوئڻ ۾ چڙهڻ جي به ڪم ايندو آهي. ائين هندستان مان ننگر پارڪر ۾ اتان حيدرآباد تائين وڻجارا ڏيگن تي مال ۾ سامان سڙو ڪڻندا هئا. جنهن ڏيڳي تي لڏ يا چلي رکي چڙهبو آهي، ان کي پڙني جو ڏيگو سڏبو آهي.

اڳي هلر ڳاهڻ وقت جيڪا ڪاني وچ ۾ کوڙي ان سان ڏيگا ٻڌي چوڌاري هلائبا هئا، ان کي ميڙهه سڏبو هو ۽ ميڙهه سان ٻڌل ڏيڳي کي ميڙهي سڏبو هو. اڄ به پهاڪو مشهور آهي ته **مڙس ته ڪو ميڙهي آهي.** (معنيٰ گهڻ سهو وڏيڪ برداشت ڪرڻ وارو) ڏيڳي جي حوالي سان ٻيا به ڪيترائي پهاڪا ۽ چوٽيون مشهور آهن جيڪي اڳوڻن وقتن ۾ ڏيڳي جي اهميت کي ظاهر ڪن ٿيون. مثال طور: **”ڪم جي وقت نه جوان کي ڪجهه ٿئي ۽ نه ڏاند کي.“ چوراٽو ڏيگو ياڳين ۾ به وهي ته چورن وٽ به ڏاند لاءِ گهاٽو ۽ مرد لاءِ جيل برابر آهن.** جيئن گهاٽي ۾ ڏاند يا گهاٽي ۾ پيا پيسجون. ڏيڳي جي وفاداري کي ڏسي ياڳيا ته ايتري تائين به چوندا آهن ته **پٽ اوير سوير اٿڻ کان جواب ڏئي ڇڏيندو پر ڏيگو نه ڏيندو.** ايترين سارين خاصيتن، لوڪ ڏاهپ جي نشانين، ميل ۾ دل وندرائڻ جي باوجود ڏيگو پوءِ به ڏيگو آهي.

**روزاني ڪاوش اربع 12 آڪٽوبر 2009ع**

# ڍور سڱوئڻ جا روايتي طريقا ۽ انجيڪشن جو خطرناڪ استعمال

جدت ۽ سهل پسنديءَ جي نالي اسان پنهنجي ماحول مطابق، سماج جون ڪيتريون ئي ڪارائتيون ريتون، رسمون، رواج ۽ روايتي طور طريقا ترڪ ڪري ڇڏيا آهن. جن ۾ مال کي ميڙڻ يا ڏهڻ وقت سڱوئڻ جا روايتي طريقا بہ شامل آهن. جن کي ٿوري گهٽي تڪليف يا ڏکيائي جي ڪري ڇڏي جيتريون مصيبتون ۽ خطرا خريد ڪيا آهن! اسان کي ان جو صحيح معنيٰ ۾ اندازو ئي ڪونهي! انهن روايتي طريقن جي ڪري ڪنهن ٽائم ڪجهہ وڌيڪ خرچ ٿيندو هو ۽ ڪڏهن مال وقت تي ميڙي بہ ڪونہ سگهبو هو پر هاڻ سئي هڻي چند لمحن ۾ ڍور کي سڱوئڻ /ڳڙي پوڻ/ڏهڻ لاءِ تيار ڪرڻ سان تمام خطرناڪ بيماريون پيدا ٿي رهيون آهن. ٿورو وقت بچائي، بيماري خريد ڪرڻ ۽ زندگي داءَ تي لڳائڻ ڪٿي جي دانشمندي آهي! اهو هر ڪنهن کي سوچڻ گهرجي. مال کي سڱوئڻ جي انهن روايتي طريقن جا ڪجهہ مثال هي آهن:

**ڦر تي مال ميڙڻ:** هن طريقي ۾ مال کي ڏهڻ وقت ڦر ڇڏبو هو. ڦر جي ڏائڻ سان ڍور ٻيتارو منٿن ۾ سڱوئجي ويندو هو. جيڪڏهن ڪا ڪٽر نہ سڱوئبي هئي تہ ڦر کي لڪائي، ماهر ياڳيا ڦر جو آواز ڪندا هئا تہ "ماءَ" ويچاري ڍڪي ڦر کي سڏيندي ڏهائيءَ لاءِ تيار ٿي ويندي هئي.

**پاڙي وارو طريقو:** ڪجهہ ڍور وري پاڙي تي ڏهائي ڪرائيندا آهن/ هئا. جيئن رشوت کان بغير ڪي آفيسر ۽ اسٽاف ڪم ڪرڻ کان پيو ڪيٻائيندو آهي، ۽ پڙ ڪڍي بيهندو آهي. اهڙي طرح ڪي ڍور ڳاهہ جي

پريءِ ماني ٽڪر، بهه، ڪڙيا چوني جي رشوت تي ڏهائي ڪرائيندا آهن.

**ونگ ڏيڻ:** ڪن جانورن کي ونگ ڏيئي (پيرن ۾ رسو ٻڌي) ڏهبو آهي. وڏيڪ ڪتر هجڻ جي صورت ۾ چئني پيرن ۾ پر اڪثر حالتن ۾ پٺين ٻن پيرن ۾ ونگ ڏيئي ٿڻن تي پاڻي جا ڇنڊا هڻي، هٿ گهمائڻ سان ڏور ائين سگهوئي ڏهي وٺندا آهن، جيئن اڪثر ماڻهو سرڪاري ماسترن کي هونئن ته پڇندا ئي ناهن پر امتحانن دوران مڙئي سلام وغيره ڪريءِ ماسترن جي مٿي تي هٿ گهمائي، نالائق ڇورا سٺن نمبرن ۾ پاس ڪرائي ويندا آهن

. **اکيون ٻڌڻ:** هن طريقي ۾ ڪتر مال کي اکين تي پٽي ٻڌي ڏهبو آهي. جيئن نار يا گهاڻي ۾ وهندڙ اٺ يا ڍڳي جون اکيون ٻڌيءِ ان جو ڌيان ٻين پاسي وڃڻ کان بچائي ڪبو آهي. مال پاران به کير لاهڻ لاءِ يڪسوئي جو هئڻ لازمي آهي. هن طريقي سان مال آس پاس ڪجهه نه ڏسڻ ڪري نسبتاً جلد ڏهائي لاءِ تيار ٿي ويندو آهي.

**سگهوءَ ڏيڻ :** آخري وڏن ٿڻن تي مسلسل هٿ گهمائڻ سان، ٿڻ گرم ٿيڻ تي به ڪجهه ڏور جلدي سگهوئجي ويندا آهن. ان طريقي کي سگهوءَ ڏيڻ چئبو آهي. **سيڪو ڏيڻ:** ڏور جا ڪن نوڙي يا رسي سان سگهن سان ٻڌيءِ رسي تي پاڻي هاربو ته ڪن کي ڇڪ ءِ تڪليف ايندي ان سان به مال ڏهائي لاءِ تيار ٿئي ٿو. **ٻُل ڏيڻ:** ڏور جي سار ۾ ڦوڪ ڏيڻ سان به ڏور جلد سگهوئبو آهي. هي طريقو ٿري وڏيڪ استعمال ڪن.

**ڪُچ ڪرڻ:** سار ۾ جانور جي پيچ جو ڪجهه حصو وجهي به ڏور کي سگهوئڻ لاءِ تيار ڪبو آهي.

**وقت يا پهر وڌائڻ:** ڪانگهارو (وهڪيل) ڏور صبح شام ڏهڻ بجاءِ هڪ وقت ڏهڻ سان به مال جلد ڳڙي پوندو آهي.

**هَٿر ڪرڻ :** ڏور کي هٿ سان ماني يا ڪا ٻي شئي کارائي به ڏهڻ تي هيرائبو آهي. جيستائين ڪا شئي هٿ سان نه کارائبي اوستائين ڏهڻ نه ڏيندو.

**گوهو ڏيڻ:** ڪي جانور ڏهڻ وقت منهن ڏوهي ڏانهن ڪندا آهن. "ڏوهو"ان جي وات يا منهن ۾ گوهو هڻندو تہ مال پيو گوهي وارو ڪير ڇڻيندو. پوءِ مال جي اها عادت ٿي ويندي آهي.

**بوتو ناهڻ:** ڦر مرڻ تي ان جي کل لاهي، بهہ ڀري، بوتو ناهي، مال ڪي دوکي سان ڏهي وٺبو آهي. مال کي ڏهڻ کان اڳ ڍئو ڪونہ ڏبو آهي، تورو بکيو مال آساني سان ڏهائي ڪرائيندو آهي. ڏهڻ کان پوءِ مال کي ڀاڙو (ڪاڏو) ڏبو آهي. ڀاڙي جي آسري مال اٿين جلد مڙندو آهي جيئن اڪثر آفيسر رشوت جي آسري ڪم ڪندا آهن. جيڪڏهن انهن مان ڪنهن بہ طريقي سان ڍور "راهہ راست" اچي تہ پوءِ ڀاڳيو بيزار ٿي وڃهندو هو لٺ ۾ هٿ. لٺ جي زيپٽ تي مال بہ ڀادرن سان سڌو ٿي ڏهائي لاءِ تيار ٿي ويندو هو. اهي هئا اهي روايتي طريقا جيڪي اسان وٽ صدين کان مروج هئا انهن ۾ توري تڪليف ۽ ڪجهہ وقت تہ وڏيڪ لڳندو هو پر انجيڪشن واري صحت دشمن طريقي مان جان ڇٽل هئي. ايڪسپلورر سان حال اوريندي ڀاڳيا محمد موسيٰ ڪيرو غلام قادر ۽ اسدالله (شاهپورچاڪر) امير بخش ڪنير "ماستر" ڪوٽ نواب ۽ محمد حسين "بابلي نظاماڻي" سانگهڙ چون ٿا تہ انجيڪشن وارو ڪير پيئڻ سان فائدي بجاءِ بيماريون پيدا ٿين پيون. ماڻهو سوچن ٿا تہ شايد ڪير ۾ طاقت نہ رهي آهي. ڪير ۾ اڄ بہ طاقت آهي پر جي مال صحت بخش طريقي سان ڏهجي تہ. هاڻ تہ هٿ يا ڇيچ سان ڏهڻ بجاءِ ماڳهين مشينون استعمال ٿي رهيون آهن. انهن روايتي طريقن کي ڇڏي اڄڪلهہ مال سگهوئڻ ۽ ڪير وڌائڻ لاءِ انجيڪشن جو استعمال عام جام آهي. جنهن سان ماڻهن ۽ مال جي صحت تي ڪيترائي خطرناڪ

اثر مرتب ٿي رهيا آهن ۽ بيماريون پيدا ٿي رهيو آهن.

**جانورن تي اثر**:جانورن کي سگھوڻ لاءِ لڳندڙ سئي آڪسي ٽوڪسن Oxitocin لاءِ ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي تہ اها ويم دوران عورت کي لڳڻ سان ويم ۾ آساني ٿئي. ان جي لڳڻ سان لڳ ساڳا ٿي وڃن ٿا. هي هارمونل انجيڪشن آهي. جنهن لڳڻ سان پيدائش جو سڄو نظام حرڪت ۾ اچي ٿو ۽ کير بہ ٿڻن ۾ لهي اچي ٿو. پر ان سان جانورن کي ڪيترائي نقصان ٿي رهيا آهن. جن ۾ جانورن جي پيدائش جا عضوا ڪمزور ٿيڻ، جانورن جي وري لڳڻ جا چانس گھٽجڻ ۽ ٽنبجڻ جا (حمل ڪرڻ) چانس وڌڻ ڪن ڍورن ۾ ڦر لاءِ کير لڪائڻ يا ڪٽي وڃڻ جي عادت هوندي آهي. سئي لڳائڻ بعد جانور پاران سڄو کير لاهڻ ڪري ڦر لاءِ ڪجھ نہ ٿو بچي. مزي جي ڳالھ تہ ڪڏهن سئي موجود نہ هجڻ وقت خفتي ياڳيا ۽ الي سئي هٽي ڍور کي سگھوئي وٺندا آهن. سئي سبب مال جي سن ٿي وقت کان اڳ ويم ڪرڻ ڪري ڦر پوري عمر جو نہ هجڻ ڪري ڪمزوري سبب جلد مري وڃڻ. ياڳين جي بقول "سائي ٿيل" ڍور کي مهيني ٻئي بعد سئي هڻڻ بجاءِ پاڙي يا ڪنهن ٻي طريقي تي سگھوئبو آهي. جانورن جو سوڪو ڪائڻ ۽ رت نہ ڪٽڻ شامل آهن. اهو سڄو عمل جانورن جي نسل ڪشي فطري پرورش جي حق جي خلاف ورزي آهي.مال جي کير لاهڻ سان گڏ کير وڌائڻ لاءِ بہ هڪ ٻي سئي بوسٽن 250 استعمال ڪئي ويندي آهي. ان جا بہ مال تي ڪيترائين خطرناڪ اثر ٿين ٿا. ياڳين ۽ ڊاڪٽرن جي بقول تہ کير وڌائڻ واري انجيڪشن مال جو ڪيلشيم ڳاري ٿي. جنهن سان هڏا ڳرڻ سبب جانور ڪمزور ٿئي ٿو ۽ عمر گھٽجيس ٿي. مثال طور مينهن جي عمر

عام طور تي 20/22 سال ڀڏائي وجي ٿي. جيڪا تقريباً ڏهه ڀارنهن دفعا ويامندي آهي. اندازن ٽن سالن ۾ پاڏي/وڇ مينهن ٿي وجي ٿي. جيڪا ڏهه مهينا ڏهه ڏينهن بعد ويامندي آهي. سئي جي هيراڪ 9 مهينن ۾ ئي ويامي ويندي آهي. جنهن سبب ڦر ڪچا ۽ غير صحتمند هئڻ ڪري جلد مري ويندا آهن. جنهن سان مال جي نسل ڪشي ٿي رهي آهي. ان کان علاوه ڀاڳين جي عام مشاهدي جي ڳالهه آهي تہ سئي لڳندڙ مينهن جي عمر پنج ڇهه سال گهٽجي وڃي ٿي. سئي لڳڻ بعد جانور ان جو عادي ٿيو وڃي. جيئن تہ هي انجڪشن اڪثر ڪري واڙي وارا استعمال ڪندا آهن

جيڪي کير ۽ نسل جي لحاظ کان چونڊ مينهون خريد ڪندا آهن. سيون لڳڻ ڪري مينهن جي عمر گهٽجي وڃي ٿي ۽ ڦر بہ اڪثر حالتن ۾ مري وڃن ٿا جنهن سان مينهن جي خطرناڪ طريقي سان نسل ڪشي ٿي رهي آهي. ان ڪري واڙي وارن تي خصوصي نظر رکڻ جي ضرورت آهي تہ جيئن مينهن توڙي ٻي مال جي نسل ڪشي کي روڪي سگهجي.

**انسانن تي اثر:** ڀاڳيا ۽ ڊاڪٽر آڪسيتوڪسن سئي جا مال سان گڏ ماڻهن تي بہ ان جا ڪيترا سائڊ افيڪٽ ٻڌائين ٿا. انهن جي بقول تہ هن سئي لڳل جانور جو کير استعمال ڪرڻ وارا ماڻهو بظاهر ڀل سگهاارا هجن پر حقيقت ۾ اهي ڏاڍا ڪمزور ۽ کوکلا هوندا آهن. اهڙي کير واپرائڻ سان فائدي بجاءِ نقصان ٿئي ٿو. ان کان علاوه اهو کير ٻارن کي وقت کان اڳ بالغ ڪرڻ، ڇوڪرين جي جسماني ساخت (ڇاتي) ۾ جلد تبديلي آڻڻ، مردن ۾ جنسي طاقت گهٽائڻ، ڇوڪرن ۾ نسوانيت جو وڌڻ ۽ بلڊ پريشر وڌڻ جو باعث بڻجي ٿو. هي سئي ويم (ڊليوري) ڏکيو ۽ مشڪل بڻائي ٿي. اڳي عام طور تي ڊليوري

گھرن ۾ دايون آرام سان ڪرائي وٺنديون هيون پر هاڻ اسپتال ۾ آپريشن جهڙو ڪر لازمي ٿيڻ سان گڏ مهانگو به ٿي ويو آهي. اهڙو ڪير پلي ڊاريڪٽ استعمال نه ڪجي. چانهه، آئيس ڪريم، وغيره ۾ استعمال ڪيل ڪير به نقصانڪار ٿئي ٿو.

ضرورت هن ڳالهه جي آهي ته ٿوري آسانيءَ خاطر ۽ ڪجهه وڌيڪ کير حاصل ڪرڻ جي لالچ ۾ روايتي طريقا ترڪ ڪرڻ بجاءِ انهن تي ڌيان ڏيون. جنهن ۾ مال ۽ ماڻهو ٻنهي جي ڀلائي ۽ بهتري آهي. جيئن اڄ سڄي دنيا ڀاڄين ۽ ميون ۾ پيسٽيسائڊ استعمال ٿيل يا نه ٿيل هجڻ ڪري انهن جا الڳ الڳ اگهه مقرر ٿي رهيا آهن. ڪٿي ائين نه ٿئي ته اسان به ڪجهه عرصي کان پوءِ خطرناڪ نتيجا ڀوڳڻ بعد، "سئي وارو کير" يا "بغير سئي وارو کير" جو اصطلاح استعمال ڪريون ان سلسلي ۾ گورنمنٽ هن اهم مسئلي ڏانهن به فورن ڌيان ڏئي، سئي جي استعمال تي پابندي هڻي، ڪنهن ٻئي صحت بخش متبادل ۽ بهتر حل لاءِ سوچڻ گهرجي. هاڻ ته زهريلن اثرن کان پاڪ سمجهيو ويندڙ واحد اَن جو کُير به ڪيميڪل لڳل گگر کائڻ سبب خالص نه رهيو آهي. اها سئي جڏهن ايتري قدر خطرناڪ طريقي سان کير تي اثر انداز ٿي سگهي ٿي ته پوءِ ان جا گوشت تي ڪيترا اثر پوندا هوندا. ان تي به تحقيق ٿيڻ جي سخت ضرورت آهي. چوپايو مال جنهن جو ملڪي زراعت ۾ 52.5 سيڪڙو حصو ۽ مجموعي ملڪي پيداوار ۾ 11 سيڪڙو حصو آهي. (جڏهن ته سنڌ کير ۽ گوشت جي لحاظ کان ملڪي ضرورت جو 26 سيڪڙو پورو ڪري ٿي.) ان کي خطرناڪ اثرن کان بچائڻ لاءِ حڪومت کي فوري طور قدم کڻڻ گهرجن.

**روزاني ڪاوش اربع 2 ڊسمبر 2009ع**

# لوڪ ڏاهپ جي حساب سان وٽن جي واڍيءَ جو وقت

مئي، جون ۽ جولاءِ وارا مهينا جتي موسمياتي حساب سان گرمين ۾ گهٽائي ۽ مارڪيٽ جي حساب سان پئسي ڏوڪڙ جي حساب سان گهٽتائي جي حساب سان مشهور آهن. اتي اهي مهينا ڳوٺن ۾ ٻهراڙين ۾ وٽن ۾ ڪات ڪهاڙا پوڻ جي مند طور به مشهور آهن. انهن مهينن ۾ جيئن تہ ڪٽڪ لٽجي، وڪامجي، ۽ ذري گهٽ ڪائجي چڪي هوندي آهي، نئين فصل جي تيار ٿي مارڪيٽ اچڻ ۾ اڃان دير هوندي آهي. پئسي ڏوڪڙ جي کوٽ سبب سجائي تيزهوائي سان گڏ هر هنڌ پهچي چڪي هوندي آهي. آمدني جو ٻيو ذريعو به نہ هوندو آهي. ان ڪري سجائيءَ جو بار به وٽن تي اچي پوندو آهي. هاري ناري ۽ ننڍا وڏا آبادگار ميون وڻيو وڻ ٻيا تاڙيندا آهن ۽ موٽر سائڪلن تي هلندڙ وٽن جا واپاري سجائيءَ جي آخري حدن تائين ٻهتل ماڻهن جي تاڙ ۾ هوندا آهن. ائين واپارين کي وٽن جي وڍڻ جي تڪڙ ۾ پاڻ وارن پائو صاحب کي پئسا ونڻ جي تڪڙ. وٽن ۾ ڪات ڪهاڙا وجهرائڻ ۾ دير ئي نہ ڪندي آهي. ان کان علاوه هن موسم ۾ مهينن ۾ ڀا تہ ٻنيون وانديون هونديون آهن. يا وري ڪوئي فصل تيار نہ هوندوآهي. ان ڪري وٽن جي واڍي ۾ انهن کي اتان ڪٽڻ نسبتا سولو هوندو آهي. ان کان علاوه مقامي لوڪ ڏاهپ جا ماهر ٻڌائيندا ٿا تہ سياري توڙي گرمي چاليهي ۾ وٽن ۾ رس گهٽ هوندو آهي، ان ڪري گهر وغيره ٺاهڻ جو ارادو رکندڙ ماڻهو بہ انهن مندن ۾ ڏينهن ۾ وڻ وڍڻ کي ترجيح ڏيندا آهن. ڇو جو

ڪاٽ ڪي اڏوهي يا سرو لڳڻ جو امڪان بہ گهٽ هوندو آهي. پر هاڻ مقامي ڏاهپ تي غور ۽ عمل ڪرڻ وارن جو تعداد وڻن وانگر روز بہ روز گهٽجندي گهٽجندي، ختم ٿيڻ تي اچي پهتو آهي. ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ وڻن ڪان بيزار اسان ماڻهن کي ٿورن پئسن عيوض وڻ وڍي، وڏي نقصان ڪرڻ ۽ پوءِ ان جا نتيجا ڀوڳڻ جو احساس ڏياريو وڃي. وڻن تي ہي خدائي مخلوق جهڙوڪ پکي پکڻ، جيت جڻئي، ڪيڙن ماڪوڙن ۽ ہين ننڍين وڏن جانورن جو بہ حق هجڻ کي تسليم ڪري، ان جو شعور پيدا ڪيو وڃي. انهن واندن ۽ سجائيءَ وارن مهينن ۾ مقامي طور تي بيروزگار ۽ واندن ماڻهن کي ڪنهن ٻئي ڌنڌي سان لڳائي ٿورو گهڻو سندن روزي روٽي جو بندوبست ڪري وڻن تان نظرِ بد گهٽرائي انهن کي هميشہ لاءِ پاڙان پٽجڻ ڪان بچائجي.

روزاني ڪاوش جمعو 23 مئي 2008ع خط

## ٻير: ٻُور وقت سياري ۾ ٻير ڇاڻ محل اونهاري جو اهڃاڻ

مائي ڀاڳي ۽ مراد فقير جي ڳايل مارواڙي لوڪ گيت" اي چرمي روبلال سان پيار" ۾ "ندي ڪناري ٻورڙي ري، اي ٻورڙڪي را رنا مٺا ٻور" کان وٺي سنڌي لوڪ گيت " منهنجو جنڊالڙو ڏي تہ ڪيڏڻ ويچان" ۾ " جا ويچان بازار ۾ لڏم ڳاڙهو ٻيڙ ٻير تہ ڪاڏم پيٽ ۾ ان جو شاهد ڪير" تائين ٻيرن جو ذڪر هر هنڌ ملي ٿو. ويندي قرآن شريف ۾ بہ جن ميون جو ذڪر ٿيل آهي، انهن ۾ ٻير بہ هڪ آهي. ٻير لوڪ گيتن جي شاعرن وٽ ڀلي ڪٿي ڪهڙين ئي معنائن ۾ استعمال ٿيندو هجي پر لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ ٻير، مندون ماپڻ ۽ جاچڻ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي.

لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ ڏياري جو ڏڻ صدين کان وٺي سياري جي اچڻ جي اعلان برابر رهيو آهي پر ڏياريءَ کان ڪجهہ ئي ڏينهن بعد ٻيرين جو ٻورجڻ سياري جي در کان گهر تائين اچڻ برابر سمجهبو آهي. ان وقت ڪتون اندر سرڪائيبون آهن ۽ رلين جي جاءِ سوڙيون سنڀاليندون آهن. ڪتي مهيني ۾ ٻيرن جو ٻورجڻ ٻير، تالهي ۽ نم ۾ ڦوٽهڙو ٻوڙ، ڪٽڪ پوکڻ، بلبل پاران آنا ڪرڻ، قدرت طرفان سياري جي اچڻ جي اعلان طور جتي ڪتي لڳل بينر برابر هوندو آهي. مختلف مهينن ۾ ٻيرن جا مختلف مرحلا بہ جهڙوڪر موسمن جي شدت جاچڻ جي پيماني برابر هوندا آهن.

ڪتي ۾ ٻور ٿيڻ بعد، جڏهن ٻور داڻ ڏانهن وڌندو آهي تہ اهو

نهري يا مگسر جو مهينو هوندو آهي. جنهن ۾ پارو پوندو آهي ۽ پاڻي جمي برف ٿي ويندو آهي. بين فصلن لاءِ پارو پيلي ڪيترو به ساڙيندڙ ڇو نه هجي پر بيرن لاءِ اهو ٽانڪ جو ڪم ڏيندو آهي. پاري جي ڪري بير قولهجي/قوڪجي وڏو ٿيندو آهي ۽ ڳيپ/ڳر وڌيڪ ڪندو آهي. نهري جنهن جي لاءِ چوٽي مشهور آهي ته نهري سيءُ پون پهري. ان بعد جڏهن ڪچن بيرن جو مرحلو شروع ٿيندو آهي ته اهو پوهه جو مهينو هوندو آهي. پوهه ۾ مينهن به پوندا آهن ته ڳڙا به. پوهه ۾ ڏينهن ننڍا ۽ راتيون وڏيون ٿين. پوهه جون ئي راتيون هونديون آهن جيڪي هڪڙن کان ڪٽنديون ناهن ۽ بين کان روڪي نه رڪنديون آهن. جيتوڻيڪ جو مينهن ۾ بير داٽو وڏو ڪندي آهي پر ان ۾ ڪينئون به پئجي ويندو آهي ۽ بير ڪوڙو به ٿي پوندو آهي. پر ساڳئي وقت ڪچو بير سياري جي ماريل طوطن، جهرڪين ۽ ڪبرن لاءِ پيٽ پرڻ جو بهترين ذريعو به هوندو آهي. پوهه جنهن جي ڪيترين ئي چوٽين مان هڪ اها به آهي ته "پوهه ۾ بصر پوکبا ته پنوڙا (وڏا) ٿيندا پر جي پوهه کان پوءِ واري مهيني ڦڳڻ ۾ پوکبا ته قولهڙيون (ننڍا) ڪندا. ان کان علاوه پوهه کلڙ کوهه. هڪ رڌ بيو سؤ واري چوٽي به مشهور آهي پوهه بعد ايندو آهي مانگهه جنهن ۾ سيءُ ڏيندو آهي تانگهه. ماگهه ۾ بير اڌ ڪچا اڌ پڪا هوندا آهن. بير جي شوقينن جون اکيون اصل بيرن ۾ هونديون آهن. بير ها، نه ا ها، نه ۾ هوندا آهن. مانگهه جي 28 تاريخ تي هندو ماٺهو مها شوارتري جو ڏڻ ملهائيندا آهن ان رات سب کان وڌيڪ سيءُ ۽ پارو پوندو آهي. جنهن ڪي شوجا پارا به سڏبو آهي. بيا ماٺهو بسنت پلي ڪٽي ڪڏهن به ملهائين ۽ لغڙ اڏائين پر سنڌ ۾ صدين کان بسنت جو ڏڻ مانگهه ۾ ملهائڻ جو رواج رهيو آهي. (20

جنوري) ان ڏينهن تي ڦاڳان/ڏمال ڳائبي آهي تہ سرسوتي جي پوڄا بہ ڪبي آهي تہ جيئن وڏيڪ ڦل ۽ ميوا ملي سگهن. مانگهہ جي 15 بعد انب ٻوڪجي جهڙو ڪر سياري وڃڻ کان اڳ ان جي وڃڻ جي تيارن ڏانهن اشارو ڪندو آهي. اهو وقت موسمي ساين ٻاڄين جي بہ پچاڙيءَ جو هوندو آهي. ان ويل ٽري سهانجڙو ڳوليندا آهن. سهانجڙي پاري ڦري جهلڻ بہ سيءَ جي موڪلاڻيءَ جي اعلان برابر هوندو آهي. ڦڳڻ ۾ ڏينهن گرم ۽ وڏا ۽ راتيون ٿڌيون پر ننڍيون ٿينديون آهن. ڦڳڻ جو اچڻ جتي موسم سياري کان بهار ڏانهن مٽجڻ جو اشارو هوندو آهي اتي ٻير جي پچڻ جو اعلان بہ هوندو آهي. پڪل ٻيرن کي اڳي تہ جهرڪين ۽ ڪبرن سان گڏ طوطا بہ تاڙيندا هئا طوطن کان علاوه ٻيرن کي وڏي پچ وارو "نولو" پکي بہ نقصان پهچائيندو هو پر ڪجهہ سالن کان اهو بہ صفا گهٽجي ويو آهي. ڦڳڻ ۾ ٻيرن جي پٽائي اوج تي هوندي آهي. گهٽين بازارن ۾ ٻيرن جا هوڪا عام جام هوندا آهن. پر افسوس جو اصلي مقامي سنڌي ٻير هاڻي ڏينهون ڏينهن گهٽجي رهيا آهن. انهن جي جاءِ تي صوفي ٻيرن توڙي گولي ٻير اچي ورتي آهي. ڪنهن وقت ٻيرن جون ٽي جنسون، اصلي مقامي ٻير، تر ۽ ڪاڇي ۽ ڄانگري ٻير ۽ ڪٿي ڪٿي صوفي ٻير هوندا هئا پر هاڻ سنڌي مقامي ٻير تہ جهڙو ڪر ناياب ٿيندا وڃن. ساڳي صورتحال ڄانگري ٻيرن سان بہ آهي. جڏهن تہ هاڻ صوفي ٻير ۽ ان جي نسل جا مختلف ٻير عام آهن. جن ۾ گولو صوفي، ڪنگري، زيتون، پيوندي يا ڪيرول (صوفي جهڙو پر ننڍو) شامل آهن. جن ۾ گولو مناس ۽ ڳپ جي ڪري سڀ کان وڌيڪ مشهور آهي. سنڌ جا اتريان علائقا قدرت ڪجي سان نوازيا آهن تہ ميرپورخاص، ٽنڊي آدم، ٽنڊي الهيار ۽

سانگهڙ وارا پاسا وري انبن کان علاوه ٻيرن ۾ ٻين کان به قدم اڳتي آهن. جن ۾ ميرپور خاص جو مان اڃان به وڌيڪ متاهون آهي.

باغاين ۾ لوڪ ڏاهپ جي ڏاهن وٽ ٻيرين جو پن ڦڪا ڪرڻ جو مطلب بهار اچڻ ۾ ٻيرن جي منڊ ختم ٿيڻ برابر هجي ٿو. ٻيرن پن ڦڪا ڪرڻ بعد صفا ڇاڻيا ته معنيٰ ٻير صفا ختم ۾ بهار باقاعدي شروع. ڦڳڻ مهينو سياري جي وڃڻ ۾ بهار جي شروعات جو مهينو مڃيو آهي. هن مهيني جي تيرهين تاريخ تي هولي ملهائبي آهي (28 فبروري) هولي بهار جي باقاعدي شروعات هوندي آهي. هولي بعد سياري ۾ اندر سرڪايل هنڌ ڪٿولا ٻاهر ڪڍيا آهن ۾ ڪٽڪ جو لاڙو شروع ٿيڻ تي هوندو آهي

ٻير نه صرف ميوي طور استعمال ٿئي ٿو پر ان جي وڻ ڪي مقامي طور ٻين ڪيترن ئي مقصدن لاءِ به استعمال ڪبو آهي. مقامي علاج طور جسم تي ڳڙهه نڪرڻ تي ٻير جا پن گهوٽي، ڳڙهه تي ٻڌڻ سان ڳڙهه ڦاٽي پوي ٿو. ٻير جو ڪونئر جي ٻسري پچائي ڪائڻ سان چيلهه جو سور ختم ٿي وڃي ٿو. اک تي آنجٽي نڪرڻ تي ٻير جا ست پن پٽي واري واري سان اک تي گهمائي، ڪنڊي ۾ ٽنبي، اڄ وچ واري در تي هٽي ڇڏبا آهن ته پن سڪڻ سان گڏ آنجٽي به سڪي ويندي آهي. ٻير جي ڪاٺي هلڪي هئڻ ڪري ان مان خاص طور تي لسي ولوڙڻ لاءِ جهيرٽا ناهبا آهن. جيڪي هلڪا هئڻ سبب سولائي سان ڇاٽي ۾ هلندا آهن. عيسون ۾ پاڳا به ٻير جي ڪاٺي جا پسند ڪيا وڃن ٿا. ٻير جو لوڙهو وڏيڪ ڪنڊن جي ڪري حفاظت جي خيال سان سٺو سمجهبو آهي. هڪ ته ڪنڊن جي ڪري، ٻيو ته ڪنڊن ۾ ڪپڙن وغيره جي وڌيڪ ڦاسڻ سبب، ٻير جي لوڙهي کي صفا ڪو مجبور ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو باقي سڌڙيو اوڏانهن هرو ٻير رخ به ڪونه ڪندو. هندو مسلم مردي کي غسل ڏينهن مهل ٻير جا پن غسل واري پاڻيءَ ۾ وجهندا آهن.

هيرن متعلق ڪيتريون چوڻيون ۽ پهاڪا بہ مشهور آهن. مثال طور: **هيرن ڪان هير گهرڻ جنهن جي گهر ۾ هير هونديءَ اتي پٽڙ تہ ايندا. جنهن جي در تي هير هونديءَ ان مالڪ جو پٽڪو ضرور لهندو. هير جي ڊينگهري وانگر چنبڙي پوڻ وغيره.**

جڏهن هير صفا پچي پوندا آهن تہ انهن ۾ ڪيڙا پئجي ويندا آهن. جتي پڪل هير ڪيڙن جي ڪم ايندا آهن تہ ساڳي وقت اهو ٽائم جهرڪين ۽ ڦوسين وغيره جي ٻچن ڦوڙڻ جو وقت بہ هوندو آهي. جهرڪيون ۽ ڦوسيون هيرن مان ڪيڙا چنهب ۾ چوندي، ٻچن کي کارائينديون آهن. ايئن قدرت جو چرخو مختلف شين جي هڪ ٻئي تي انحصار سبب هلندو رهندو آهي.

هيرن جو ختم ٿيڻ ڦتيون، جوئر، ٻاجهري، مڪئي وغيره پوکڻ لاءِ زمين جي تياري وارو وقت بہ هوندو آهي. ائين هير ختم ٿيڻ سان موسم بہ متجي ويندي آهي تہ زمين جو نظارو بہ بدلجي ويندو آهي. زمين جا اهي نظارا تہ هر سال متبا رهندا آهن پر جنهن نموني مقامي ۽ جانگري هيرن جون جنسون ختم ٿي رهيون آهن ان مان لڳي ٿو تہ زمين جا نظارا پلي واري ڦيري سان موٽي اچن پر اهي جنسون شايد ڪجهہ عرصي بعد ناياب ٿي وڃن ۽ انهن جو رڳو ذڪر وڃي بچي.

**روزاني ڪاوش اربع 24 فيبروري 2010ع**

# لوڪ ڏاهپ جي حوالي سان اهم وڻ،
# ”سنيالُو“ ڪي سنياليو

دنيا جنهن وڻ ڪي Medical Tree يا Botanical Tree سڏي ٿي. جيڪو ٿيهارو ڪن بيمارين جو علاج آهي. جيڪو دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن سان گڏ ايشيا ۾ به ٿئي ٿو. جيڪو سنڌي ۾ به دنيا جي ٻولين سان ملندڙ جلندڙ نالي ”سنيالو“ سان سڏجي ٿو. اڄ اهو وڻ سنيالو سنڌ ۾ عام جام ۽ جتي ڪٿي نظر اچڻ بجاءِ گهٽ ڪري ميداني علائقن ۾ ڏس تي ملي ٿو. ننگر ڪان منڍ ۽ عمر ڪوٽ تائين جا ماڻهو گهٽ ڪري هن جي نالي ڪان ئي بي خبر آهن.( جيڪڏهن ڪو دوست مٿئين علائقن ۾ سنيالو جو ڏس ڏيندو ته مهرباني ٿيندي) ڪتابن مطابق هيءَ ايشياءِ پاڪستان ۾ هن جي ملڻ جا هنڌ پنجاب ۽ بلوچستان آهن. سنڌ ۾ جنهن نموني جهونا هن مان علاج جا ڏس ڏين ٿا ان مان لڳي ٿو ته هيءَ هتي سالن ڪان ٿيندو اچي. سنيالو جيڪڏهن صفا اصلي ۽ نج سنڌي ۽ مقامي وڻ ڪٿي نه به هجي ته به سنڌ ۾ ڪيترو ئي عرصو رهڻ ڪري هاڻ ڊوميسائيل ٺهرائڻ جيترو حق بهرحال رکي ٿو. سنيالو متعلق ڄاڻ يا ته حڪيمن وٽ وڃي بچي آهي يا پوءِ مقامي علاج جي ماهر جهونن وٽ. نوجوان نسل جي اڪثريت ان ڪي ڏسڻ ۽ سڃاڻڻ ته رهيو پري، نالي سان به شايد ئي واقف هجي. سنڌ ۾ تيزي سان وجود وڃائيندڙ سنيالو انگلش ۾ Five leaves chaste Tree يا angus tree اردو، پنجابي ۾ سنيالو بنگالي ۾ سمالو عربي ۾ سرسا،

سنسڪرت ۾ سيفالي نالن سان سڏجي ٿو. انگريزي ۾ هن جو اهو نالو هن جي پنن جي بيهڪ ۽ تعداد جي ڪري پيو آهي.

دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ مقامي لوڪ ڏاهپ واري علاج ڪان ويندي ميڊيڪل سائنس ۾ معاونت ڪرڻ سبب سنيالو ڪي وڻن ۾ تمام اهم وڻ طور سمجهيو ويجي ٿو. پر افسوس جو ايترو اهم وڻ سنڌ ۾ تقريبا تقريبا وجود وڃائڻ تي آهي. هاڻ هيءَ وڻ جتي ڪٿي ۽ عام جام نظر اچڻ بجاءِ ضرورت پوڻ تي ڏس تي، ملي ٿو تہ **" او فلاڻي ڪي فلاڻي هنڌ اڳي تہ بيٺل هو، هاڻ خبر ناهي."** سنڌ ۾ گهٽو ڪري واٽرن، شاخن ۽ واهن ڪنارن تي ٿيندڙ سنيالو جي باٽني جي حساب سان فيملي verbena aceae ۽ بائيولاجيڪل نالو vitexagmes castus آهي.

سنيالو جو هر حصو پاڙ، ٽڙ، چوڏا، گل، پن ۽ ٻج حڪمت ۽ دوائن جي لحاظ کان اهميت رکن ٿا. هن مان دوائون ٺهڻ ڪري سڄيءَ دنيا ۾ هن کي خاص اهميت حاصل آهي. جپان هن جو سينې ڪان وڏيڪ خريدار ملڪ آهي. پن ۾ نم، ميندي، ڏاڙهون ۽ يو ڪلپٽس سان مشابهت رکندڙ هن وڻ جو پن نم جي پن کان ڪجهہ وڏو ۽ ويڪرو هوندو آهي. جنهن جو هيٺيون حصو اڇاڻ مائل سفيد هوندو آهي. ٽاريءَ جي گونچ مان نڪرندڙ سڌي گوشي ۾ ٿيندڙ ٻور جهڙن ننڍن ننڍن گلن جو رنگ نيراڻ مائل اڇو هوندو آهي. هن کي سنڌ ۾ عموماً بهار ۾، قلم ذريعي لڳائبو آهي. جنهن لاءِ بہ اڍائيءَ فوٽن جي ڪاٺي اڌ فوٽ جيتري زمين ۾ پوري، مٿين حصي تي ڇيڻو ڏبو تہ ڦٽي پوندو آهي.

سنيالو مان ٿيندڙ مقامي علاجن جي لسٽ ثابي ڪافي وڏي ٿي پوندي سنيالو مال ۽ ماڻهن جي علاج ۾ ڪم اچي ٿو. مقامي لوڪ

ڏاهپ واري علاج جي ماهر جهونن جمعو ملاح، علي محمد خاصخيلي ۽ ٽنڊي ڄام زرعي يونيورسٽي جي وٽنري ميڊيسن جي ليڪچرار سان گڏ مقامي علاج کي به اهميت ڏيندڙ سائين رياض احمد لغاري مطابق مال کي واءَ جي بيماري ۾ سنيالو جا پن گهوٽي ۽ اباري پياريا آهن. اباريل پاڻي پيئڻ سان مال جو پيٽ به صاف ٿي ويندو آهي. رؤ جي بيماري ۾ جنهن دوران مال جي منهن ۽ نڪ مان پاڻي پيو وهندو آهي ۽ مال جي حالت سيئي تپ اچڻ جهڙي ٿي پوندي آهي، ان وقت ڍور کي سنيالو جي پنن جي دونهن ڏبي آهي. ماڻهن توڙي مال جي ڦٽن تي پن اباري ٻڌبا آهن. سور واري هنڌ به پن ٻڌبا آهن. هن جا پن جتي ٻڌبا آهن اتي مينديءَ وانگر رنگ به ڇڏيندا آهن.( ان خاصيت تي ڪجهه ڪم ڪري هن مان ميندي وارو ڪم به وٺي سگهجي ٿو.) جانورن جي ويامڻ وقت، ٿڻن جي سُڄڻ تي سنيالو جا پن پاڻي ۾ اباري، پنن جو ٿڻن تي سيڪ به ڪبو آهي ته ٿڻن تي اباريل پن به ٻڌبا آهن. مٿي پڇي پوڙ تي پن ساڙي، تيل ۾ ملائي، ملم ٺاهي ڦٽ ڦرڙي تي لڳائبو آهي. هرنيا جي بيماريءَ ۾ توڙي زناني بيمارين ۾ پن اباري ٽڪور به ڪبي آهي ته ٻڌبا به آهن. جانورن جي زهرباد يا ٻين بيمارين ۾ پن رات جو لسيءَ ۾ پسائي صبح جو لسي ڇاڻي پيئاربي آهي. بهار ۾ ٿيندڙ هن جي گلن مان ماکيءَ جا مکا رس به چوسين ٿا. مقامي آبادگار اختر علي يوسفزئي مطابق مون ضرورت پوڻ تي منو ڳوٺ مان هن جو قلم آڻي لڳايو هو.( جڏهن ته پاڪستان ٺهڻ وقت هندستان مان لڏي سنجهوري ۾ سان ديوان ڳوٺ ۾ آباد ٿيل رحمت علي پاران پنجاب مان سنيالو جا قلم آڻي هنيل هاڻ وڏي وڻ ٿي چڪا آهن) هاڻ هر هفتي به ٽي ضرورتمند ماڻهو سنيالو

جو پچائيندي پچائيندي، مون وٽ اچي پن ۽ ٽاريون ڪنيو وڃن پر افسوس جو ڪوبہ لڳائڻ لاءِ قلم نٿو گهري.

افسوس جو ايڏي اهم ۽ قيمتي وڻ جو بہ اسان قدر نہ ڪيو ۽ هيءَ وڻ بہ هاڻ ذري گهٽ سنڌ مان موڪلائڻ تي آهي. جيستائين حڪومت ۽ ٻيا ادارا سجاڳ ٿين ۽ حرڪت ۾ اچي سنيالو ڪي سنيالين اچو تہ پاڻ ئي هن جا ڪجهہ قلم، پنهنجي ڪنهن وڇڙي ويل پياري جي نالي ڪري، پرسان وهندڙ ڪنهن شاخ، واٽر يا گهر ۽ زمين ۾ لڳائي ان جي حفاظت ڪري، ان کي وڏائي وڻ ڪريون. جنهن سان نہ صرف سنيالو بچي پوندو بلڪ ننڍي وڏي مرض ۾ اهو ڪيترن ئي جانورن ۽ ماڻهن جي علاج جو ذريعو بہ ٿي پوندو. جنهن جو ثواب يقيناً اسان کان وڇڙي ويل انهن پيارن کي ٿيندو. سچي ڏينهن جي هڻ هٽان واري زندگيءَ مان ڪجهہ گهڙيون ڪڍي اسان هڪڙو ئي سهي، جي سنيالو لڳائي وٺون تہ ختم ٿيندڙ ان وڻ کي بچائڻ سان گڏ صدقہ جاريہ طور ثواب بہ ڪمائي سگهون ٿا. وس وارن کي بہ گذارش آهي تہ مهرباني ڪري ان کان اڳ جو سنيالو هليو وڃي،اچو تہ هن کي سنيالين. نرسرين ۾ هن جا قلم تيار ڪري، مناسب ماڻهن کي لڳائڻ لاءِ ڏيئي هن جي وجود کي وڃائجڻ کان بچايون.

روزاني ڪاوش اربع 05 مئي 2010ع

# ٻٻر: مختلف منڌن جي اچڻ ۽ وڃڻ جو احوال

نباتات جا ماهر دنيا ۾ ٻٻر جا ڇلي ڪيترائي قسم ڳڻائين، پاڪستان ۽ سنڌ ۾ ان جا ڇهه قسم ٻڌائين، اهي ڇلي ڪونيٽ ڪان ويندي ٻائڙ ڪي بہ ٻٻر جي فيملي ۾ شامل ڪن. پر سنڌ جي هارين توڙي ڌنارن وٽ ٻٻر، ڪنڊن جي لحاظ ڪان لاسڙ ۽ ڪنڊير (ڇن گهٽ ۽ ڪنڊا وڏيڪ) ۽ قد ۽ بناوت جي لحاظ ڪان ڏلياري ٻٻر، دنبو ٻٻر ۽ عام ٻٻر جي نالن ۽ قسمن سان سڃاتا وڃن ٿا.(ڪن علائقن ۾ اڇڪلهه ديوي ڪي بہ ٻٻر ۾ شمار ڪندي. ان ڪي انگريزي ٻٻر چيو وڃي ٿو. پر هتي ٻٻر مان مراد سنڌي اصلي ٻٻر آهي، نڪي ديوي)ٻٻر جنهن کي انگريزيءَ ۾ Acacia Arbi سڏبو آهي سو خاص خلق لاءِ ڇلي ديال ڪان ويندي ٿالهي جي ڪاٺي قيمتي ۽ ڪارآمد هجي، پر عام ماڻهو لاءِ ٻٻر وارا ڪم ڪا ٻي ڪاٺي نٿي ڪري سگهي. ٻياني ڪان وٺي، مال جي ڪِلي، ول ڪٽڻ لاءِ انگوڙا، ڏڳي گاڏين جا ڏيڊا، ارا، پانچاريون، نار جا پاٽيا، نار جي هرير، هلر جو رانگڙو ٿوٽي، لاٹُڻ، داسا، ملاحن لاءِ ٻيڙين جي مٿين تختي، ڪتن جي ايسن ۽ پاڳن، در درين جي چوڪن ۾ ٻٻر جي ڪاٺي عام جام استعمال ٿئي ٿي، جڏهن تہ ڪنهن دعوت يا استقبال لاءِ وڏي ميدان توڙي ڪري لاءِ جاءِ صاف ڪرڻ مهل بہ ٻٻر جو ڏينگهر ڪم اچي ٿو. ٻٻر جي ڪاٺي سُري ۽ ڇرٽي (جيت) جي پسنديده ڪاٺي آهي، اهي جيت ٻٻر جي ٿوٽين ڪان ويندي در درين ۽ پاڳن ڇويان ائين ڇوندا آهن، جو سڄي ڪاٺيءَ کي هنڌان هنڌان ڪايو چٽ ڪريو ڇڏين. ٻٻر جي

گهاٽي هجڻ ۽ ان ۾ وڏن ۽ وڏيڪ ڪنبن جي ڪري، ان جي ٽاري ۽ ڍينگهر لوڙهي لاءِ سڀ کان وڌيڪ بهتر آهي. ٻير جي ڪنبڙي جو شمار خطرناڪ قسم جي ڪنبڙي ۾ ٿئي ٿو جيڪو ماڻهو کي منڊو به ڪري سگهي ٿو ته سور به ڏئي سگهي ٿو انهن سيني ڳالهين باوجود ٻير جي ڪاٺي سيني ڪاٺين کان وڌيڪ ٻي پروسہ ڪاٺي آهي، اها ڦرندي ۽ چٻي ٿيندي دير ئي نہ ڪندي آهي، ان ڪري اڳي ٻير جي ڪاٺي وڍي ڇهہ مهينا يا سال پاڻيءَ ۾ وجهي ڇڏبي هئي، پوءِ ٻاهر ڪڍي ٻہ ٽي مهينا سڪائبي، ان بعد ڪاٺي کي سرو بہ ڪو نہ لڳندو هو ۽ پريو بہ ڪاٺي کو نہ کائيندو هو ۽ ڪاٺي ڦرندي بہ ڪا نہ هئي. ٻير پاڻي ۾ نہ، پر سڪ ۾ ڦرندو آهي. ٻير جي ڪاٺي ڦرڻ جي حوالي سان اها چوڻي مشهور آهي تہ: **"ٻير چواڻي تہ جي مون کي ڪلهي تي کڻي وينڌڙ جي اڳي ڏاڙهي جو خيال نہ هجي تہ جيڪر ڪلهي تي ئي ڦري وڃان"**. ان مان اندازو ڪريو تہ هي ڪاٺي ڪيترو جلد ڦري سگهي ٿي.

اهي سڀ ڳالهيون ۽ خاصيتون پنهنجيءَ جاءِ تي، پر ڳوٺاڻي زندگيءَ ۾ ٻير اڄ بہ بهار جي آمد جو اعلان ڪندڙ ۽ پوکيءَ جي لحاظ کان مختلف مندن جي اچڻ ۽ وڃڻ جا اهڃاڻ ٻڌائيندڙن ۾ اهم سمجهيو وڃي ٿو. ٻيرن ۾ پلڙي جي ليڙ لڳڻ (شروعاتي ننڍو پلڙو) جتي سياري وڃڻ ۽ بهار جي آمد جو اعلان هجي ٿو اتي ليڙ جي گهٽ يا وڌ لڳڻ جو مطلب برسات جي گهٽ يا وڌ پوڻ جي معنائن ۾ بہ ورتو وڃي ٿو. جي ليڙ وڌيڪ لڳي ۽ ٻيرن ۾ سمر وڌيڪ هوندو تہ هاري ناري پيا خوش ٿيندا تہ هن ڀيري برسات ججهي آهي. ٻير جي ليڙ سان گڏ ڪرڙن ۾ بہ ايتري تہ پسي لڳندي هئي، جو سڄو ملڪ اجرڪ اوڍيل پيو لڳندو هو. پر هاڻ تہ ڪرڙ بہ ڪٿي ڪٿي ڪو نظر اچي تہ اچي، باقي ٿيو خير! ليڙ

مان پلڙي ۾ رس پرجڻ، هارين نارين لاءِ جوئر، منگ ۽ گوار پوکڻ جي موسم اچڻ جو اهڃاڻ هجي ٿو تہ ساڳي وقت راتين جو پونڌڙسيءَ جي خاتمي جو بہ اعلان هوندو آهي، ان بعد ٻير جي پنن جو ڇڻڻ بهار اچڻ جي باقائدي اعلان برابر هوندو آهي، ان بعد ڪٽڪن ۾ پونڌڙ لاٻارو وري بهار ويڄڻ، گرمي جي شروعات، جهولن ۾ لڪن لڳڻ جي ابتدا هوندي آهي، ان بعد جڏهن پلڙن سان گڏ سنگر ۽ ٻير جو ڇاٽو شروع ٿئي ۽ ڪرڙ پڪا جهلي تہ اها گرمي اچڻ سان گڏ ووئڻ ڪاهڻ جي ڀرپور موسم هوندي آهي، جي پلڙا ڇٽي ويا تہ معنيٰ ووئڻ پاڇاتا ٿي ويا. پلڙن جو صفا ڇٽي ويڄڻ، وري سانوڻ جي شروعات ٿيڻ جي اڳڪٿي هوندو آهي تہ ساڳي وقت اڳي هُرلي جي ڦيري جو بہ ٽائيم هوندو هو هيءَ ان وقت جي ڳالهہ آهي، جڏهن پاڻي ڇهہ ماهي ايندو هو. پلڙن ڇڻڻ ۽ جهولي لڳڻ جو وقت ووئڻ جو وقت ختم ٿيڻ ۽ ٻاجهري پوکڻ جي مند شروع ٿيڻ جي معنائن ۾ ورتو ويندو هو. اهو ئي وڻت تترن ۽ ڳيرن جي ٻچا ڪرڻ جو بہ هوندو آهي، اهي ٻئي پکي سانوڻ ويڄڻ وقت بہ ٻچا ڪندا آهن، خفتين مطابق سانوٽيءَ ۾ پلڙي ڇڻڻ واري وقت تترن ۽ ڳيرن جي شڪار تي بہ بندش هجڻ گهرجي تہ جيئن انهن جو نسل وڌي سگهي. جهولي لڳڻ جو هر شيءِ تي اثر پوندو آهي، زمين بہ متاثر ٿيڻ کان بچي نہ سگهندي آهي. جيڪا ٻني بہ ڏينهن ريج جهلي ويندي هجي، سا ڏينهن بہ مس ڪيندي آهي ۽ سڪي وَٽ ڪائي ويندي آهي.

پلڙو جتي مختلف مرحلن تي موسم ۽ مندن جي شدت بابت آگاهہ ڪندو آهي، اتي اهو ٻڪرين، رڍن، ڍڳين ۽ اٺن وغيره لاءِ چاري جو ڪم بہ ڏيندو آهي تہ نوريئڙو بہ ان کي کائي، (پاڳيا پلڙا سڪائي بہ رکندا آهن). ٻيرن پاران ٻور ۽ گل ڇڻڻ اصل ۾ ڪٽڪون ڪاهڻ ۽ ٻج

گڏڻ جي موسم هوندي آهي، ان ئي وقت ٻاجهري لٿبي آهي، تہ پاها بہ لهي ويندا آهن. اهو وقت رات جو سيءُ پوڻ جو هوندو آهي، جنهن مان ٻاجهرين جي ڪرن تي سٽل، وڏيڪ متاثر ٿيندا آهن. پلڙي ڇٽڻ بعد ٻير جي ٿاري زهر ٿي پوندي آهي، جيستائين وري سردي پوي، سردي ۾ ٿاري مال لاءِ خصوصن ٻڪرين لاءِ ٽانڪ جو ڪم ڏيندي آهي. سانوڻ ۾ ٻير جي ٿاري ڪائڻ سان مال جي پيٽ ۾ سور، دست ۽ مروڙ ٿي پوندا آهن، ٿاري سياري شروع ٿيڻ کان ختم ٿيڻ تائين، ويندي پلڙي ڇٽڻ تائين مال کي ڪارائي سگهجي ٿي. وونٽڻ جي پيلاڙي ويل جڏهن ٻيو گاهہ بہ ختم ٿي ويندو آهي، ان وقت واهن، روڊن، رستن جي ڪنارن سان بيٺل ٻير ٻاڳين جي اک ۾ هوندا آهن. جيڪي آهستي آهستي ٺوڙها ٿيندا ويندا آهن. انهن ڳالهين کان هٽي ڪري بہ هارين توڙي ٻاڳين ۽ حڪيمن وٽ ٻير جا ٻيا بہ ڪيترائي استعمال آهن. سگهڙ ڀلي ”ٻيرن کان ٻير گهرڻ“ واري چوٽي چون، پر ٻير ٻيرن کان بہ گهڻو ڪجهہ وڌيڪ ڏئي ٿو. هارين لاءِ ٻير زمين مان سيڪ ڇڪڻ جو ڪم ڪندڙ هجي ٿو. هڙيون توڙي ٻير جا گهاٽا وڻ فصل کي تيز هوائن ۽ جهولن کان بچائين ٿا، تہ فصل کي گرمي سردي توڙي لُڪن کان بہ بچائين ٿا. نالي واري آبادگار چاچي علي محمد خاصخيلي جي بقول تہ ٻير زمين کي ٺاهڻ جي بہ ڪم اچي ٿو هيءَ اتي ٿيندو آهي، جتي جر مٺو هجي ۽ زمين صفا زهريلي نہ هجي. ٻيرن مان زمين جي سڃاڻپ بہ ٿئي ٿي، زور آور زمين وارو ٻير ٻئي سال ئي پلڙو ڪٽي وجي ٿو جي زمين ڍلي آ تہ ٻير پلڙو بہ ان حساب سان دير سان ڪٽي ٿو عمومن لاسڙ ٻير سٺي زمين ۾ جڏهن تہ ڪنڊي ٻير ڪلراٺي توڙي هر قسم جي زمين ۾ ٿيو پوي،

ٻير جي ڇوڏن، ڪنئور توڙي لاک جا بہ ڪيترائي استعمال آهن.

قديم زماني کان مينگهواڙن ۽ موچين پاران چمڙو رنگڻ کان ويندي اڄوڪي جديد دور ۾ نرو ناهڻ تائين ۽ ڪيترن ئي بيمارين ۾ ٻٻر جو ڇوڏو ڪم اچي ٿو ته ڪنئور ۽ لاک ڪاٺ کي رنگڻ لاءِ نهندڙ رنگ ۾ ورهين کان ڪم ايندي رهي آهي. ٻٻرن مان جانورن ۽ انسانن کان علاوه پکي پکڻ به فائدو وٺندا رهن ٿا. ڳيري جهڙو ٻولو يالو پکي ته آکيرو گهڻو ٽڪو ناهيندو ئي ٻٻرن ۾ آهي، جو ٻٻر جا ڪنڊا هن جي حفاظت جو باعث بڻبا آهن، ان کان علاوه سرڻ، ڳجهه، ڪانوَ ۽ ڳڀر به ٻٻرن ۾ رهڻ کي ترجيح ڏيندا آهن. ٻٻر جي ڇانوَ سياري ۾ گرم ۽ آرهڙ ۾ ٿڌي هجڻ ڪري عام طور تي ڍور کان انسانن تائين سڀ ٻٻر جو پاسو وٺندا آهن. افسوس جو ٻٻر جي ڇانو مان جتي هر ڪو فائدو وٺي ٿو ته ٻٻرن مان ٻير نه صحيح ٻيا فائدا ۽ مزا ماڻي ٿو پر ان کي بچائڻ ۽ وڌائڻ ۾ پنهنجي حصي جو هٿ، هر ڪو مڙئي گهٽ ٿو وجهي.

روزاني ڪاوش، 17 مارچ 2010ع

# سنڌ جي سرڪاري وڻ نم جون
# لوڪ ڏاهپ جي لحاظ سان خاصيتون

سنڌ ۾ عام چوڻي آهي ته، **نم جون ڇائون، مائرن جون دعائون.** ڪي وري ان ۾ پنهنجي پسند مطابق ترميم ڪندي، **سيدن جون دعائون يا پيرن جون دعائون، نم جون ڇائون** به چوندا آهن. اهو نم تازو سرڪار جي نوٽيفيڪيشن مطابق سنڌ جو قومي يا سرڪاري وڻ قرار ڏنو ويو آهي. انگريزيءَ ۾ Neem Tree سڏجندڙ نم نه صرف پاڪستان ۽ سنڌ ۾ بلڪ دنيا جي ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ به ملي ٿو. ان جي اصل وطن لاءِ جي نيٽ سان رابطو ڪبو ته پاڪستان، انڊيا، بنگلاديش، سريلنڪا، ملائشيا ۽ اولهه آفريڪا جهڙا ملڪ ملندا. ان لحاظ سان نم کي سنڌ جو سنڌالن ۽ دراوڙا لوڪن وانگر اصلوڪو مقامي وڻ چئي سگهجي ٿو. هي وڻ گهڻو ڪري خشڪي وارن علائقن ۾ ٿئي ٿو ان ڪري سنڌ جي ڏاکڻي ٿر واري علائقي ۾ وڌيڪ ملي ٿو. ملي ته هيءَ جابلو علائقن ۾ به ٿو پر جي اهي جبل ڪڇا ۽ پرندڙ جبل هجن ته ان کان علاوه هي ميداني علائقن ۾ ۽ واهن جي ڪنارن سان به ٿئي ٿو ته جتي جر ڪارو ۽ هيٺ هجي ٿو اتي هو ملي ٿو. پر هاڻ وڌندڙ سم ۽ سيڪ هن کي سنڌ جي ميداني علائقن تائين محدود ڪري ڇڏيو آهي.

سنڌ جي قومي قرار ڏنل نم جي خاصيتن کي لوڪ ڏاهپ جي عينڪ پائي ڳولبو ته اهي گهڻي ڀاڱي مقامي علاج ۽ حڪمت جي حوالي سان ته ملنديون ئي ملنديون پر ان کان علاوه هي ڇانو، موسمن

جي منجهڻ، پکين پاران آنا ڇڏڻ، فصل پوکڻ جي لوڪ ڏاهپ، نالي رکڻ، خوشبو ڏنڊڻ، مذهبي اهميت، ڪاٺي، مال جي چاري ۽ پکين جي فروٽ طور ڪم ايندي به نظر ايندو.

**نم جا قسم:** سنڌ ۾ مقامي ڄاڻو ماڻهن مطابق نم جا وڻ ٻن قسمن جا ٿين. هڪ ڇُهچ سائي ۽ ٻي ٿوري هلڪي سائي. ڇهچ سائي نم جي ڪاٺي وڏيڪ پڪي، وزني، ٿلهي ۽ وڏي ٿئي. جڏهن ته هلڪي سائي نم وزن ۾ پوري، پر پن وڏيڪ هجڻ ڪري ڇانو ۾ وڏيڪ ٿيڻ کان علاوه ڇهچ کان تيار به جلد ٿيندي آهي. ان کان علاوه انهن جي ٻور جو رنگ به الڳ الڳ صفا اڇو ۽ پيلاڻ مائل اڇو ٿئي ته پنن ۾ به فرق ٿيندو آهي.

- **ڇانو:** نم جي ڇانو گهاٽي ۽ ٿڌي ٿئي ٿي پر جي ڪو هر ويرو نم جي ڇانو جو ٻين وڻ جي ڇانو سان مقابلو ڪرائڻ تي صفا سندرو ٻڌي ٻيهي ته پوءِ ٻڙ ٽالهي ۽ سرنهن جي ڇانو کي مقابلي ۾ لاهي سگهجي ٿو. انهي مقابلي ۾ نم کي شايد سوڀ نصيب نه ٿئي ۽ مقابلو ٻڙ ٽالهي ۽ سرنهن (ترتيبوار) کٽي وڃن. جڏهن ته ٻير جي ڇانو به سٺي ٿئي ٿي پر ڇاٽي وقت "ڪُتڙي" ڪرڻ سبب ٻير مار کايو وڃي. ڇانو ته ٻير ۽ سرنهن جي به سٺي ٿئي پر جيڪڏهن ڪو رات جو انهن هيٺ وهنجي يا لسي پي ستو ته معنيٰ بخار کي نياپو ڏئي گهرايس. پر نم هيٺ يا ڇانو ۾ ائين ڪونه ٿو ٿئي. پليّ محترمه ايلسا قاضي کي نم جي ڇانو متاثر ڪري ۽ هوءَ Neem Tree جهڙو زبردست نظم لکي ۽ مائي ڀاڳي پلي کٽي "ڪڙي نيم ڪي نيچي" ڳائي محبوب کي متوجهه ڪري پر ڳالهه جڏهن مقابلي تي ايندي ته پوءِ ڳري ٿي پوندي

**ڪاٺي:** نم جي ڪاٺي پڪي ۽ ڪڙي ڪاٺيءَ طور مشهور

آهي. هن ڪي سرو نہ لڳڻ ڪري هيءَ درين، دروازن، چوڳاٺ، ڇت جي پٽين ۽ داسن طور بہ ڪم ايندي آهي. نم مان ڪيترين ئي شين ٺهن ٿيون پر ڪٽن جا پاوا خصوصا نم جا ئي ٺاهبا آهن. ڇو جو انهن ڪي سرو نہ لڳندو آهي. هيءَ ڪاٺي نہ ڦُٽڻ سبب اصل عمر ڇٽي. ڪاٺي انب ۽ ٻڙ جي بہ پلي ٿئي پر اها گهٽ آهي. هاڻ توهان پلي پرائمري وارو نظم "اڪ جي ڪاٺي، نم جا پاوا" جهونگاريو ۽ ماضيءَ ڪي ساريو. پر نم جي ڪاٺي مان ڪٽ جون ٻانهيون / ايسون ۽ اوپرا اصل ڪونہ ٺاهبا آهن، ڇو جو اهي وزن تي جلد پچيو پون.

**واڌ ويجهہ**: واڌ ويجهہ جي لحاظ کان هي سنو آهي. ٽن ڇئن سالن ۾ ٻوٽو وڏيو وڻ ٿيو پوي، پر ٻہ ٻن سالن ۾ ئي پلڙا جهليو نم کان بہ وکون اڳتي آهي.

**ٻور جي خوشبوءِ**: نم جي هڪ خاصيت سندس ٻور جي خوشبوءِ بہ آهي. جنهن ڪي الائي ڇو هميشہ جتي ڪٽي نظر انداز ڪيو ويندو آهي. سريلو راڳي محمد شفيع لغاري ان ڏانهن ڏيان ڇڪائيندي چوي ٿو تہ نم جي خوشبو جو مزو ئي پنهنجو آهي. ماٺهو پلي سرنهن، رات جي راڻي، گلاب ۽ موتئي جي ڳالهہ ڪن پر نم جي ٻور جي خوشبوءِ ايڪڙ ۾ پئي ايندي آهي. هجي ڪنهن ٻي ۾ ايتري خوشبو تہ ڳالهہ ڪٽي ڪولي، ڇتي ڪري

**ڏنڊڻ ڏين**: نم عام طور تي ڏنڊڻ ڏيڻ لاءِ بہ ڪتب ايندو آهي پر اتي وري ڪهڙ، نم جون مارڪون ماريو وچي ۽ مقابلو ڪٽيو وچي، جو مسلمانن لاءِ ڪهڙ جو ڏنڊڻ ثواب بہ آهي تہ سنت بہ. هندو وري "ايڪاٽو گورا" ورت رکڻ مهل نم جو ڏنڊڻ ڏين.

**مال جو چارو:** نم جو هڪ پيو ڪارج مال جي چاري وارو به آهي. هن کي ٻڪري کائيندي آهي پر ٻڪ ۾ ڪڏهن ميڻهن به چڪ وجهيو ڇڏي، انهيءَ مقابلي ۾ ٻيهر نم کي نٿو ميجي. جو اهو ٻڪريءَ جي نه صرف خوراڪ آهي بلڪ سياري ۾ لازمي ۽ ظاهري پٽ وانگر به آهي.

**پڪي پڪڻ جو فروٽ:** نم جو فروٽ نموريون، جتي ڪيترن ئي علاجن ۾ ڪم اچن ٿيون اتي قدرت طرفان پڪي پڪڻ لاءِ ساليانو ۽ سستو فروٽ بڻجي به سامهون اچن ٿيون. اهڙو فروٽ جنهن تي نڪو جهار اڏاڻي پوي، نه ئي ڪو زهريلو ڦوهارو ڪري. نمورين کي طوطا، ڪوئل، ڪٻر، ڪانو بلبل، جهرڪي ۽ هيڙا شوق سان کائين ته ڪتي ڪتي ٻار به چکي منهن جو ذائقو بدلائين. نمورين جي مقابلي ۾ وري پيرون اچي پهچندا آهن ۽ پکين سان گڏ مال ۽ ماڻهن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ سبب پير پختا ڪيو نمورين جو مقابلو ڪندا آهن.

**مقامي لوڪ ڏاهپ ۽ علاج:** ڳالهه جڏهن مقامي ۽ لوڪ ڏاهپ وارن علاجن جي نڪرندي ته نم ڪنڌ مٿي ڪري بيهندو. پر اتي به نياڱو اڪ اچي سينو ساهيندو اٿس. سالن ۽ صدين کان نم مان وڌ ۾ وڌ ڪم، مقامي علاج وارو ئي ورتو ويندو آهي. مزي جي ڳالهه ته سريلنڪا کان سنڌ ۽ عربستان کان اچڙي ٿر تائين نم ٿوري گهٽي فرق سان هڪجهڙن نالن سان سڏيو ۽ سڃاتو وڃي ٿو پر اولهه آفريڪا ۾ هن کي murubani چون جنهن جو مطلب آهي 40 جو وڻ. معنيٰ ته هي چاليهن بيمارين تي پوي ٿو. جتي هي ڪيترين ئي ايلوپيٿڪ، هوميوپيٿڪ ۽ حڪمت جي دوائن ۾ استعمال ٿئي، اتي بام، صابڻ، شيمپو، ڪريم، ٽوٿ پيسٽ ۽ پيسٽيسائڊ ۾ به استعمال ٿئي ٿو. جي

سنڌ جا حڪيم سچا ٿين ته اسان اولهه آفريڪا جي مقابلي ۾ نم مان چاليهه کان وڌيڪ بيمارين جو علاج ڪري سگهون ٿا.

**مقامي حڪمت يا لوڪ ڏاهپ مطابق نم مان علاج:** اڄ به سنڌ ۾ ڪيترن ئي بيمارين جا علاج نم مان ڪيا وڃن ٿا. جن مان ڪجهه مثال طور پيش ڪجن ٿا. تپ يا خارش ۾ اوباريل نم جي پنن واري پاڻيءَ سان وهنجڻ. سائي ۾ ٻور (نيپوجهر) ڏنڊي ڪونڊي سان گهوٽي، ڦوٽا ۽ مصري وجهي پيئڻ. هڪ هفتو ٻور پيئڻ سان ڪڏهن به خارش يا ڦٽ ڦرڙي جو نه ٿيڻ. نم جي ڇوڏن اندر ڳر، رات جو پسائي پيئڻ سان ملي ۽ منهن پچڻ جو علاج ڪرڻ - نم جو ڇوڏو لاهي، ٿڙ ۾ سرمو رکي مٿان ڇوڏو واپس ٻڌي، چاليهه ڏينهن رکيل سرمو پائڻ سان اکين جي خارش ۽ ڏنڊ ختم ٿيڻ.( ڦلي واري ماٺهو يا جانور وغيره جي اک ۾ وري سرنهن ۾ ساڳئي نموني رکيل سرمو وجهبو آهي) ڦٽ ڦرڙي تي نم جا پن لپري ڪري ٻڌڻ - عورتن پاران نم جا پن يا گونچ، وار ڇڻڻ کان بچڻ، وار وڏا ڪرڻ، خشڪي ۽ جون ختم ڪرڻ لاءِ استعمال ڪرڻ - نمورين ڪٽي، پاڻيءَ ۾ ملائي وارن ۾ وجهڻ سان جون ختم ٿيڻ - ڇوڪرين پاران ڪن ۽ نڪ ٽوپائڻ بعد زخم کي پچڻ کان بچائڻ لاءِ ان ۾ نم جي ڪاٺي (ڪرڙ جي ٻا) جو استعمال ڪرڻ جنهن کي پپ به سڏبو آهي. ڪٽڪ، ڪتابن ۽ ڪپڙن کي ڪيڙي لڳڻ کان بچائڻ لاءِ انهن ۾ نم جا پن رکڻ - (نم مان پيسٽ ڪنٽرول واري ڪم ڪيڻ جو باقائده سلسلو پلي 29_1928 کان هندستان جي آر اين چوپڙا ۽ ايم اي حسين جي ڪاتي ۾ وڏو وڃي پر سنڌ ۾ هيءَ سلسلو گهڻو پراڻو آهي.) نمورين جي گوري جا ڏهه ٻارهن داڻا نيراني پاڻيءَ سان کائڻ

سان ناخن يا ننهن جو نہ پچڻ - وڻن ۾ ميوي وقت پن اوپاري پاڙ ۾ وجهڻ سان ڪيڙي جو مرڻ وغيره شامل آهن. رسوّل جيڪا نم جي پنن مان ٺهي (نم جي پنن کي پاڻيءَ ۾ ڪاڙهڻ بعد، بچيل گهاٽي محلول کي ڇاڻي، هڪ دفعو ٻيهر ڪاڙهڻ بعد بچيل گهاٽي، جمي ويل محلول کي رسول سڏبو آهي) سا بواسير، شوگر ۽ انرا جو علاج پڻ آهي تہ ساڳئي وقت رسول کي خون صاف ڪرڻ لاءِ بہ استعمال ڪبو آهي. نم جي ڪچ ڪرڻ واري وقت، پن پٽي، ٽانو ۾ پاڻيءَ سان گڏ باهہ تي اوپاري، ان مٿان ڪنهن ڪپڙي ۾ ٻڌي ٻاڦ تي سيڪيل پڳڙا ڪتي، ڪک ناهي صبح جو بہ ڪک ڪائڻ سان شوگر ختم ٿيڻ وغيره شامل آهن.

**نم جي ماکي:** نم جي ماکيءَ ٻي ماکي کان افضل ۽ اعليٰ ليکي وڃي ٿي. هيءَ اڌرنگ ۽ ڪنگهہ جو بهترين علاج آهي. هن ماکيءَ ۾ شگر نہ هجڻ ڪري ان کي شگر وارا بہ استعمال ڪري سگهن ٿا. نم جي ماکيءَ جو ذائقو ڪجهہ بدليل هجي ٿو. اها ماکي اک ۾ ڏنڊ، ڇاري يا ڦت ڦرڙي لاءِ بہ سرايون آزمايل علاج آهي.

**نم موسمون مٽجڻ جو اهڃاڻ:** نم تي موجود لٽريچر ۾ خبر ناهي ڇو موسمون مٽجڻ واري اهڃاڻ ۽ خاصيت واري پاسي مڙئي گهٽ ڌيان ڏنو ويو آهي. سنڌ ۾ نم مان ٻيا فائدا حاصل ڪرڻ کان علاوه ان مان موسمون مٽجڻ جو اندازو بہ لڳائبو آهي. مثال طور جڏهن نم پن پيلا ڪري، ڇاڻي تہ اها سياري جي پڇاڙي، بهار جي آمد ۽ چيٽ اچڻ جو اعلان هوندو آهي. پن ڇاڻڻ بعد نوان گونچ ڪڍڻ بهار جي ڦونهڙي ۽ چيٽ پوکڻ جي وڄايل بگل برابر هوندو آهي. ڪچ ڪري ٻور ڪڍڻ، چيٽ نئون ٿيڻ جو اعلان هوندو آهي. جنهن دوران ڪٽڪ، چٽا، مٽر ۽ گاهہ وغيره پوکبا آهن.

نموري ڪچي ٿيڻ وارو وقت سانوڻ شروع ٿيڻ ۽ ڪوئل ٻولڻ وارو وقت هوندو آهي. ان دوران ڪٽڪن ۾ لاٻارا پئجي ويندا آهن ۽ سانوڻ وارا سڀ فصل ڦُٽيون، ساريون، تر ۽ گوار وغيره پوکجي چڪا هوندا آهن. جڏهن ته نموريون پچي چٽڻ واري وقت ڦٽيءَ ڏينن تي هوندي آهي ۽ تِر ڦري ڪٽي چڪا هوندا آهن. نمورين چٽي بس ڪئي ته جڻ سانوڻ جي منڊ به بس ڪئي. پوءِ ان دوران بادل وسن نه وسن پر نم ڳوڙهن وانگر نموريون پيو هيٺ ڪيرائيندو آهي. سانوڻ بعد جڏهن نموريون چٽي بس ڪنديون آهن ته اهو وقت وري نم انگورجڻ جو هوندو آهي. جيئن ته ڪيترائي پکي نموريون شوق سان کائيندا آهن. ان ڪري نم جو ٻج پکين جي وِٺين وسيلي، پري پري تائين پکڙجي ويندو آهي. ڪاش رڳو ان قدرتي طرح ڦُٽل ٻج کي ئي اسان سنڀالي وڏو وڻ ڪيون ته اهڙيون موسمي تبديلون ۽ گرميون ڏسڻيون نه پون. پر جنهن قوم کان پنهنجي قومي دولت نه سنڀالجي، ٻار ٻچا نه سنڀالجن، ڌرتي ۽ ٻولي نه سنڀالجي، ان کان نم ۽ ٻيا وڻ سنڀالڻ جي خواهش رکڻ ٻيرن کان ٻير گهرڻ برابر ئي ٿي سگهي ٿي.

**نم جي نشانين وسيلي پکين جي آنن ۽ ٻچن جي موسم جي سڃاڻپ:** سنڌ ۾ نم سان نه صرف موسمون ماپيون ۽ جاچيون آهن پر ڪي خِفتي پڻ پيلا ٿيڻ کان نموريون چٽڻ تائين جي مرحلن کي پکين جي آنن ۽ ٻچن جي موسمن جي حوالي سان به سنڀاليندا آهن. مثال طور نم ٻاران پڻ پيلا ڪري ڇاٽڻ تئر ۽ ڪڪڙ جي آنن لاهڻ جو وقت هوندو آهي. جڏهن ته گونچ ڪڍڻ وارو وقت آنن مان ٻچا ڦٽڻ وارو وقت سنڀالبو آهي. جنهن کي چيٽ وارو ٿُور سڏبو آهي. ڪچ ڪرڻ ۽ ٻور لڳڻ وقت اهي پکي وري ٻي تور جي، تيارين ۾ هوندا آهن، جنهن کي سانوڻ وارو تور

سڏبو آھي. خفتين جي بقول تہ چيٽ جي تور وارا ٻچا شايد لُڪ يا جھولي وغيره سبب اڪثر بيمار رھندا آھن ۽ گھڻو وقت جي نہ سگھندا آھن. نموريون ڪچيون تيڻ وارو وقت وري طوطن جي ٻچن جو ھوندو آھي. نموريون پڪيون تيڻ مھل ڪانو، ڪوئل ۽ ڪٻر جي ٻچن جو وقت ھوندو آھي. نموريون ڇاٽڻ وارو وقت ڪانو پاران ٻچا اُڏائڻ وارو وقت ھوندو آھي.

**در تي نم جا پن ٽنگڻ:** سنڌ ۾ پُٽ ڄمڻ، گھر ۾ شادي ٿيڻ، ھندن وٽ ست سنگ يا ڪنھن وڏي ڏينھن تي گھر يا مندر جي در تي نم جا پن ٻڌبا آھن. ٻھرين محرم کان ڏھين محرم تائين عام طور تي علم پاڪ جي مھارن ۾ بہ نم جا پن ٻڌبا آھن.( ان جو سبب ۽ پسمنظر ڪو مھربان ٻڌائيندو تہ مھرباني ٿيندي) جتني انڊيا ۾ آندرا پرديش ۽ تامل ناڊو ۾ لڳندڙ Amman واري ميلي دوران نم جي پاڻي ۽ پنن جو استعمال ٿئي ٿو اتي مھاراج ڪشنچند جي بقول تہ سياري نڪرڻ بعد چيٽ جي چنڊ ڏسڻ جي ٻي ڏينھن، ھندو مذھب ۾ عورتن پاران "ايڪاٽو گوار" جو ورت/روزو رکيو ويندو آھي. اھو ورت رکندڙ لاءِ لازمي آھي تہ ھو چوٽيھن عورتن سان گڏ چار مرد جن ۾ ڏير، جيٺ جي پٽ، ھڪ نياڻي ۽ ھڪ ڀاءُ کي بہ اھو ورت رکرائي. جيڪڏھن اھي رشتا پنھنجا ميسر نہ ھجن تہ سئوٽن، ماساتن سان بہ ڪم ھلائبو آھي. ورت رکندڙ عورت سيني ورت رکندڙن کي اڳواٽ، سندن گھر وڃي نم جو ڏندڻ ڏئي ايندي آھي جيڪو ورت رکڻ مھل لازمي ڏبو آھي. چئبو آھي تہ اھو ورت رکڻ سان مرتيو سولو ٿيندو ۽ جيون سنو گذرندو ۽ ماڻھو سرڳ ۾ ويندو.

**نم جو نالي طور استعمال:** اڳي نالا گھڻو ڪري وڻن، گلن، ٻوٽن، ميوي يا صفتن وغيره جي حساب سان رکيا ويندا ھئا. وڻن

وارا نالا رکڻ مهل، ان وڻ جي صفت ڏسبي هئي. مثال ڪنڊو يا ڪرڙ نالو رکڻ وڏي عمر جي خواهش يا دعا هجي ٿي تہ انب ۽ صوف وري مناس جي نشاني ۽ خواهش. ساڳئي نموني نم ڪي جيئن تہ سُرو وغيره نٿو لڳي ان ڪري نم نالي رکڻ جو مطلب ہار ڪي بيمارين ۽ مصيبتن کان بچائڻ واري خواهش ۽ دعا جو هوندو آهي.

شايد نم جي انهن سيني خاصيتن ۽ خصوصيتن کي سامهون رکي ئي نم کي سنڌ جو سرڪاري ۽ قومي وڻ قرار ڏنو ويو آهي. پر جنهن نموني وڻن جي واڍي هلي رهي آهي ۽ اسلام ڪوٽ جي اڳوٽي چيئرمين سيٺ نهال جهڙا نم پوکڻ ۽ انهن کي وڏائي وڻ ڪرڻ جهڙا باذوق جهان ڇڏي ويا آهن ان مان لڳي ٿو تہ ڪٿي ايئن نہ ٿئي جو ايندڙ نسلن کي، نم جو وڻ ڏيکارڻ لاءِ بہ نم جو وڻ ڳولڻو نہ پوي!

حوالا:

- عبدالرسول لاشاري، عمر 70 سال، ڳوٺ ڄامن لاشاري، تعلقو سانگهڙ.
- علي محمد خاصخيلي عمر 70 سال، وينل ڳوٺ جيا آباد، تعلقو سنجهورو
- خليل احمد لغاري، عمر 65 سال، ڳوٺ مولوي خير محمد احمداڻي، تعلقو سانگهڙ
- محمد شفيع لغاري، عمر 35 سال ، وينل ڳوٺ مولوي خير محمد احمداڻي تعلقو سانگهڙ
- مهراج ڪشنچند. عمر 60 سال، شهر سانگهڙ
- محمد جمن ملاح، عمر 70 سال، وينل ڳوٺ يوسف جي مياڻ، تعلقو سانگهڙ

روزاني ڪاوش اربع 21 اپريل 2010ع

# ماحولياتي لوڪ ڏاهپ ۽ انبن جا اسرار

جڏهن انب مارڪيٽ ۾ ايندا آهن تہ پڙين ۾ مال جا اگهہ ڪري پوندا آهن، پاڇين جو وڪرو گهٽجي ويندو آهي ۽ فروٽ جي طلب ۾ بہ ڪمي اچي ويندي آهي. ان مان انبن جي اهميت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. هي هڪ اهڙي قدرتي نعمت آهي جيڪا هڪ ئي وقت گوشت، پاڇين ۽ ميوي جي ڪمي پوري ڪري ٿي، شايد ٻئي ڪنهن ۾ ايتريون خوبيون هڪ ئي وقت گڏ هجڻ ممڪن نہ هجن. جهڙيءَ طرح انب جي ڪهاڻي انبڙين، شاخن ۽ پڪل انبن جي صورت ۾ اڳتي وڌي ٿي اهڙيءَ طرح ان جو استعمال وري چٽڻي، آچار، مربي ۽ پوءِ پڪل انب جا مرحلا طئہ ڪندو پڄاڻيءَ تي پهچي ٿو. انهن مرحلن جي مڪمل ٿيڻ جو وقت لوڪ ڏاهپ جي ماهرن وٽ مهينن جي مدي بجاءِ پکين جي اچڻ سان منسوب هجي ٿو. هونئن تہ انبن جو ٻوڪجڻ سياري ويڃڻ جي پهرين نشانين مان هڪ نشاني آهي، پر تلور پکيءَ جو اچڻ وري انبن جي ٻوڪجڻ جي وقت پرجي اچڻ جو ڏس ڏئي ٿو.

سال جي پڄاڻيءَ تي ماڪ گهٽ پوي، تڙڪو صحيح نہ ڪري، جهڙ نہ هجي، هوا اتر جي هجي تہ ٻور ۽ انب وڌيڪ ٿيڻ جا پڪا پختا پار سمجهيا آهن. پوءِ جي سال جي شروع ۾ ئي ڏکڻ لڳي پوي تہ انب ريئي جو ريپو ٿيڻ جي ڪابہ ڪمي نہ رهندي آهي. ٻور نڪرڻ کان پوءِ پهرين جي پندرنهن تائين بوندا باندي نہ ٿي (جنهن کي ڦگڻ جي روهي سڏبو آهي) باغ ۾ انبڙيون ٿيڻ تائين پاڻي بند هجي، جي پاڻي

اچي وڃي تہ وڻن جي ٽٽڻ کي سيڙهي (چُن) لڳائي سيڪو ڏنل هجي تہ باغائي پئسا ٻوهاري ۾ انبن جا شوقين انب کائي پيا گد گد ٿيندا آهن.

باغاين وٽ ٻور ٿيڻ بعد ماکي اچڻ کان پوءِ ڪاٽ ڪٽي جي اچڻ ۽ ٽُٽڻ کي ٽڪي سوراخ ڪرڻ جو مطلب انبڙيون ٿيڻ جو عمل شروع ٿي وڃڻ هجي ٿو. انبڙيون ٿيڻ ۾ ڪاٽ ڪٽي پاران گهرن جو مڪمل ٿيڻ جو مطلب طوطن جي اچڻ ۾ ٻچا ڪرڻ جي وقت اچي وڃڻ هوندو آهي. اهو ئي وقت لنڊي، گدو، ڪونياري نانگ پاران باغن ۾ اچي طوطن جي گهرن ۾ ديرو ڄمائي، انهن جا ٻچا کائڻ جو هوندو آهي. جنهن جو حساب وري مور کائڻ وٺندو آهي! ڪجهہ وقت کان پوءِ ئي سهي، ڪنهن ٻئي جاءِ تي ئي سهي، پرهر ظالم وانگر، ٻين جي ٻچن کي تنگ ڪرڻ ۾ انهن کان زندگي جو حَق کسڻ جوحساب ڪيس ڏيڻو ضرور پوندو آهي. سو بہ مور جهڙي بظاهر پر امن ۽ خوبصورت پکيءَ هٿان. پر شايد اهو ئي نظام حيات آهي! هر ڪو ٻئي جو شڪار آهي! ڪو ڪنهن جو تہ ڪو ڪنهن جو! ٻيو نہ تہ موت جو شڪار تہ هرڪو ئي ٿئي ٿو. انهيءَ عمل کي ماحولياتي ٻوليءَ ۾ وري فوڊ چين چئبو آهي. طوطا ٻن کان چئن تائين آنا ۽ ٻچا ڪندا آهن.

زيتون جيتري انبڙي ٿيڻ جو مطلب ڪوئل جي اچڻ جو وقت هجي ٿو. ڪوئل جي اچڻ جي معنيٰ تہ انبڙين ۾ اجان گٽلي/ڪڪڙي (ڏوڏي) ناهي ٿي. ڪوئل خاموشيءَ سان اچي ماحول جو جائزو وٺي ڪجهہ ڏينهن بعد ٻولڻ شروع ڪندي آهي. ڪوئل جو ٻولڻ هاري ناري، ٻاڳين کان ويندي نااهل ۽ ننڊ ۾ ستل آفيسر شاهي لاءِ برسات جي مند اچڻ اڳوات تياري ڪرڻ جو اعلان هوندو آهي پر ان اعلان تي گهٽ ئي

ڏيان ڏنو ويندو آهي. رڳو سليمان ابڙي جهڙا سماج سڌارڪ واڪا ڪري، ڪري نڙي سڪائيندا آهن پر ورندو سرندو مڙئي پورو سارو آهي. انبڙيءَ تي اچو پائوڊر نظر اچڻ ۽ رنگ بدلجڻ جو مطلب گٺلي/ ڏوڏي تي وڃڻ، چنڻي ۽ آچار جي مرحلي ۾ داخل ٿيڻ ته هجي ئي هجي ٿو پر اهو وقت باغن ۾ هيڙن جي حملي جي وقت اچڻ جو اهڃاڻ به هوندو آهي. اهو پائوڊر جڻ ته هيڙي جي باغن ۾ مهمانيءَ لاءِ هوندو آهي. جڏهن باغائي طوطي جي تڪيل انبڙي ڏسندا آهن ته ڪين انبڙين جي اڌ پڪل هجڻ جي پري ڪان ئي خبر پئجي ويندي آهي. پوءِ جڏهن بلبل بي حال ٿي اچي باغن ۾ بسترو وڇائي رهڻ لڳندي آهي ته ان جو مطلب شاخن جي تيار ٿيڻ جو هوندو آهي. بلبل بعد جڏهن ڪانو اچي ته اهو پڪي پختي پڪ هوندي آهي ته شاخ هاڻ تيار آهي. ان بعد وارو اچي ٿو وڏي پچ وارو متاهه پکيءَ جو جيڪو ڦڪاڻ مائل هوندو آهي. هي پکي شاخن جي پچڻ بعد اچي ٿو پر ان جو ٽارگيٽ شاخن سان گڏ ماکي کائڻ به هوندو آهي. اها ماکي جيڪا هاڻ رس سان ڀرپور هوندي آهي، جنهن کي باغائي ڀاڳ جي نشاني سمجهي ان کي اڏائڻ ڪان پاسو ڪندا آهن، ان کي هي پکي ڏاڍيءَ مهارت سان پچ سان اڏائي رس کائيندو آهي. هاڻ جتي انبن جا شوقين جوس مشينن جا نٽ بولٽ چڪيندا آهن، اتي پرائي مال تي مزا ماڻيندڙن جا هيراڪ انبن جي پيٽين ۽ انب پارٽين جي دعوت لاءِ در ۾ موبائل ۾ اک ۽ ڪن وجهي ويٺا هوندا آهن. اهو وقت جيئن ته باغاين لاءِ سيزن شروع ٿيڻ ۽ خرچ سجايو ٿيڻ جو هوندو آهي. اتي باغن ۾ طوطن، هيڙي، متاهه( ڏوئي) ڪانو بلبل، ڪوئل ۽ نوريئڙي جي ڀرپور ۽ گڏيل حملي جو به هوندو

آهي. ڪانگن کي اڏائڻ لاءِ تہ باغائي مختلف طريقن سان ٺڪاءُ ڪندا آهن پر هيڙي ۽ نوريئڙي کي ڀڄائڻ، سنڌ ۾ آيل ڌارين کي حڪومت ۽ قومپرست ڌرين پاران ڀڄائڻ جيترو مشڪل ۽ ناممڪن هوندو آهي. سنڌ حڪومت وانگر باغائي بہ هيڙن ۽ نوريئڙي اڳيان ڇڻ تہ هٿيار ڦٽا ڪري ميار ڪان بچڻ لاءِ هڪلون ٻيا ڪندا آهن.

انبڙيون ۽ انب پٽڻ دوران باغاين کي هڪ ٻي مشڪل کي بہ منهن ڏيڻو پوندو آهي. اها مشڪل آهي انبن ۽ انبڙين جي رس جي ڇنڊڻ جي. جنهن کان بچڻ لاءِ اڳوات جسم تي تيل بہ لڳائبو آهي تہ لڳل رس کي فورن پاڻي ۽ پڪ هٽي ڪپڙي سان صاف ڪبو آهي، پر ڪپڙي تي لڳل رس نہ لهي سگهندو آهي. جڏهن تہ جسم جي چمڙي تي لڳل رس چمڙي خراب ڪري ڇڏيندو آهي. خرابو تہ تڙ تڪڙ ۾، گرم گرم انب کائڻ سان بہ ٿيندو آهي تہ کير وغيره کائي مٿان انب کائڻ سان بہ ٿيندو آهي. ان کان بچڻ لاءِ هڪ تہ انب ٺڌا ڪري کائجن، ٻيو تہ انب کائي مٿان ڪچي لسي يا کير پيئجي. جي رات جو انب کائجن تہ سڀ کان بهتر آهي. چوڻي آهي تہ **" جي انب جي مٿان کير پيئبو تہ ٿبو ٿنڀ (ٿلهو متارو) پر جي کير پي انب کائبو تہ انب آهي ڏنڀ"** گرم ۽ وڏيڪ انب کائڻ سان جتي جلاب لڳن ٿا اتي آرايون ۽ داٿا بہ نڪرن ٿا. جن جي ديسي ۽ مقامي علاج طور متاثر ٿيل جاءِ تي ليمي جو رس، ميندي ۽ ميٿ لڳائبو آهي. انبڙيون کائڻ سان گلو ۽ اکيون بہ خراب ٿينديون آهن. گلي لاءِ لوڻ مليل پاڻي سان غرارا ڪبا آهن تہ اکين تي ٻڪريءَ جي کير جا ڀها رکبا آهن.

باغاين وٽ باغ جو وڏو تقدس هجي ٿو هو ميري مٽي باغ ۾

وچڻ کي پئداوار گهٽ ٿيڻ, وڻ جي ڪسي ٿي وچڻ ۾ سڪي وڃڻ جي برابر سمجهن ٿا. انبن هيٺيان ڪريل سڪل پنن وغيره کي ساڙي صفائي ڪرڻ لازمي آهي. جنهن سان صفائي سان گڏ دونهين ذريعي جيتن وغيره کي بہ اڏائبو آهي. ان کان علاوه باغن ۾ شام جو گگر جي واس ۾ اگر بتيون ٻارڻ کي بہ سٺا سئوڻ سمجهبو آهي. جنهن سان مهلو وغيره بہ گهٽ لڳندو آهي تہ جن پوت ۾ نانگ بہ نڪري ويندا آهن ۽ ٻور ڪوڙي ٿيڻ کان گهٽي پاڳي بچي ويندو آهي.

نڪر جڏهن انبن جو نڪرندو آهي تہ ڳالهہ پال تائين وڃي پهچندي آهي. اڳي ديسي انب هٿا ۾ پال گهٽو ڪري مٽن ۾ دلن ۾ وجهبو هو جنهن ۾ بصر، هگہ ننڍو گدرو رتن جوت، پنير، ڪافور وغيره وجهي مٽي سرنهن جا پن ڏيئي پوءِ مٽان ڊپ رکي دلي ۾ مٽ جو منهن ليپي سان بند ڪري ستن ڏينهن تائين ان کي اونڌو ڪري رکبو هو. پر پوءِ ولائتي ۾ قلمي جنسن پاڻ سان گڏ ڪاربيٽ واري پال وارو طريقو آندو جنهن سان پال تہ جلدي پڪو ٿي وڃي ٿو پر انبن جي اصل خوشبوءِ ختم ٿي وڃي ٿي، ذائقو بہ اهو نہ ٿو رهي ۽ انب گيس ۾ گرمائش بہ وڌيڪ ڪن ٿا.

باغن جو اصل ڪم مينگهواڙ برادري جو چيو وڃي ٿو. نڪتو مينگهواڙ، بابو مينگهواڙ، محمد سليم ڳاهو، فقير و پيل، ماستر پهلوان شيخ ان ڳالهہ جي تصديق ڪندي وڌيڪ ٻڌائن ٿا تہ ڪنهن وقت ميرپورخاص انبن جي حوالي سان مشهور هو پر اتي سمر وڏي وچڻ ڪري هاڻ مٽياري، ڪيبر، ٽنڊو الهيار، سانگهڙ ۽ جيمس آباد انبن ۾ وڌيڪ آهن. جڏهن تہ سانگهڙ جو انب ذائقي ۾ مٺاس ۾ سيني کي ماريو بيٺو آهي. دوست منظور ملاح سان گڏ جڏهن پرڪيو انور ۾ چتريو پيل

سان سنڌ ۾ عيسائين جي سڀ کان وڏي ڳوٺ "پادري ڳوٺ" ۾ مليس ته انهن ٻڌايو ته سڀ کان پهرين سرولي ۾ ديسي انب ڇهين جي پنجين کان پندرهين تائين تيار ٿي ويندا آهن. لنگڙو ۾ سنڌڙي به ان سان گڏ تيار ٿيو وڃن. چونسو ڇهين جي ويهين کان آخر تائين تيار ٿئي ٿو ۽ ان سان گڏ انور رٽول، واڱڻ پالي، ۾ سونارو به اچي وڃي ٿو. زردالو انب سال ۾ به ڀيرا لڳاتار ڦر ڏيندو آهي ۽ ڏهين مهيني تائين هلندو آهي. سڀ کان سٺو ۽ مهانگو انور رٽول هجي ٿو پر گهڻن ماڻهن جي پسند اهو انب ان ڪري ڪونهي جو باغاين جي بقول ته عام ماڻهوءَ کي انب جي سچاڻپ پوري ساري آهي، هن انب کي سردار انب به چئبو آهي. ڪوئل انور رٽول کي ئي پسند ڪندي آهي.

انب جيڪي ڪيترن ئي حوالن سان تمام گهڻن ماڻهن جي روزگار جو ذريعو به هجن ٿا انهن مان روزگار جي حوالي سان اوترو فائدو نه ٿو ورتو وڃي جيترو وٺڻ گهرجي. سرڪار جي سرپرستي ۾ پلاننگ رهي هڪڙي پاسي، پر مقامي سطح جو هڪ ننڍو مثال عرض ڪريان ته جڏهن هن ڪالم لاءِ نوجوان ليکڪ صادق خاصخيلي سان هڪ باغ ۾ پهتس ته ٺيڪيدار هڪ ايراني هو. جيڪو هر سال انبن جي موسم ۾ سنڌ ۾ باغن جا ٺيڪا کڻي روزگار ڪري واپس هليو ويندو آهي. پر اتي ئي مقامي سنڌي ماڻهو به آيل هئا جيڪي انبن جي خيرات لاءِ هٿ جهليو بيٺا هئا! سنڌي ماڻهن کي خيرات ۾ انب ڏيڻ لاءِ ايراني اڳواٽ ئي ٽڪيل ۽ سڙيل انب الڳ ڪري رکيا هئا. نه پڇو ته اهو منظر ڏسي اسان ٻنهي تي ڇا گذريو. انب ٺيڪي تي ڏيڻ مهل مالڪ ٺيڪيدار کان پئسن سان گڏ مقرر تعداد ۾ انب وٺڻ جي ڳالهه طئي ڪندو آهي جنهن

ڪي ڏالي چئبو آهي.

ليکڪ دوستن راجن مڱريي ۽ نسيم جي بلوچ بقول سنڌ جي ڳوٺن ۾ ٻار انبن جي ڏوڙي کي ڪر ۾ پوري پچائي کائيندا آهن. ڏوڙي مان ڏيڏر ٺاهي راند ڪندا آهن. ٻئي انب جي شادي ڪرائي ويندي آهي. انبڙي کي باهہ تي گرم ڪري ان جي ان مان نڪتل پاڻي کي، ڏينهن لڳل کي پيارڻو آهي. چٺڻي ڳڙ وجهي بہ ٺاهبي آهي.

جڏهن لڪون لڳڻ تي هجن، ماڪي اڏامي وڃي پاڻيءَ جو پاسو وٺي، ڪانوءِ ڪوئل اڏامي وڃن تہ اها انبن جي پچاڙي. بلڪ ختم ٿيڻ جا آخري آثار هوندا آهن. انب مرزا غالب کان وٺي علامہ اقبال تائين ڪيترن ئي باذوق ماڻهن جي ڪمزوري رهيا آهن. پر افسوس جو ايچ ايم خواجہ صاحب هليو ويو ،نہ تہ شوگر فري انب بہ جلدي مارڪيٽ ۾ موجود هجن ها. سو ڪامريڊ حسن عسڪري جهڙن شوگر وارن دوستن کان معذرت ڪندي، ڪاوش ۾ ڪالم پڙهي شڪارپور مان ملڻ لاءِ آيل سيف الله عباسي صاحب سان گڏ. ماسات ابوبڪر جا ٻوٽي مان آندل انب کائڻ شروع ٿو ڪيان ۽ جي توهان جي جيب اجازت ڏئي تہ ڪنهن ريڙهي جو رخ ڪري سگهو ٿا

روزاني ڪاوش خميس 11 جون 2009ع

# اڪ: موسمن جي مٽجڻ ۽ مال جي ڪير سڪائڻ ۽ وڏائڻ جو اطلاع ڪندڙ

پرائمري ڪتابن جي بيت جي سٽ "**اڪ جي ڪاٺي، نمر جا پاوا**" جو تہ الائي ڇا مطلب آهي پر، اڪ جو شمار تہ ٻوٽن ۾ ڪبو آهي پرائن نون فوٽن تائين قد ڪندڙهن ٻوٽي جي ڪاٺي مان ڪوٺ ٽوٽ ۾ وٽن واري ڪاٺي جا ڪم بہ وٺبا آهن. اڪ جي ڪاٺي زمين ۾ ڪاچي وجڻ سبب، ڇپر ۾ استعمال ڪبي آهي. سپ ڪان وڏيڪ ڪاري ۽ ڪڙي هن ٻوٽي ڪي وٽن ۽ ٻوٽن ۽ گاهن ۾ رڳو ٻڪري ئي ڪائي ٿي. اهو چوڻ غلط بہ ٿيندو تہ سپ ڪان وڏيڪ چوٽيون ۽ پهاڪا بہ اڪ جي باري ۾ ئي ملن ٿا. مثال طور: **اڪ تي الو هارڻ**= بي فائدو ڪم ڪرڻ. **اڪ تي ماکي هارڻ**= مورک کي سمجهائڻ. **اڪ پوکڻ**= ڪنهن سان صحيح نہ هلڻ. **اڪ جو ٻنڊ**= نازڪ ماڻهو. **اڪ جي ماکي**=تمام آسان ڪم. **اڪ جي ماکي سمجهڻ**= ڪنهن ڪم کي سولو سمجهڻ. **اڪ جي ماکي لاهڻ**= آسان ڪم ڪرڻ. **اڪ سان اک اگهڻ**= ڏسي وائسي نقصان جهڙو ڪم ڪرڻ. **اڪ ڪارا ڪرڻ**=(طنزاً) وڏي ڪاميابي حاصل ڪرڻ. **اڪ ڪرڻ**=زمين جو آبادي ڪان ڪرڻ. **اڪ وات ۾ اچڻ**=ڪاوڙ ۾ اچڻ. **اڪن تي الو هارڻ**=بي سود ڪم ڪرڻ. **اڪن تي پارو**=سختي سان تباهي. **اڪن تي پارو پوڻ**=سخت سي پوڻ. **اڪن جي واڙي ۾ ويهڻ**=هيٺو ٻڻجڻ. **اڪ سان ڪنهڻ**=نقصان جهڙا ڪم ڪرڻ. **اڪن**

**ڪان آمبا گهرڻ**=بخيل ۾ نفعي جي اميد رکڻ وغيره شامل آهن.

بقارجي جهوني محمد صالح ملاح جي بقول تہ پنجاھہ سال ڪن اڳ تائين اڪ جا ٻہ قسم ڏسبا هئا هڪ اڇو اڪ ٻيو سائو اڪ. اڇو اڪ گهٽو ڪري يوناني دوائن ۾ مختلف طريقن سان استعمال ٿيندو هو پر اهو اڇو اڪ اڻ لڀ ٿي ويو آهي. نازڪ نفيس ميداني توڙي وارياسن علائقن ۽ ڍنڍن جي ڪنارن تي ٿيندڙ اڪ کيترن ئي مقامي علاجن طور ڪم اچڻ کان علاوه مختلف حوالن سان موسمن جي مٽجڻ جو ڏس ڏيندڙ ۽ قدرتي ڪميونيڪيشن جو بہ ذريعو آهي. جتي هيءَ ٻوٽو سڙي، سخت سياري اچڻ ۽ مال ڀاران ڪير سڪائڻ جو اطلاع ڏيندو آهي. اتي سياري بعد ڦوڳ سان گڏ ڦلهارجڻ سان گڏ ڦوٽهڙو ڪري، مال ڀاران سيءَ سبب سڪايل ڪير وري وڌائڻ واري وقت اچڻ جون جڻ تہ واڌايون ڏيندو آهي. ڦوڳ مهيني اڳياڙي ۽ ماگهہ جي پڇاڙي وارو وقت ڪنبي ۽ ڪپڙ جي ٻور جهلڻ ۽ ڦوڳ ڦلهارجڻ جي وقت هجڻ سان گڏ ڪٽڪن ۾ لاباري جو وقت هوندو آهي.ان وقت لاءِ پيلن جو مشهور پهاڪو يا چوڻي آهي تہ:

" ڦوڳ ڦلهاريا، ماڇڪ (پيرون) موريا،

پيچ ڙي پيلڻ، گيهون گوريا." (ڪٽڪ پچي لڻڻ تي آ)

پوهہ مهيني ۾ اڪ سخت سيءَ پوڻ سبب پن سڪائيندو آهي. اڪ سان گڏ ديوي بہ سڙندي آهي تہ هيناهينءَ تي بيٺل ڪپڙ بہ سڪندا آهن. ان وقت لاءِ وڏڙا چوندا آهن تہ هاڙ ڪتي لڻي آهي ۽ ساڙ ڪيو اٿس. پوهہ ۾ هوئڻ تہ تقريبا تر جو گاھہ سڪندو آهي پر پٽ ۾ سڀ کان اڳ ڪرنيو ڪوري، ڳنديڙ، مانڌاٽو بکڙو سڪندا آهن. پٽ

۾ گاهہ سڪڻ جي شروعات ڪرڻ ئي سان ٿيندي آهي ۽ سڀ ڪان آخر ۾ ٻوڙو سڪندو آهي. اڪ جو سڪڻ ٻين سيني گاهن ٻوٽن جي سڪي وڃڻ جو اشارو هوندو آهي، سخت سيءَ ۾ سڪل گاهہ تي گذران ڪرڻ سبب مال ڪير سڪائي ويندو آهي جڏهن تہ سياري ختم ٿيڻ تي بهار ۾ گاهہ ٻوٽا ڦٽندا آهن تہ مال وري ڪير وڌائيندو آهي، جنهن جو اطلاع بہ اڪ ڦُٽي ڪندو آهي. (جڏهن ڏاچي پيرون پچڻ تي ڪير وڌائيندي آهي)

اڪ نہ صرف سيءَ اچڻ پر مختلف موسمن جي اچڻ، وڃڻ ۽ منجهڻ تي بہ مخصوص اشارا ڪري خلق کي اڳواٽ خبردار ڪندو رهندو آهي. جنهن کي سمجهڻ اڳي تہ عام انسانن لاءِ بہ "اڪ جي ماکي" وانگر ئي هو پر هاڻ جڏهن پنهنجو پاڻ کي پڙهيو لکيو سمجهي انسان اڪ کان اک موڙي ڇڏي آهي تہ پاڻ ئي ڏکيو ٿيو آهي، اڪ تہ اڄ بہ اهڙي جو اهڙو ئي آهي. اڪ جڏهن پن ڪان هيٺ يا مٿي نہ بلڪ ڳُريءَ جي ڳنڍ مان گونچ ڪڍي تہ اها سياري وڃڻ جي نشاني سمجهبي آهي. سياري ۾ هي پن ڇاٽي ڪائيون ٿي ويندو آهي (تيز سيءَ ۾ ڇٽيل پن ڪائڻ سان ٻڪرين کي تيڪ ٿي پوندي آهي.) اڪ ڦلڙي ڪري چيٽ يا بهار اچڻ جو اعلان ڪندو آهي. ڦلڙي ڇاٽي ٻج ڪندو ٻج ڇاٽي جهليندو انبڙي/ڏوڏي جيڪي آرهڙ شروع ٿيڻ جي ڇاڻ برابر هونديون آهن. انبڙين مان ٿيل ڪپهہ جڏهن اڏامڻ لڳي تہ آرهڙ جي وچ ٿيڻ جي نشاني سمجهبي آهي. انبڙيون جهلڻ وقت ڀاڳين سان گڏ ڪيترن جون اکيون اڪ ۾ اٽڪيل هونديون آهن. اڪ پاران انبڙيون ڇاٽڻ سانوڻ شروع ٿيڻ جي خوشخبري هوندي آهي. پوءِ سانوڻ وسي نہ

وسي. بادل بيهن يا ڪنهن کي بيقرار ڪريو هليا وڃن، اڪ ان ڳالهه سان ٻڌل ناهي.

اڪ نه صرف موسمن جي منجهڻ جو قدرتي اهڃاڻ آهي بلڪ ڪيترن ئي مقامي علاجن ۾ ڏسن ۾ به استعمال ٿيندو آهي. مشهور سماجي ورڪر حڪيم ۽ ايڊووڪيٽ محمد عباس سومري جي بقول ته: جسم تي ڦٽ ڦرڙي ٿيڻ تي اڪ جو کير ۽ سنڌور ۾ ملائي لڳائڻ سان ڦٽ ڇُٽي ويندو. ڪنڊو لڳي ۽ سئيءَ سان نه نڪري ته اڪ جي کير جا به ٽي ڦڙا ڪنڊي واري جاءِ وجهڻ سان ڪنڊو پاڻهي ٻاهر نڪري ايندو ۽ کير ان جاءِ کي پچڻ به ڪونه ڏيندو. ڪنڊو لڳڻ تي پن به گرم ڪري ڪنڊي واري جاءِ ٻڌبا آهن. ڏڪ لڳڻ واري جاءِ تي به پن ٻڌبا آهن. اڪ جا ڦڪا ٿيل پن ٻاهه جي کير ۾ پوهي ڪوسو ڪري ڪڍيل پاڻي نڊو ٻار جنهن جو ڪاڪڙو لٿل هجي ان جي نڪ ۾ ٻه ڦرا وجهڻ سان ڪاڪڙو چڙهي وڃي ٿو. اڪ جو کير پائوڊر ڪيل ڪنڊ ۾ وجهي، سڪائي، ڪڪ جيترو صبح شام کائڻ سان مليريا بخار ختم ٿي وڃي ٿو. (اڪ جا پيلا پن ڪنهن به باهه سڙيل کي باهه ۾ وجهي ان جو پاڻي باهه جي سڙيل جاءِ جي مٿان نائبو ته يڪدم باهه جي جلن به ختم ٿي ويندي ۽ زخم به جلد ڇُٽي ويندا ۽ چمڙي تي نشان به نه رهندو. "ڪن ۾ سور لاءِ اڪ جو کير تيل ۾ گرم ڪري يا خالي کير ڪن ۾ وجهڻ سان ۽ ڏاٿ ڏکڻ تي اڪ جي کير جا ڦها رکڻ سان به اڪثر فائدو ٿي وڃي ٿو. جسم ۾ جنهن جڳهه تي سور هجي، اتي اڪ جا پن (اڪ پڙا) صاف ڪرڻ بعد، ڪوسا ڪري خالي ته هيڊ تيل مکي ٻڌڻ سان سور جهڪو يا ختم ٿي ويندو آهي. سائي واري مريض کي اڪ جي ڦلڙين ۽ سنهين

ڪانئين جو هار ٺاهي ڳچي ۾ وجهبو آهي. اڪ جي ڪاٺي واري رک کي تيل ۾ ملائي ڦٽ تي لائڻ سان ڦٽ ڇُٽي ويندو آهي. ٻار جا پاسا لڳڻ تي پن گرم ڪري پاسن سان ٻڌبا آهن. ڇتي ڪتي ڪاڏل کي ٻه اڪ پر سان ٻڌبو آهي. اهڙا ماڻهو اڪ جي حال ۾ ماڻهو بي خبر ٿيل ماڻهو اڪ ڪاٺي سان چون ٿا ته نيڪ ٿي وڃي ٿو. اڪ ۾ رهندڙ "اڪ مڪڙ" ماري سڪائي گهوٽي پائوڊر ڪري مرگهي واري کي ناس وانگر نڪ ۾ ڏيڻ سان مرگهي ڇڏيو وڃڻ جو ڏس به ملي ٿو. اڪ جي ڦلڙين مان ماکي به رس چُوسي جڻ ته پنهنجو حصو حاصل ڪندي آهي.

اڪ جو کير جتي ڪيترن ئي حوالن سان ڪارائتو آهي اتي ان کي بي احتياطي ڪري هٿ لڳائبو ته نقصان ٿي سگهي ٿو. جسم تي اڪ جي کير لڳڻ سان جي جلد صاف نه ڪبو ته کل لهي ويندي. (اڪ جي کير لڳڻ سان ڪپڙي تي ٿيل داغ کي اڪاريو سڏبو آهي) اڪ کي جيئن ته ٻڪري ئي کائي ٿي ان ڪري جي ٻڪريءَ جي اک ۾ اڪ جو کير ويو ته هوءَ انڌي ٿي سگهي ٿي. اڪ جي ٻج واري ڪپهه مان صفا ننڍڙيون پر وڏي پيچ واريون جهرڪيون جن کي مقامي ماڻهو "ڊير" سڏبو آهي ۽ ٻيون جهرڪيون جن کي ڦُوسڙيون سڏبو آهي سي ان ڪپهه کي آکيرو آرام ده بنائڻ لاءِ استعمال ڪنديون آهن. اها ڪپهه ڏاڍي نرم هوندي آهي. اڳي گهڻو ڪري وهاڻا وغيره به ان اڪ واري ڪپهه مان ئي ڀربا هئا. ان کان علاوه اڳي جڏهن اڃان نائلون ۽ ڪشميري جا رڇ يا جار نه آيا هئا ان وقت ملاح اڪ جي وڏي پندرهن ويهه ڏينهن پاڻي ۾ ڦِٽو ڪرڻ بعد جڏهن اڪ جي مٿئين کل ڳرڻ لڳندي هئي ته کل ۽ ڪاٺي جي وچ واريون نڪري آيل تندن مان رڇ ٺاهيندا هئا. ان کان علاوه

انهن تندن مان رسو بہ ٺاهبو هو. جنهن آڪار سڏبو هو. جنهن زمين تي پاڻي چڙهڻ بعد گاهہ بجاءِ اڪ ڦٽي ان کي نياڳي سمجهبو آهي ۽ ان زمين کي ڪري ويل سمجهبو آهي. هونئن چوڻي عام آهي تہ **"زمين ڪري تہ اڪ ڪري"**

اڪ جنهن لاءِ پٺائي سر ڪنيات ۾ چيو تہ:
چانگي چئي چڪياس، مٺا اڪ نہ الهي،
جنهن ول گهٽا وهاتيا، ان سي آر لڳياس.
چوڏاري چندن وڻ، پڇي پوڄ پياس،
راڙي رت ڪياس، هن ڪڏاتوري ڪرهي.

اهو اڪ اڄ بہ ڪيترن ئي حاجت مندن جون حاجتون ۽ ضرورت مندن جو ضرورتون پوريون ڪري رهيو آهي پر افسوس جو ان کي اهو مقام ناهي مليو نہ ئي ان مان اوتري پئماني تي فائدا ورتا ويا جيترا وٺڻ گهرجن. اڄ جڏهن دنيا ڪيترن ئي حوالن سان، ماضيءَ ڏانهن موٽ ڪائي رهي آهي، ان وقت اسان ان تي تحقيق ڪري، اڪ مان ميڊيسن تيار ڪري دنيا ۾ وڏو نالو ڪمائي سگهون ٿا. جي اسان هوندي سوندي بہ اهو نہ ڪيو تہ اسان جي **"اڪ ڪارا ڪرڻ"** جو ڪهڙو فائدو!؟

روزاني ڪاوش اربع 7 اپريل 2010ع

# مرحلي وار، موسمن جي مٽجڻ جا ڏس ڏيندڙ وڻ
# ڪرڙ

زماني جو ظالم دستور آهي تہ جيڪا شئي ان لاءِ ڪار آمد نہ رهندي آهي يا جيڪا شئي، معاشري ۾ ماڻهن لاءِ مفيد ۽ ڪارائتي نہ رهي، جيڪا شئي پنهنجي هجڻ ۽ رهڻ جو ڀرپور جواز پيدا نہ ڪري سگهندي يا محسوس نہ ڪرائيندي، اها معاشري ۾ ماڻهن مان تڙجي، ختم ٿي، وجود وڃائي فنا ٿي ويندي آهي. ڪيس انهن لاءِ جاءِ خالي ڪرڻي پوندي، جيڪي معاشري، ماڻهن ۽ ماحول لاءِ وڌيڪ بهتر، مفيد ۽ ڪارائتيون هونديون. اهڙي اهميت گهٽجڻ سبب وجود وڃائيندڙ شين مان هڪ 'ڪرڙ جو وڻ بہ آهي. ڪرڙ جنهن کي اردو ۾ ڪير، پنجابي ۾ ڪرير /ڪرينهہ ۽ ڍاٽڪي ۾ بَڻ چيو وڃي ٿو سو روز بروز گهٽجندو وڃي ٿو. شايد ڪجهہ سالن بعد انهن جو ذڪر بہ رڳو ڪتابن ۽ شاعري ۾ وڃي بچي، باقي ڪم تہ هن جو گهٽي ياڳي ڪڏهوڪو ختم ٿي چڪو آهي!

ڪرڙ جي وڻ ۾ نہ چانق نہ قد، نہ پن، نہ ئي وڏي ننڍي ڪاٺي ٿئي. وڏڻ ۾ بہ تمام گهڻو سست. زماني جي گرميءَ سرديءَ ۽ تبديلين کي منهن ڏيڻ ۾ بہ ڪمزور، هن تيز رفتار ۽ خودغرض معاشري جون گهرجون پوريون نہ ڪرڻ سبب ڪرڙ تيزي سان وجود وڃائي رهيو آهي.

ڪرڙ سڄي سنڌ ۾: ڪاڇي، ڪوهستان، ميداني علائقن، ٿر جي ترائين پرسان پڪي زمين تي ( پر ٿر جي ڪن علائقن جهڙوڪر

ڪاٺڙ ۽ ڪنڊي ۾ ڪونه ٿئي) ۾ عام جام نظر ايندو هو جنهن کي پٺائيءَ جي اڱڻ تي بيهڻ جي به اجازت مليل هئي، سو هاڻ جهڙوڪر رڳو ڪبڙ وانگر قبرستانن ۽ ويرانن جو وڻ بڻجي ويو آهي. جنهن جو ڪچو ميوو شروعات ۾ ڳاڙهي رنگ پُسي جي صورت ۾ غريبن لاءِ ياڄي جو ڪم ڏيندو آهي. جيڪو ماضي ۾ ڪن علائقن ۾ رڌجي وڪامندي به هئي. اڌ پڪي حالت ۾ سائي رنگ ۾ ڏيني يا ڏونئري جي حالت ۾ آچار طور ڪم ڏيندو هو/آهي ۽ پچڻ بعد 'پڪو/ڏيلو' تي غريبن، هارين نارين، ڊراڙن کان سواءِ وهيي، روڏن(ڪانو جو هڪ قسم) ڪانو بلبلن/بُربُر، ڪبرن ۽ ليلهين لاءِ به جهڙوڪر سستو سيزنل فروٽ هو. سو ڪيترن ئي نون فروٽن ۽ ميون جي مارڪيٽ ۾ اچڻ بعد اها اڳوڻي اهميت وڃائي ويٺو آهي. معاشري ۾ پلي غربت غربت جون جتان ڪٿان دانهون عام چو نه هجن پر حقيقت هي آهي ته هر طبقي جي رهڻي ڪهڻي ۾ تمام گهڻي تبديلي ۽ ترقي تي آهي. جنهن جو مقابلو ڪرڙ جو پڪو / ڏينو يا پسيون ڪرڻ کان قاصر آهن. ساڳئي نموني ڪرڙ جي ڪاٺي جو اهم ڪارج ڏنبو به هوندو هو (ڪونڊي وارو) پر هاڻ گرينڊر اچڻ ڪري، ڏنڊي واوا ڪم گرينڊر منٽن ۾ ڏنڊي کان بهتر نموني ڪريو ڇڏي. ڪرڙ جي ڪاٺيءَ مان مانڌاٽي ۽ ان جو ڦُل ٺهندو هو. هاڻ کير ولوڙڻ لاءِ به مشينون اچي ويون آهن. بلڪ کير ولوڙڻ کان اڳ، هوٽلن تي پهچيو وڃي. سو ڪرڙ جي ڪاٺي جو اتي به ڪم نه رهيو آهي. ڪرڙ جي ڪاٺي واڍن جي ڪم جي ته نه اڳي هئي نه هاڻ آهي ها موسيقيءَ جا اوزار ٺاهيندڙ سُرندي ٺاهڻ لاءِ ڪرڙ جي ڪاٺي جون پڇائون ضرور ڪندا هئا پر هاڻ سرندو به پڇاڙڪا پساه کڻي رهيو

آهي. ڪرڙمان لاٺون ٻہ ٺهندا آهن پر هاڻ ٻارن ٻہ لاٺون کي ڇڏي بيٺ ٻال پڪڙي ورتي آهي، سو هاڻ اتي ٻہ ڪرڙجو ڪم نہ رهيو آهي! ڪرڙ جي اڻ سڌي پر مضبوط ڪاٺي، چمڪدار هجڻ ڪري شوپيس ۾ ضرور استعمال ٿئي ٿي، پر جيئن تہ شوپيس پاڻ ئي محدود تعداد ۾ هجن ٿا، ان ڪري ڪرڙ هاڻ گهڻو ڪمائتو ۽ ڪارائتو شايد نہ رهيو آهي. ڪرڙ جي ڪاٺيءَ کي نہ اڏوهي لڳي، نہ سُرو ان ڪري اها گهرن ۾ خاص ڪري چونئرن ۽ لانڍين ۾ ڪاين ۽ پٽين طور ڪم ايندي آهي. پر هن جي ڪاٺي سڌي ۽ ٿوٽي جيتري قد جي مشڪل سان ئي ملي ٿي. پر ٻرڻ ۾ سٺي ۽ ڪوئلو ٺاهڻ جي ڪم جي آهي. ڪرڙ ٻين وڻن جي مقابلي ۾ تمام سست رفتاريءَ سان وڌندو ۽ ٿلهو ٿيندو آهي انهن سيني ڳالهين جي هوندي بہ ارو جو ڪرڙ (سڪي تي بيٺل) جيئن تيئن، زماني جي گرمي سرديءَ کان وجود بچايو. ٽرن، ٻرن ۽ ٻرپٽن ۾ پنهنجي منهن ٻي ڊپو الڳ ٿلڪ ۽ اڪيلائي هوندي بہ خوش گذاريندو هو پر مار پئي سر. ڪلر ۽ زمين جي سيڪ تي، جنهن هن جي ڪاڏ خوراڪ يا حقو پاڻي بند ڪري، هن جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي. ڪرڙ زماني جي ڪم نڪرڻ بعد اڪ بدلائڻ واري عادت باوجود، زماني کان ڪنارا ڪش ٿي جيءَ رهيو هو پر سر هٽي هن جا لاهہ ئي ڪيرائي ڇڏيا! جنهن ۾ وڌندڙ آباديءَ جو بہ وڏو هٿ آهي. وڌندڙ آبادي سبب ڪيڙي هيٺ وڏيڪ زمين اچڻ ڪري، ڪرڙ کي پاڻ کان وڏيڪ ڪار آمد وڻن ۽ فصلن لاءِ جاءِ ۽ جوءِ ڇڏڻي پئجي وئي آهي. پر ڪجهہ سال اڳ نيو پريس ڪلب سانگهڙ جي اڳوٽي صدر ۽ پياري دوست شوڪت حيدري ۽ صادق خاصخيلي سان گڏ جڏهن محترم سرور

جمالي صاحب جي دعوت تي، 'نيشنل ڪيرٿر پارڪ' وڃڻ ٿيو ته اتي ڪرڙ ڪي ڪافي تعداد ۾ ڏسي اطمينان ضرور ٿيو ته گهٽ ۾ گهٽ ڪرڙ ڪي پناهه لاءِ اجا به ڪٿي ته جاءِ مليل آهي. ان لحاظ کان ڏسجي ته ڪيرٿر جي اهميت جو هڪ سبب اهو به بڻجي ٿو ته اتي گدب، سرهه ۽ هرڻ کان علاوه ڪرڙ سان گڏ ٻين ڪيترن ئي وڻن، گاهن ۽ ٻوٽن کي به جڙ ته پناهه مليل آهي. ڪيرٿر، سنڌ جون ڪيتريون ئي ناياب شيون پنهنجي ساهه ۾ سانديو وتي.

حڪمت جي حوالي سان به ڪنهن وقت ڪرڙ ڪم جي شئي هو پر هاڻ اتي به هن جي گهٽي اهميت نه رهي آهي. اڳي ڪن، نڪ ٽوپڻ بعد ڪرڙ جون سڪل ڪانيون، ٽوپيل نڪ ۽ ڪن جي سوراخ ۾ ان ڪري وجهبيون هيون ته جيئن هڪ ته نڪ ۽ ڪن پچي نه پون ۽ ٻيو ته سوراخ بند نه ٿين. اڳي ٻيئڙ بخار جي صورت ۾ پراڻي ڪرڙ جا چوڏا ڏاڳي سان ٻڌي، ڳچي ۾ وجهبا هئا. اڏ مٽي جي سور ۾ علاج طور به ڪرڙ ڪم ايندو هو. پراڻي ڪرڙ (تقريباً سئو سال عمر جي) جي پاڙ واري يا عام ڪاٺي، انسانن توڙي جانورن جي هڏ ڀڄڻ جي صورت ۾ اڳر ياڪوئلو ڪري مکڻ سان کارائبي هئي پر جديد جلد اثر ڪرڻ وارين دوائڻ اچڻ بعد تيز رفتاري جي مرض ۾ورتل مريضن لاءِ ڪرڙ جو اهو ڪم به، ڪم جو نه رهيو آهي. هندن ۾ ٻار نالي رکڻ واري تقريب 'چؤڪ' ۾ به ڪرڙ جون ڪانيون ڪم ايندڙيون هيون/ آهن.ڪرڙ مان رازن پاران پسلتر ڪرڻ جا مارا ۽ ٻيڙين جون چپڙيون به ٺهنديون هيون پر پاڻي گهتجڻ بعد، ٻيڙيون نهڻ گهٽجي ويون ته ملاحن به ڪرڙ کي وساري ڇڏيو. ڪنهن وقت ۾ چور، رات جو چوري

ڪرڻ لاءِ وجهڻ وقت ڪرڙمان ٿاهيل گهوپاتا هٿيار طور به پاڻ سان گڏ کڻندا هئا ته ڪجهه شڪاري قبيلا جانورن جي ۽ پکين جي شڪار لاءِ ڪرڙمان گهوپاتا ٺاهيندا هئا. پر افسوس جو هاڻ چورن ۽ شڪارين به ڪرڙ کي پنهنجي پني ڏيندي، پنهنجون سنهري روايتون بدلائي ڇڏيون آهن. اڳي ڪرڙ انساني نالي طور به ڪم ايندو هو ۽ اهو نالو ان ٻار جو رکبو هو جنهن جي ماڻهن جي اڳوڻن ٻارن کي بيماريون هونديون هيون يا ٻار بيمار رهندا هئا ۽ نه بچندا هئا. جيئن ته ڪرڙ جي ڪاٺي کي اڏوهي يا ٻي ڪا بيماري نه ٿي لڳي، تيئن ڪرڙ نالي رکڻ ۾ اها اميد شامل هوندي هئي ته شل ٻار کي ڪا بيماري نه لڳي. يا پوءِ ٻار جي وڏي عمر ۽ خواهش ۽ دعا طور به ڪرڙ نالو رکبو هو ڇو جو ڪرڙ جي عمر به تمام وڏي ٿئي ٿي. پر هاڻ فيشني نالن اچڻ کان پوءِ اهڙين دعائيه ۽ لوڪ ڏاهپ جي حساب سان حڪمت سان پريل نالن جي به اهميت نه رهي آهي، سو ڪرڙ جي ان حوالي سان به ڇڻ ته پاڙ پٽجي ويئي آهي.

روايتن مطابق سرينهن جي وڻ وانگر ڪرڙ لاءِ به چئجي ٿو ته هن نبيءَ پاڪ صلي الله عليه وسلم جن جو تپ جهليو هو تنهن سبب هن جا پن ڇڻي ويا. اهڙين ڳالهين ڪافي وقت تائين ڪرڙ جي اهميت ۾ گهٽتائي اچڻ نه ڏني. پر ڪتابي علم اچڻ بعد، ماڻهن ۾ ڪرڙ جي انهيءَ اهميت جي به ڪا اهميت نه رهي. ڪرڙ جنهن کي پٽائيءَ کان علاوه ٻين شاعرن ۽ سگهڙن جتي شاعري جو موضوع بڻايو اتي ڪرڙ جي حوالي سان مختلف ڳجهارتون به ٺهيل آهن.

ڪرڙ ڪيترو ئي وقت لوڪ ڏاهپ جي ماهرن ۽ هارين نارين کي وقت جو احساس ڏياريندو رهيو. پر جڏهن خود لوڪ ڏاهپ جي اها

اميت نہ رهي تہ ڪرڙ جي ڪتان تي اهميت برقرار رهي سگهي! لوڪ ڏاهپ جي ڏاهن مطابق ڪرڙ هونئن تہ بي منداڻتو ميوو بہ ڏيندو آهي پر ڪرڙ پاران منداڻتيءَ پُسي جهلڻ جو مطلب، سيايي جي باقي اڌ بچڻ هوندو آهي. پُسي بعد سياري جو مشڪل سان وچي مهينو بچندو آهي. پُسي وقت بلبل پکي ٻچا ڪري، ڪٽڪن جي آنين تي ورڻ جو اڳواٽ اطلاع ڏيندو آهي. ان وقت لاباري تي گذران ڪندڙ آن جي آسري ۾ لاباري لاءِ گهر ٻار ڇڏڻ جي تياربن ۾ هوندا آهن ۽ ڪو ساهہ مٽ ۾ ڪيو "هو ٿا پلاٽين، هينئڙو مون هيٺو ٿئي" پيو جهونگاريندو آهي! ڳاڙهي پُسي مان ڏيني ٿيڻ وارو وقت بهار جي شروعات جو هوندو آهي. ان وقت موسم متجي رهي هوندي آهي. رات جو ٿورو ٿور سي ۽ ڏينهن جو گرمي هوندي آهي. ان بعد ساڻي پکي مان وري ڳاڙها پڪا ٿيندا آهن ۽ اهو وقت ڪٽڪن جي لاباري کان پوءِ چيٽ بعد گرميءَ جي تيز ڪاڙهن يعني گرميءَ جي چاليهي جو هوندو آهي. پکي وقت تتر، سهڻ ڦاڙهو ۽ ٻيا جانور ٻچا ڪندا آهن جن لاءِ تيار ٿيل سگر ۽ پيرون بہ جهڙوڪر قدرت طرفان مهيا ڪيل خوراڪ مثل هوندا آهن. پکن کي ٻڪري، نور، ڪيڙا ماڪوڙا شوق سان کائيندا آهن جڏهن تہ هي اٺ جو چارو بہ بڻجندو آهي. پکن سان گڏ سگر ۽ پيرن جون چٽڻ، بند ٿيل ڏکڻ کلڻ ۽ آرهڙ جي چاليهي پجڻ ۽ ڏکڻ شروع ٿيڻ جو نشاني هوندو آهي. اهڙي طرح ڪرڙ وس آهر موسمن جي متجڻ جو ڏس پتو پيو ڏيندو آهي/هو پر هن تيز رفتار دؤر ۾ ڪرڙ پاران جيئڻ جي بدلي، آهي ننڍيون خدمتون سرانجام ڏيڻ شايد معاشري جي توقع کان ۽ زنده رهڻ جي قيمت کان گهٽ آهن! ان ڪري شهرن ۽ آبادين کان نيڪالي

ڏنل ڪرڙهاڻ پويان پساهه ڪڍي رهيو آهي. ميون ٿا ته خود غرض معاشري لاءِ ڪرڙهاڻ اوترو اهم نه رهيو ۽ ڪم نڪرڻ بعد معاشري هن مان اکيون ڦيري ڇڏيون آهن. پر ڪرڙاچا صفا آسرو نه لاٿو آهي. ڪرڙاچا به انهي خوشفهميءَ جهڙي توقع جي آسري ۾ آهي ته ڪو به سرڪاري ادارو ڪا تنظيم، ڪم جو نه سهي پراڻي وقت جي ۽ وڏڙن جي يادگار ۽ اڳوڻن وقت ۾ ڪنهن ڪن جو سمجهي، ڪنهن وڻن جي چڙيا گهر ۾ ئي ڪٺي جاءِ ڏيندو! هن ماحول ۽ معاشري مان اهڙي توقع ڪرڻ، آهي ته فضول پر ڏسون، متان ڪو اتي پوي ۽ ڪرڙ ڪجهه وڏيڪ وقت ٽڪي پوي!!

# موسمون مٽجڻ ڏڪار ۽ سڪار جا ڏس ڏيندڙ وڻ: ڪنڊي

ٿر ۾ جهونا چوندا هئا تہ جنهن ڳوٺ ۾ سئو ڪنڊيون هجن، ان ڳوٺ ڪي ڏڪار دوران لڏڻو ڪونہ پوندو. انهيءَ مان ڪنڊيءَ /ڪيجڙي جي وڻ جي اهميت جو اندازو آسانيءَ سان ڪري سگهجي ٿو. پلي ڪٽي نمر ڪي سنڌ جي صوبائي وڻ جو درجو مليل آهي، جنهن تي ٻيهر جا ڪجهہ حمايتي ارها بہ آهن پر لوڪ ڏاهپ جا ماهر ۽ ڪنڊيءَ جا قرب وارا ۽ قدردان ان راءِ تي قائم آهن تہ اهو مقام ڪنڊي جو ئي هو!

ڪنڊيءَ جو وڻ جيڪو توري پاڻي تي جالڻ سبب ۽ ان جون پاڙون گهٽيون هيٺ هليون وڃڻ ڪري، ٿر بر، ڪڇي ۽ ميداني علائقن ۾ اڳي تہ جتي ڪٿي موجود هوندو هو ( ان ڪري ڏڪار ۾ بہ بهاري هوندي آهي) پر هاڻ آبادي ۾ سر وڌڻ سبب، ان ۾ نمايان ڪمي آئي آهي. ٿر ۾ جنهن وڻ ڪي وڍڻ جي سختيءَ سان منع ٿيل هوندي هئي، سو بہ ڪنڊيءَ جو وڻ ئي هو. اڄ جڏهن ٿر ۾ ڏڪار، ٿاريو نٿو ٽري، ۽ ڪنڊي ملڻ ۾ ڏسڻ مهانگي پئي ٿئي، تہ ڪهڙي خبر. ڏڪار ان ڪري ئي روز روز ٿو منهن ڪڍي مهمان ٿئي جو اسان ڪنڊيءَ ڪي، ڪنڌائتو ڪري ڇڏيو آهي! ڪنڊي جيڪا وڏي عمر ماڻڻ سبب ۽ ان جي ڪاٺي ڪي سرو نہ لڳڻ سبب، ان جو نالو ٻارن تي بہ رکبو آهي، ان جا عام طور تي بہ قسم ٿين ٿا. هڪ بغير ڪنڊن جي جنهن ڪي 'لاسڙ' سڏبو آهي ۽ ٻيو ڪنڊن وارو جنهن ڪي 'ڪنترو' سڏبو آهي. ڪي ماٺهو وري ڪنڊيءَ جا نر ماديءَ جي حوالي سان بہ الڳ الڳ قسم ٻڌائين ٿا. سندن

بقول تہ ننڍين ۽ سنهين سڱرين واري ڪنڊي، مادي سڏبي آهي. جڏهن تہ وڏين ۽ ٿلهين سڱرين وارو ڪنڊو هوندو آهي. ڪن جي بقول تہ پڪل سنگريون جيڪو ڪوڪو سڏبيون آهن. اهو مادي ڪنڊيءَ جي مقابلي ۾ نر ڪنڊي جون وڏيڪ مٺيون ۽ سوادي هونديون آهن. ان مان بہ نر ماديءَ جي خبر پوندي آهي. جڏهن تہ پاڇي بہ نر ڪنڊي جي وڏيڪ لذيذ ٿيندي آهي. نر مادي جي سڃاڻپ ڪي ماڻهو ائين بہ ڪندا آهن تہ نر ۾ سڱر گهٽ ۽ ڇوڏا وڏيڪ. جڏهن تہ ماديءَ ۾ سڱر گهڻا ۽ ڇوڏا گهٽ هوندا آهن. جڏهن تہ ڪي ماڻهو ايئن بہ چون ٿا تہ ننڍي ڪنڊيءَ کي مورو جوان ڪنڊيءَ کي، ڪنڊي ۽ پراڻي وڏي جهوني ڪنڊي کي ڪنڊو سڏبو آهي.

پٽائيءَ پاران سُر ڏهر ۽ ڪاموڏ ۾ توڙي شيخ اياز کان ويندي ٻين شاعرن ۽ سگهڙن پاران ڳايل هن سنڌ جي نج وڻ متعلق عام چوڻي آهي تہ "ڪنڊي جي ڪاني گهر ۾ اول تہ آڳجي نہ، جي آڳجي تہ پوءِ ٻارجي نہ، ۽ جي ٻارجي تہ پوءِ سورجي نہ". مطلب اهو تہ هن جي باهہ ڏاڍي تيز ۽ تکي هجڻ کان علاوہ هن کي چورڻ ۽ سورڻ سان ان مان گهڻيون چڻنگون نڪرنديون آهن، جيڪي پرسان ويٺلن جي ڪپڙن وغيرہ کي ساڙڻ کان سواءِ ٻيو نقصان بہ ڪري سگهن ٿيون. هونءَ تہ ڪنڊيءَ جي ڪانيءَ مان ڪيترائي ڪم وٺبا آهن، پر خاص طور تي ڍاڳيا، چوپائي مال کي ٻڌڻ وارن چڙن جي لار لاءِ، ڪنڊيءَ جي ڀاڙ جي ڪاري پڪي ڪاني، جنهن کي ڪِرسي/ڪرشي سڏبو آهي، سَا پسند ڪندا آهن( لار هڏي مان بہ ٺاهبي آهي) انهيءَ ڪرشي جي لار متعلق سرائڪي ۾ چوڻي بلڪ ڳجهارت آهي تہ " ڏيک الهہ دا رنگ، سر ڪون

ڪٽيندي ڄنگهہ.“ ان کان علاوه ڪنڊي جي ڪاٺي مان خاص طور تي کوهہ کوٽڻ مهل ڪم ايندڙ ’چڪ‘ (چڪ کپڙ جي ڪاٺي مان بہ ٺهندو آهي) ۽ کوهہ مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ ڪم ايندڙ پونٽي، ڀُلي، پوٽي، بہ ان ڪري ٺاهبي آهي جو ڪنڊيءَ جي ڪاٺيءَ مان ٺهيل اهي شيون پاڻيءَ لڳڻ سان ڳرنديون ۽ خراب نہ ٿينديون آهن. ان کان سواءِ ڪنڊيءَ جي ڪاٺي چونئرن جي وچين ڪاٺيءَ، جنهن کي ’مل‘ سڏبو آهي طور بہ ڪتب آڻبي آهي، تہ هن ڪاٺيءَ مان، ڪٺون ۽ در ( ڪِڙي، در جو هڪ قسم. هن قسم جو در وڻ/ڪرڙ جي ڪاٺي مان بہ ٺاهبو آهي) بہ ٺاهبيون آهن تہ اڳي ڪنڊيءَ جي ڪاٺي مان وارن واريون ڦٽيون بہ ٺاهيون وينديون هيون جيڪي هاڻ تہ ڏسڻ کان بہ مهانگيون ٿي ويون آهن. ان کان علاوه هاري ناري ڪٽڪ جي هن جي ٿاريءَ کي ڪري ۾ فرشي طور استعمال ڪندا آهن ۽ ڪندا نہ هجڻ سبب ڪنڊي جي سڪل ٿاري، گهر، واڙيءَ يا ڪنهن ٻئي حساب سان ڏنل لوڙهي جي گهٽي ۾ ’ڪڙهہ‘ طور بہ ڪم آڻبي آهي.

ڪنڊي جتي چوپائي مال، عام ماڻهن توڙي واٿهڙن کي وس آهر چانو مهيا ڪندي آهي، اتي هن جون خالي/پورا ٿُڻ، ڪيترن ئي قسمن جي پکين جا بہ مسڪن بڻبا آهن ساڳي وقت ڪنڊي پکين جي آکيري کان سواءِ ماکي ويهڻ ۽ ان جي کاڌ خوراڪ جو بہ اهم مرڪز هوندي آهي. هن جي ڪاٺي کان ويندي هن جا پن (سنڪ)، ڪچو ميوو سنگر، ۽ پڪل ميوو ڪوڪا بہ پکين، جانورن ۽ انسانن لاءِ وڏي وٿ هوندا آهن. چئبو آهي تہ جتي ڪنڊي هوندي، اتي ٻڪري خوش هوندي، ٻڪريءَ کان سواءِ ڪنڊي رڍ ۽ اٺ جو بہ سنو کاڌو بڻبي آهي. ڪنڊي

جا پڻ 'سنڪ' پاڄيا، خاص طور سنيالي ۾ گڏ ڪري رکندا آهن، ڪن جاين تي تہ اهي گڏ ڪري وڪڻبا بہ آهن.

ڪنڀيءَ جي خاص ڳالهہ هن پاران مرحلي وار مختلف اشارن سان ماڻهن توڙي لوڪ ڏاهپ جي ڏاهن کي متوجهہ ڪري، موسم مٽجڻ جو پڌائڻ بہ آهي. سپ کان پهرين جڏهن ڪنڀي نوان پن ڪري ۾ گونچ ڪيڍي موربي آهي تہ اها سياري ويڃڻ جي آخري ۾ پڪي نشاني هوندي آهي. ڪنڀي جي ٻور /ميجر جملڻ، بهار جي آمد جو اعلان هوندو آهي، ۾ ٻور/ميجر مان سنگر ٿيڻ جو مطلب، بهار جي پڇاڙي هوندو آهي. جڏهن تہ سنگر جي پچي 'ڪوڪو' بڻجڻ، بهار جي ويڃڻ ۾ گرمي جي چاليهي شروع ٿيڻ جو آخري اعلان سان گڏ لڪون ۾ جهولا لڳڻ جي آڳاٽي اعلان برابر هوندو آهي. جڏهن تہ ڪوڪي جو صفا ڇڻي بس ٿي ويڃڻ، اونهارو ختم ۾ سانوڻ شروع ٿيڻ جو سنديسو هوندو آهي. ٽري ماڻهو پڪل سگريون، جن کي 'ڪوڪا' سڏبو آهي، سي تحفي طور پنهنجن عزيزن ۾ جيءَ وارن ڏانهن اماڻيندا آهن. موسمن جي مٽجڻ بابت مختلف مرحلن تي ايترن اعلانن تي بہ ڪنڀيءَ جي ڪنڌ ۾ ڪِلي ناهي لڳندي ۾ هو بس منهنجو ڪم ختم ٿيو هاڻ ٻيا وڻ وڃي منهن ڏين، ڇئي ماٺ ڪري ناهي وهندي بلڪ، جنهن سال، سانوڻ جي گهٽ وسڻ جو خطرو هوندو آهي، ان سال ڪنڀي وڏيڪ سائي ٿي، عام ماڻهن توڙي پاڄين کي ڏڪار جي خطري کان اڳوات خبردار ڪندي آهي، تہ ايندڙ سانوڻ، ڏڪار جو آهي تياري ڪري وٺو. ڏڪار کان اڳ وڏيڪ سائي ٿيل ڪنڀي مان جن جانورن، پکين ۾ ماڻهن ڪم ورتو سي فائدي ۾ رهندا آهن ٻيا پيا پڇتائيندا آهن، ڪنڀي پنهنجو ڪم

پورو ڪري ۽ ميار لاهي ڇڏيندي آهي. جڏهن تہ جنهن سال ڪنبي گهٽ سائي ٿئي، ان سال ساونڻ جي وڏيڪ وسڻ جو آسرو هوندو آهي تنهن ڪري ڪنبي هروڀرو وڏيڪ سائي ٿيڻ جي هلاڪي نہ ڪندي آهي( ڏڪار ۽ سڪار جي حوالي سان انهيءَ نشانيءَ سان گڏ ٻين نشانين جو هجڻ بہ ضروري آهي، انهن ڏانهن بہ ڌيان ڏيڻو پوندو آهي)

انساني زندگيءَ ۾ ڪنبيءَ جو ڪم اتي ئي بس ناهي ٿيندو بلڪ ڪنبي پيدا ٿيڻ کان وٺي مرڻ تائين، ڪيترن ئي رسمن ۾ بہ ساٿ نڀائيندي آهي. هندو مذهب ۾ ٻار پيدا ٿيڻ وقت يا ڪنهن جي مرڻ وقت، ادا ٿيندڙ رسم 'هَوَن' ۾ ڪنبيءَ جون ڪاٺيون استعمال ڪبيون آهن. هندستانين پاران وڻن کي بچائڻ لاءِ شروع ڪيل جڳ مشهور مهم 'چيڪو' جنهن ۾ ماڻهو وڻن کي واڍيءَ کان بچائڻ لاءِ وڻ کي ڀاڪر ۾ ڀري، ان کي ٻڪ وجهي ويهي رهندا هئا، انهيءَ مهم سڄي دنيا جي ماحول دوست ۽ فطرت پرست ماڻهن ۾ ميڄتا ماڻي ۽ وڏي شهرت حاصل ڪئي، ان جي ابتدا بہ ٻڌجي ٿو تہ ڪنبيءَ جي وڻ کي وڍجڻ کان بچائڻ لاءِ ئي شروع ٿي هئي.

افسوس جو نہ صرف لوڪ ڏاهپ جي حساب سان بلڪ عام زندگيءَ ۾ بہ ايترو اهم ۽ ڪارائتو مقامي وڻ، اڄ اسان جي مڪمل بي ڌيانيءَ جي باعث نظر انداز ٿي رهيو آهي. قانون جي حڪمراني نہ هجڻ سبب ۽ ماڻهن ۾ هيڄ ۽ حرس وڌي وڃڻ سبب هي وڻ ڏاڍو تيزي سان وڍجي، وجود وڃائي رهيو آهي. ڪاش! ڪنبيءَ جي قدر ۽ اهميت وڌائڻ لاءِ ڪو ادارو ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ واسطي ڪي قدم کڻي ۽ سرڪار سڳوري ٻين اهم مقامي وڻن جي واڍيءَ کي روڪڻ سان گڏ، ڪنبيءَ کي بچائڻ ۽ وڌائڻ لاءِ بہ ڪجهہ ڪري ۽ نرسريون قائم ڪري تہ جيئن اسان جو هيءُ اهم مقامي وڻ ماڻهن، پکي پکڻ ۽ چوپائي مال جو پرجهلو ۽ ڏکي وقت جو ساٿي، اينئن نڌڻڪائيءَ جي ورنہ چڙهي.

# ڪڻڪ جي فصل سان وابستہ لوڪ ڏاهپ جا اهڃاڻ

لوڪ ڏاهپ اهو علم آهي، جيڪو علم انسان پنهنجي صدين ۽ سالن جي تجربن ۽ مشاهدن سان سکيو. ان کي سينہ بہ سينہ اڳتي وڌائيندو ۽ هڪ پيڙهيءَ کان ٻي پيڙهيءَ تائين منتقل ڪندو رهيو آهي. لوڪ ڏاهپ زندگيءَ جي هر شعبي سان وابستہ رهي آهي. پکي پکڻ، جيت جڻا، جانور، وڻ، گاهہ ٻوٽا، سج، چنڊ، تارا، هوا، ڪڪر، ڪنوڻ، گوڙ سمنڊ، درياهہ ۽ مڇيون، ڏينهن رات انسان کي پنهنجي پنهنجي ٻولي ۾ فطرت طرفان اماڻيل مختلف پيغام اماڻيندا رهن ٿا، پر انهن ڪليل نياپن تي انسان ڪو ڌيان نٿو ڏئي. جيستائين هن ان طرف ڌيان ڏنو پئي فائدي ئي فائدي ۾ هو پر جڏهن کان ڌيان مٽايو آهي، سراسر نقصان ئي نقصان ۾ آهي. لوڪ ڏاهپ جا اهڙا ڪليل ميسيجز يا اهڃاڻ قدم قدم تي هر مند ۽ موسم ۾ انسان جي رهنمائي ڪرڻ لاءِ موجود رهيا آهن. اهڙن ئي اهڃاڻن ۾ ڪجهہ اهڃاڻ، لوڪ ڏاهپ جي ماهرن فصل جي پوکي وقت ڳولهي لڌا يا سمجهي ورتا.

اسان وٽ جيئن تہ عام طور تي پوکيءَ جون بہ مکيہ مندون يا موسمون ٽين ٽيون ۽ انهن جا وري پنهنجا پنهنجا فصل ٿين ٿا. انهن مندن ۾ هڪ آهي، چيٽ ۽ ٻئي ڳتي (خريف ۽ ربيع). چيٽ، جنهن ۾ ڪڻڪ، سرنهن، توريو ڏاٽا، پالڪ، گوگڙو موري، گوبي، وغيره پوکيا

وجن ٿا. چيٽ جنهن جي لاءِ چئبو آهي تہ "چيٽ معنيٰ پيٽ"، ڇو تہ ان ۾ اَن (ڪٽڪ) پيدا ٿيندي آهي. ڪٽڪ، جنهن لاءِ ڪيترين ئي چوڻين ۽ پهاڪا مشهور آهن تہ.

. **"جنهن جي گنديءَ ۾ داڻا، ان جا چريا بہ سياڻا." . ڪتو ڇا ڄاڻي ڪٽڪ جي ماني." . "اَن آهي تہ ايمان آهي."** ڪٽڪ سنڌ ۾ دريا، ڍنڍون ۽ ڍورا ڇڙهي لهڻ بعد پوکبي هئي، پوءِ جڏهن اريگيشن سسٽم شروع ٿيو تہ ڪٽڪ بہ عام جام ٿي. نہ تہ اڳ ۾ ڪٽڪ ناياب شيءِ سمجهي ويندي هئي. اها پورين جي بجاءِ دلن ۽ مٽن ۾ محفوظ ڪري رکبي هئي.

ڪٽڪ توڙي ٻئي اناج جي ماپ لاءِ بہ جهونن وٽ پنهنجا ماپا هوندا هئا. جيئن :

پاٽي برابر هڪ سير
4 پاٽيون برابر هڪ ٽويو
4 ٽويا برابر هڪ ڪاسو
16 ڪاسا برابر هڪ خرار

لوڪ ڏاهپ جا ماهر ڪٽڪ جي پوکي کان وٺي لاباري تائين جي مرحلن بابت ڪيترين ئي قدرتي نشانيون ٻڌائيندا هئا. لوڪ ڏاهپ مطابق، جڏهن موسم ۾ گهم هجي ۽ ماڪ گهٽجي پوي، گرميءَ بعد سر نسرن بلڪ پچن، انهن جي مٿان ڪبر ويهي، سر جا سنگ تهہ ٻٽجي هوا ۾ اڏامن، پن مان پچيل ٻوراني بہ ڇٽي اڏامي، جهولو ختم ٿئي ۽ گرمي گهٽجي. نوريٽڙو وڻن تي گهر ٺاهي، بيئل وونٽڻن ۾ ڦٽي جو وزن گهٽجي وڃي، ٻڍي جو مهينو ختم ٿئي تہ معنيٰ ڪٽڪ جي پوکائي جي

مند شروع ٿي وئي. ڇا جو نومبر، ڇا جو ڊسمبر، قدرت جي گهڙيال ۾ لڳل ڪانٽا جت ڪٿ موجود! گهمندي ڦرندي موسم جو اندازو لڳائي سگهبو هو. ڊيل آنا لاهي پڪ ڏياريندي هئي ته ڪڻڪ پوکائيءَ جي مند شروع اٿوَ جلدي ڪريو. ڊپ ۽ نڪري پنهنجي وس آهر پوکائي جا پار ڏيندا هئا. صفا آخر ۾ آسمان تي ڪتي ستل ماڻهوءَ جي ڏُن برابر ايندي هئي ته چئبو هو **"ڪتي ڏُني، مند پُني."**

اهي ته ٿيون صحيح موسم ۾ وقت تي پوکائي جون نشانيون، پر جي ڪو اڳرو سيرو بيمار سيمار پوکائي کان رهجي ويندو هو ته ان لاءِ ليٽ في ۾ امتحاني فارم ڀرڻ يا بل ڀيارڻ جهڙا موقعا به موجود هوندا هئا، جنهن جون هي نشانيون هونديون هيون:"ٻين جون چوٽيون سڙي سڪي وڃن، سر به نسري نروار ٿين. هلڪو هلڪو سيءُ پئجي وڃي، نم جا پن پڪا ٿيڻ شروع ڪن، پر ڇڻن نه. ٻيرن ۾ سنهو ٻور اچڻ شروع ٿئي، معنيٰ ڪڻڪ پوکائيءَ جي مند وئي پر اڃا به جي ڪچا ٻير تي پون، انبن جا ٻوڪ نڪرڻ شروع ٿين ته معنيٰ ڪڻڪ پاڇاتي ٿي وئي آهي ۽ ان گهٽ ڪندي. صبح جو سردي محسوس ٿئي، پيل ماڪ به ڄمي وڃي ته اهي پڪي پاڇاتي ڪڻڪ جون نشانيون آهن. ڪڻڪ ۽ برسينگ جي پوکائي جو ساڳيو وقت ۽ مند هجي ٿي، پر ڪڻڪ جي پوکائي برسينگ کان اڳ ختم ڪري ڇڏبي آهي. ڪڻڪ جي پوکائي سيءُ پوڻ ۽ اتر لڳڻ کان اڳ هر حالت ۾ ختم ڪرڻي هوندي آهي. اتر لڳو ته پوءِ ٻج وارو داڻو خشڪ ٿي ويندو ۽ سلو ڄمندو ڪو نه. ان ڪري ئي اڄڪلهه ماڻهو ٻج چار پهر پسائي پوکين ٿا، ته ڪجهه ڄم ٿئي ٿو نه ته نه. ڪڻڪ جي پوکي بلڪل ختم ٿئي ته ان کي چئبو "ٻنو ٿي ويو". معنيٰ فارم ڀرڻ

جو آخري وقت ۽ آخري تاريخ ختم.

ڪٽڪ پوڪائيءَ جا مختلف طريقا ٽين ٽا. ڪي هاري ڪاهه ڪندا آهن. هن طريقي ۾ ريج ڪري، وٺ اچڻ تي ٻج ڇٽي، هر ڏئي مٿان سينهور ڏبو آهي. انهيءَ طريقي سان پوکيل ڪٽڪ ان گهٽ ڪندي آهي. ٻيو طريقو آهي ڪرڙ (گڙٻي). جنهن ۾ کيڙيءَ ۾ پاڻي ڏيڻ بعد ڳپ ۾ ٻج ڇٽبو آهي. هي طريقو هلڪين، ڪلراٺين، کهرين ۽ پڪين زمينن لاءِ جتي ڪِتوءِ ڪن (ڪچرو گندگاهه) هجي انهن لاءِ بهتر آهي، پر ڪُرڙ ٻنين ۾ ڇيهو پکي هزارن جي ولرن ۾ اچي لهندو آهي، هي پکي ڳيري کان ننڍو اڇي رنگ جو هجي ٿو. تمام تيز اڏامندو ۽ رات ڏينهن سفر ڪندو آهي. هي رات جو چانڊوڪيءَ ۾ ٻنيءَ ۾ پاڻي ڏسي يا ڏينهن جي روشنيءَ ۾ پاڻي ڏسي ٻنيءَ ۾ لهي پوندو آهي. جتي لهندو آهي، اتي پنهنجي پيرن سان ٻج جي حالت اهڙي تہ ڪري ڇڏيندو آهي، جو هو ڄمڻ لائق ئي نہ رهندو آهي. هي ٻج کائيندو بہ شوق سان آهي، هن کي اڏامڻ لاءِ هاري ناري بندوق، ڦٿاڪن ۽ کانياٺين جا ٺڪاءَ ڪندا آهن. ڇيهو هتي ويهہ پنجويهہ ڏينهن رهندو آهي. جنهن دوران هي پنهنجي پورت ۽ هارين زميندارن جي پيڻنگ ڪري پوءِ اڏامي ويندو آهي. اڏامڻ مهل گڏ اڏامندو آهي ۽ وڏو آواز ڪندو آهي.

جهڙيءَ طرح ڇيهو ڪرڙ پوکيءَ جو انتظار ڪندو آهي، اهڙي نموني نانگ ۽ نور گدڙ وري هن جو انتظار ڪندا آهن. گدڙ جي هي محبوب ڊِش آهي. ڇيهو پاڻ وري ٻج سان گڏ جيت جڻا، ڪيتريون ماڪوڙيون تڏ ۽ پوئنرا شوق سان کائيندو آهي. (هاري چوندا آهن تہ هن جي پيرن ۾ زهر آهي) ڏسو قدرت جو عجيب ڪارخانو! هڪ شيءِ

ٿئي جي غذا ڪيئن ٿي بڻجي ۽ نظام ڪيئن ٿو اڳتي هلي. جي هڪ شيءِ جو وجود ختم ٿي ويو تہ ان جو ڪيترين ٻين شين تي اثر پوندو.
ٿورو غور ڪري ڏسو! ڪٽڪ جي پڇي تيار ٿيڻ دوران بہ قدرت ڪيترائي رنگ ڏيکاريندي آهي. ڪڪڙيون، آنا بہ انهيءَ دوران وڏيڪ ڪنديون آهن، آري تي ويهنديون آهن، پوءِ سيارو اچي ڪڙڪندو آهي، جنهن جون وري ڪيتريون ئي دلچسپ نشانيون ۽ نظارا آهن، جيڪي ڪنهن ٻئي نشست ۾. ڪٽڪون پچڻ کان اڳ مانگهہ مهيني ۾ برسات لازمي پوندي آهي ۽ مانگهہ ۾ ئي مشهور مڇ وارو منفرد بهرم بري وارو ميلو لڳندو آهي. ڀلي ڪير قدرتي اهڃاڻن تي اعتبار ڪري يا نہ. پر ان ميلي ۾ اچي ڏسي تہ برسات پوي ٿي يا نہ! زوردار نہ سهي ڪٺا ڪٺا ئي سهي، پر پوندي لازمي. اها برسات ڪٽڪن لاءِ بہ ڪيترن ئي حوالن سان اهم هجي ٿي. هي اهو وقت هوندو آهي، جڏهن عمومن پاڻي جي بندي هوندي آهي، ان ڪري تازي پيتل ڪٽڪن کي نقصان ۽ سوڪهڙي جي شڪار ٿيڻ کي فائدو رسندو آهي. انهيءَ برسات کي روهيون سڏبو آهي، جيڪا پنج کان ست ڏينهن رهي سگهي ٿي، پر گهٽ ڪري ٿي ڏينهن ٿيندي آهي ۽ چوٿين ڏينهن کچي ويندي آهي. چوندا آهن تہ جي روهي ۾ برسات نہ بہ پئي تڏهن بہ جهڙالي موسم تہ ضرور ٿيندي ۽ سج کي لڪڻو پوندو آهي. روهي دوران جي ذڪر لڳو تہ ڪٽڪ آن مارينديءَ رتي بہ ڪندي، رتي جي بيماري ۾ ان سوڪهڙي ڪندو آهي. پر جي اتر لڳو تہ داڻو وڏو ٿيندو ۽ ڪٽڪ وزن ڪندي پر ان ۾ وري مال کي سيءُ لڳندو ۽ نقصان ٿيندو.
ڪٽڪ جي آن ۾ داڻي جي حوالي سان لوڪ ڏاهپ جي هڪ ٻئي ڳالهہ بہ مشهور آهي تہ ڪٽڪ اهڙي طرح پوکجي جو اها ڏياري ڏسي سگهي، ڏياريءَ وقت جيڪا ڪٽڪ ڦٽل هوندي اها داڻو وڏيڪ ڪندي، معني تہ ڏياريءَ کان

اڳ ڪٽڪ لازمي پوکي ڇڏجي. جي روهي برسات کان علاوه بہ جي ڏکڻ اولهہ جي ڪنڌ لڳي تڏهن بہ ڪٽڪ کي رتي لڳندي ۽ ان گهٽ ڪندي ڪٽڪ جي ان تي ورڻ مهل، سنگ ٿيڻ بعد جي زوردار هوا لڳي ۽ ڪٽڪ هڪ ٻئي مٿان ڪري پئي تہ بہ اها ان گهٽ پر ٻهہ وڌيڪ ڪندي اهڙا خالي سنگ جن ۾ داڻو نہ هجي، انهن کي کس سڏبو آهي. پر جي ڪٽڪ ۾ ان توقع کان وڌيڪ لهي تہ ڇئبو آهي تہ ڪٽڪ ۾ سم آهي. جي سردي گهٽي دير تائين هلي، اتر ۾ وڌيڪ هلي تہ ڪٽڪ سم ڪندي آهي. ڪٽڪن لاءِ ڳڙي واري برسات نقصان ڪار هجي ٿي. ڳڙي سان پڇيل داڻو بہ ڇٽي ٿو ۽ سنگ بہ ڀڃي پوي ٿو. عام طور تي روهي مان آڳاتي ڪٽڪ جي نقصان ۽ پاڇاتي کي فائدو رسندو آهي، پر آڪاڙ جي بارش ۾ ٻنهي کي نقصان ٿيندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن ڪري جي ڪٽڪ ۾ پتر وڌيڪ هوندا آهن، اهو هاري جي ناتجربيڪاري سبب ان وقت ٿيندو آهي، جڏهن ڪٽڪ لاباري لاءِ تيار هجي ۽ ان کي پاڻي ڏئي ڇڏجي. پوءِ لاباري مهل سنگ جي پاڙ يا ڪانگڙي پاڙ سميت مٽ ۾ اچي ويندي آهي ۽ اها هلر ۾ ڪٽڪ ۾ شامل ٿي ويندي آهي.

نئين لٽل ڪٽڪ ڪائڻ کي نئين وٽ ڪرڻ سڏبو آهي. ڪچي ڪٽڪ جنهن کي آنيو سڏبو آهي، ان کي باهہ تي سيڪي ڪائڻ جو مزو ئي پنهنجو آهي. اڳي واريا سين يا نرم زمينن ۾ ڪٽڪ جي پوکي بعد، برسات پوڻ جي صورت ۾ زمين تي ڊينگهر گهمائبو هو تہ جيئن زمين ٽڪ نہ ٻڌي ڇڏي ۽ ٻج ڦوٽهڙو سنو ۽ سولو ڪري. ڪٽڪ ۾ هڪ ڪٽڪ جهڙو ئي گاهہ ٿيندو آهي، اهو جنهن کي آڙڪ سڏبو آهي. هونئن ڪٽڪ جو جيڪو رهيل ٻج ٿئي، ان کي بہ آڙڪ سڏبو آهي، سو ان آڙڪ گاهہ کي هاري ڪانبو ٻڌي هٿ سان پٽي ڪيندا هئا. جنهن سان هڪ تہ مال لاءِ گاهہ ملي ويندو هو ۽ ٻيو تہ اڄ وانگر گاهہ ختم ڪرڻ واريون دوائون بہ ڪو نہ ڇنٽيون پونديون هيون، جن سان

هڪ تہ خرچ وڌي ٿو۽ ٻيو تہ ڪيترائي ڀيرا ڳاهہ ٻوٽا وجود وڃائي رهيا آهن. اهو تہ پلو ٿئي دوائن وارين ڪمپنين جو جو انهن وٽ اصلي دوائون مٽڻي گهٽ هونديون آهن، نہ تہ جيڪر ماحول جو ڏاڍو نقصان ٿئي.

جڏهن ڪٽڪ لاباري لاءِ تيار ٿيندي آهي ۽ زمين ساوڪ جو جبو لاهي، سنهري ويس پائيندي آهي تہ لوڪ ڏاهپ جا ماهر نيون نشانيون ڏسندا ۽ پڌائيندا آهن. ڪٽڪون تيار ٿينديون تہ ڪارڙو ۽ اچڙو تتر ٻچا ڪندو. جهرڪي لاباري کان اڳ گهر ٺاهڻ شروع ڪندي. تترن جا ٻچا ننڍا ٿي هوندا تہ لابارا شروع ٿي ويندا. آن ڪٽڻ مهل هلون، ڳيرو، جهرڪي ۽ هيڙو ٻچا ڪندا آهن. هاڻ تہ خيرن جو ٽريشر اچي ويو آهي، نہ ٿي هلر رهي آهي، نہ ٿي ٻتائي، نہ ئي لاباري کانپوءِ ڪانگڙي ۽ ڪاگنڙين جا مال لاءِ پيلاڙا. ياڳيا چوندا آهن تہ وونٽن جي پيلاڙن ۾ مال وڌيڪ متارو بہ ٿيندو آهي. پر ڪجهہ ٽرين جي بقول تہ ڪانگڙين ۾ مال وڌيڪ سائو ٿئي ٿو. ڳالهہ ڪانگڙين جي نڪتي آهي تہ اهو بہ ياد ڏيارجي تہ ماني رکڻ واريون دبڪيون، وڃٽا ۽ ٻيا ڪيترائي ڊيڪوريشن پيس انهن ڪانگڙين يا ڪٽڪ جي سلي/ تيليءَ مان ٺاهبا آهن. سرحد صوبي ۾ ڪانگڙي مان ڏاڍي پلي بانسري ٺاهبي آهي. پوءِ جڏهن ٻير پچي راس ٿيندا آهن تہ اها ڪٽڪ جي تيار ٿيڻ جي چڻ پڪي پختي گواهي هوندي آهي. ڪٽڪ جو تيار ٿيڻ ڪيترين ئي ماڻهن جي محنت مزدوري ڪري (لابارن جي صورت ۾) ٻي سال جو آن گڏ ڪري رکڻ جو وڏو موقعو هوندو آهي، ان ڪري هر ڪو ٻيو ايندي ويندي ٻيرن کي جاچيندو آهي. ٽري ماٺهو ٻير پچندي ڏسي، ميداني علائقي جو رخ ڪندا آهن. چڻ ڪہ کين گهر ويٺي ٻيرن ذريعي لاباري جي مزدوري جو اطلاع ملي ويندو آهي.هاڻ تہ خير اهي اڳ واريون ڇهہ ماهي ۽ بوسي ڪٽڪون بہ نہ رهيون آهن. انهن جي جاءِ تي اپائي مهينن ۾ تيار ٿيندڙ جنسون اچي ويون آهن، پر پوءِ بہ هڪ ڏاهپ جي اهميت اڄ بہ پنهنجي جاءِ تي موجود آهي.

ڪيترن ئي حوالن سان اڄ بہ هاري ناري ان مان فائدو وٺي رهيا آهن، پر انهن جو تعداد ڏينهون ڏينهن گهٽجي رهيو آهي. ان ڪان اڳ جو اسان جو صدين جو سينن ۾ سانديل اهو علم وڏڙن سان گڏ هليو وڃي، اڇو تہ ان کي دنيا جي بين سڌريل ملڪن ۽ قومن وانگر سنڀالي وٺون. اهو اسان جي وڏڙن جو اثاثو آهي.

روزاني ڪاوش خميس 19 فيبروري 2009ع

# زرعي معيشت جا وجود وڃائيندڙ روايتي طريقا ۽ ختم ٿيندڙ ٻولي

سائنسي ترقي ۽ ايجادن جتي انساني زندگيءَ کي سکيو ۽ سولو بڻايو آهي، اتي ان ڪيترين ئي روايتي شين ۽ طريقن کي ڏيهه نيڪالي ڏيڻ سان گڏ انهن شين جي وجود ۽ نالن کي بہ گم ڪري ڇڏيو آهي. ڪجهه عرصي بعد اهي روايتي ڪم، جيڪي سائنسي ايجادن بعد گهٽجي يا ختم ٿي ويا آهن، يا ٿي رهيا آهن، انهن جي حوالي سان ڪيترائي لفظ جي محفوظ ٿي ويا تہ رڳو ڊڪشنرين ۾ ملندا، جي ڊڪشنرين ۾ محفوظ ٿيڻ کان رهجي ويا تہ پوءِ هميشہ هميشہ لاءِ ختم ۽ گم ٿي ويندا. اهڙن ئي ڪمن ۾ هڪ زراعت جي حوالي سان مکيہ ۽ اهم ڪم "هلر ۽ ٻتائي (ٻتئي)" بہ هو جيڪو هاڻ ٿريشر اچڻ بعد ذري گهٽ ختم ٿي ويو آهي ۽ ان عمل ۾ استعمال ٿيندڙ نالا ذهنن تان ميسارجي رهيا آهن. هلندڙ صديءَ ۾ پيدا ٿيندڙ يا هوش سنڀاليندڙ ٻار جيڪي شهري تہ ٺهيو ٺيٺ ٻهراڙي واري ماحول ۾ رهندڙ ۽ پلجندڙ ٻار بہ هلر، ڳاهہ ۽ ٻتائي (ٻتئي) کان بلڪل ئي بي خبر آهن. هاڻ ڪٽڪ جلدي ۽ بهتر نموني صاف ٿي، ڳوٽين ۾ ڀرجي گدامن تائين پهچي ٿي، پر اڳ ۾ جيڪو هلر ڳاهڻ، واٽر پوءِ ٻتائي ڪرڻ ۾ جيڪو رومانس هو پڙ ۾ ڪُنڊي کان پوءِ ٻچيل ان پکي پکڙ کي ملندو هو ٻهہ ۾ رهجي ويل ان چوپائي مال کي متارو ڪندو هو اهو صدين کان هلندڙ سلسلو ختم ٿي ويو آهي. انسان

پلي اهوسمجهي تہ هن ڏاٽو ڏاٽو ضايع ٿيڻ کان بچائي ورتو آهي، پر سندس پورت پوءِ بہ نٿي ٿئي،ڇو جو هن جي زبان، پکين جو حصو فقير فقراء جو حصو معصوم ٻارن جو حصو بہ ڀاڻ ڪٽڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي، جنهن سان هن جي اپايل ان مان برڪت نڪري چڪي آهي، هيترو سارو ان ڪي اپائي پوءِ انسان بي سڪوني جو شڪار آهي، انهيءَ بحث کي هڪڙي پاسي رکي تہ اسان ڇا وڃايو ۽ ڇا پرايو آهي، اڇون ٿا تہ ان ڳالهہ تي تہ اهو سڀ ڪجهہ ٿيندو ڪيئن هو.

جهونا هاري ۽ زميندار ٻڌائين ٿا تہ صدر ايوب جي دور تائين يا تربيلا ڊيم ٺهڻ کان اڳ هتي ڪٽڪ گهٽ پوکبي هئي، پر جي ان کان بہ اڳ پيرو ڪٽبو تہ هن علائقي ۾ شروع ۾ رواج ٿي ڪونہ هو ماڻهن جو گذارو چانورن، ٻاجهري ۽ جوئر تي هوندو هو ڪٽڪ يا اٽو پنجاب مان ايندو هو جيڪو عيد براد تي ونبو هو. گهڻو ڪري ڏاٽا دلن ۽ مٽ وغيره ۾ سنڀالي رکيا هئا. ان مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ ڏاٽا ڪيترا هوندا هئا. پوءِ جڏهن 1899ع ۾ جمڙائو واهہ کوٽيو ويو ۽ هتي جي ماڻهن ۾ هڪ تہ زمين ۾ دلچسپي گهٽ هئڻ ۽ ٻيو تہ پوکيءَ ۾ مهارت نہ هجڻ ڪري انگريز جڏهن پنجاب ۽ هندستان جي مختلف علائقن مان آبادگار آڻي هت ويهاريا تہ پوکيءَ جا نوان نوان طريقا ۽ نوان نوان فصل پوکيا ويا. جي ڪو دل ۾ ڪري تہ ان کان معذرت، پر حقيقت اها ئي آهي.

شروع ۾ هتي جيڪا ڪٽڪ پوکبي هئي، ان کي سنڌي ڪٽڪ چوندا هئا. جيڪا قد ۾ ماڻهوءَ جي ڪلهي سان وڃي لڳندي هئي، پوءِ ميڪسي وغيره جهڙيون ڪٽڪ جون جنسون آيون. ان وقت جيئن تہ ماڻهن جو گهڻو گذر سفر مال تي هو انساني آبادي گهٽ ۽ مال

جي آبادي وڌيڪ هئي، زمين بہ ڪيڙيءَ هيٺ گهٽ هئي، مال جي چاري لاءِ جوءِ جام هئي، ماڻهن کي اجا ٻُهہ جي نہ تہ فائدن جي خبر هئي ۽ نہ ضرورت ان ڪري اڳ ۾ ڪٽڪ پچي تيار ٿيڻ بعد ان جو لاباروڪرڻ مهل شروع ۾ مٿيون نري جيترو حصو لٽبو هو پوءِ گرانٽ جيترو ۽ آخر ۾ ٻهہ جي ضرورت پوڻ تي تري مان لٽڻ شروع ڪيو ويو. اڳي جيئن تہ هرموسم ۾ سڄي ٻني ڪو نہ ڪاهبي هئي، ان ڪري مٿيان رڳو سنگ ڪنجڻ بعد بيٺل ناڙي واري ٻنيءَ ۾ مال پٽارو پيو چرندو هو.

ڪٽڪ پچي تيار ٿيڻ بعد لاباري ڪيل ڪٽڪ جا، جنهن کي ولهہ سڏبو هو گڏا ٻڌي سگهڻ، صاف ۽ سڌي زمين جنهن کي "پِڙ" سڏبو هو تي ڪرو يا ڍيرو ڏاهبو هو ان ۾ ستي ڪري ولهہ/ول گڏ ڪبي هئي، جنهن کي ڦيڙهو (مٿي دڙو) سڏبو هو. هلر ڳاهڻ ڪان اڳ ڦيڙهي واريءَ ولهہ کي پکيڙي ڇڏبو هو تہ جيئن سڪي وڃي تہ ڳاهڻ ۾ آساني ٿئي، ان کي پگهر چئبو هو ڦيڙهي جي چوڌاري پگهر وڇهي يا پکيڙي پوءِ ڳاهہ ڳاهڻ لاءِ ڍڳا آڻبا هئا، جيڪي ڪٽڪ جي مقدار ۽ ڍڳن جي دستيابيءَ جي حوالي سان هڪ جوڙي يعني ٻن ڍڳن ڪان وٺي ڇئن جوڙن تائين بہ هوندا هئا. ڍڳا آڻي پوءِ انهن جي پنيان ڪنڊي جي وڻ جي ڪنڊي نہ هجڻ جي صورت ۾ بير جو ڍنگهر ٻڌبو هو. جنهن کي فرشو/ڦرسو سڏيندا هئا. فرشو انگڙي ذريعي پاچاريءَ جي وچ ۾ جنهن کي ناڙي چئبو آهي، ان ۾ ٻڌبو هو گول ناڙو پهرين پاچاري ۾ ڦاسائي پوءِ هرهين ۽ ڪڪري ۾ قابو ڪبو هو پوءِ پگهر مٿان ڍڳن ذريعي فرشو هلائبو هو ڪڏهن ڪڏهن فرشي جي وزن ڏيڻ واسطي ان تي ولهہ رکي مٿي ٻار کي بہ ويهاربو آهي، ٻار اهڙا مفت ۾ جهولا وٺي مزو ماڻيندا هئا ۽

شوق سان گهران وڏي لاءِ ٻنيءَ تي ماني چانهه کڻي ايندا هئا. ڪڏهن وڏيڪ وزن ڏيڻ واسطي وڏو بہ فرشي تي ويهاريو هو. ائين تاڪ منجهند جو جهولن واري گرمي کان ڪجهه ڏينهن اڳ ۾ يا جهولن ۾ هلر ٻڌبي هئي. منجهند جو ان ڪري جو ان وقت وڌيڪ گرمي لڳڻ ڪري ولهه جلد پري ويندي هئي. صبح شام جو هوا ۾ وڌيڪ گهم جي ڪري ڪجهه مشڪل ٿيندي هئي. هلر ڳاهيندي داڻا ولهه يا سنگ جيڪي ڪري مان ٻاهر نڪري ويندا هئا، انهن کي ٽنگڙي ذريعي واپس ڪري ۾ ۽ ڏڳن جي پيرن هيٺيان آڻبو هو جنهن کي "وچ ورائڻ"سڏبو هو. اڳي هتي ٽنگڙي جو ڳن ۽ ڏندا ٻئي ڪاٺ جا هوندا هئا. پوءِ هتي سيخن يا لوهه جي ڏندن جو استعمال شروع ٿيو. جيڪا ولهه مٿان ڳاهجي سنهي ٿي ويندي هئي، ان کي هيٺ ڪري ۽ هيٺ ثابت پيل ولهه کي ٽنگڙي سان هيٺ مٿي ڪبو هو جنهن کي ٿوپ ڏيڻ چئبو هو. ائين ولهه يا پڳر جي حساب سان هڪ بہ ٽي يا وڌيڪ ٿوپ ڏبا هئا. ائين پڳر پڪيڙيندي ۽ ٿوپ ڏيندي ڦيڙهو اچي پورو ٿيندو هو. پوءِ ڳاهيل ڦيڙهي کي گڏ ڪري رکبو هو جيڪو ڏڙو سڏبو هو. نڙي تيار ٿيڻ بعد واءُ جو انتظار ائين ڪبو هو جيئن ڪنهن دل گهرئي دوست جو ڪجي. واءُ پر سٺائو واءُ بہ گهٽو نہ ٿورو. اهو وقت جيئن تہ ذڪڻ لڳندڙ جهولن جو هوندو هو. ان ڪري اڪيون واتن جي بجاءِ آسمان ۽ وڻن جي پنن ڏانهن هونديون هيون ۽ ساهه مٺ ۾ هوندو هو. واءُ لڳڻ تي وائر شروع ڪبي هئي، وائر ڪوشش ڪري چاندوڪين ۾ ڪبي هئي. گهٽو واءُ بہ نقصان وارو هوندو هو جو اهو واءُ ان بہ اڏائي ويندو هو ۽ ٿوري ۾ بہ وائر ذڪي ٿيندي هئي، وڌيڪ لڳندڙ واءُ ۾ ٽنگڙي کي گهٽو مٿي ڪو نہ ڪبو هو ۽ ٿوري

واءُ ۾ ٽنگڙي ڪي مٽي اچل ڏيٺي پوندي هئي، هر ڪم ۾مهارت گهرجي، ڪو بہ ڪم سولو ۽ بغير مهارت جي بهتر نٿو ڪري سگهجي، ائين واءُ ۾ بہ گهربل مهارت جو هجڻ لازمي آهي، ڏڙي ڪي ڪٽڪ جي مقدار مطابق حصن ۾ الڳ الڳ ڪري (اتي) واٽربو هو. انهن حصن ڪي ڪٽڪ جا ٻچا سڏبو هو ائين بهہ هوا جي ڪري الڳ ۽ ان الڳ تي ويندو هو. گهرن ۾ ٽورو ان وغيره ڇڄ تي بہ ڇڙبو يا واٽربو هو.

الڳ ٿيل ان ڪي ساڳي گهڙيل ۽ صاف ڪيل پٽ تي پکيڙبو هو. ٿلها ڪٽڪ جا تيلا، جن ڪي ڪڏ سڏبو هو جيڪي هلر دوران سولي نموني پري يا ڳاهجي سگهندا هئا. اهي ۽ رهجي ويل ڪي ڪي سنگ گڏي پٽ جي وچ ۾ ڪائي، جنهن ڪي ميڙهہ سڏبو هو. اها ڪوڙي پوءِ هڪ يا ٻن جوڙن جي مدد سان وري هلر ٻڌبي هئي، جيڪا گانبولي سڏبي هئي. گانبولي ۾ رڳو ڍڳا ان مٿان ڦرندا هئا. پر فرشو ڪونہ ٻڌبو هو. ان ڪي بيلچي جهڙي ڪارائي سان هيٺ مٿي ڪبو هو جيئن ٿوپ ڏبي آهي. سنگ ڳاهجي ويندا هئا تہ وري بہ ڇٽا گڏجي ڪارائي سان واٽرندا هئا. ٿوري ان هجڻ جي صورت ۾ گاگوڙن سان بہ واٽربو هو. گانبولي دوران ان جي صفائي جو وڏو خيال رکيو ويندو هو. ان ڪي ڍڳي جي پيشاب کان تہ ڪونہ بچائي سگهبو هو باقي ڇيڻو لاهڻ لاءِ جيئن ئي ڍڳو پيڇ مٿي ڪندو هو تہ هڪ ڇٽو ٻوڙي وجي ڍڳي جي پڇ هيٺان هٿ جهليندو هو ائين داڻن ڪي ڇيڻي کان صاف رکبو هو. گانبولي بعد ٻيهر واٽر ڪرڻ مهل هڪ همراهہ واٽر ڪندو هو ۽ ٻيو واٽر ڪيل داڻن مٿان ڪانڊيرن جو ٻهارو جنهن ڪي ڦرهيو سڏبو هو اهو گهمائي ان جي مٿان رهجي ويل ڪک پن ڪي الڳ ڪندو ويندو هو. صاف ڪيل ان

جي ڍڳ کي راهه سڏبو هو راهه کي جانورن جي نقصان کان، چوري کان بچائڻ لاءِ ڪجهه زميندار يا هاري ان تي مٽي رکي مٽان ڪو نشان يا پنهنجو نهيل ڪاٺي جو ٺپو هڻي ڇڏيندا هئا ته جيئن چوري وغيره ٿئي ته خبر پئجي سگهي، هڪ قسم جي اها سيل هوندي هئي. اها مٽي جي سيل ٽٽي پئي ته ان کي راهه پيچڻ سڏبو هو اڪثر ڪري ڪرن جي حفاظت لاءِ ماڻهو به رکبو هو جنهن کي ڪانرو ڪانگ تڙو راکو يا واهي سڏبو هو ائين ڳاهه ڳاهجي صاف ان جي شڪل اختيار ڪري بٺائي لاءِ تيار ٿيندو هو. اهڙي ئي صورتحال لاءِ ڪنهن شاعر چيو ته:

ڪٽي منجهه قرار هئا هيڪاندا سنگ ۾
ڳاهي ڳاهه فراق جي ڪيا ڏارون ڏار
مجاڻ پيهار ڪير ملندا ڪنهن سين.

هاڻ اهڙا داٽا جيڪي سلي ڦٽڻ کان وٺي پچي راس ٿيڻ تائين ۽ پوءِ ڳاهه ڳاهجڻ کان وٺي راهه تيار ٿيڻ تائين گڏ هئا، انهن جي هميشه هميشه لاءِ ڏار ٿيڻ جو وقت پرجي ايندو آهي. راهه تيار ٿيڻ تائين ڍڳن ۽ هارين کي سخت گرمي ۽ جهولن ۾ ڪم ڪرڻو پوندو هو ان ڪري گرمي به لڳندي هئي. جنهن جي علاج طور ڍڳين کي ڳڙ کارائبو هو. ٿالهي يا ميندي جا پن پسائي ڏبا هئا، چانهه جي پتي به ڏبي هئي. هينئر به ڪنهن وڏي مسافري بعد ڍورن جي ٿڪ پيچڻ لاءِ ڳڙ جو پاءُ يا اڌ ڪلو کارائبو آهي، هلر ۾ ڪانگڙي تي هلڻ دوران ڍڳن جا پير ڪچا ٿي پوندا هئا، جيڪي هفتي ڏيڍ جي آرام ڏيڻ سان ٺيڪ ٿي پوندا هئا. سنڌي ڪٽڪ جلد پري پوندي هئي ۽ ميڪسي پرڻ ۾ مشڪل هوندي هئي. هلر دوران ان ڍڳي جي منهن تي ڇڪويا ٻوٽاڙو نه چاڙهڻ جي

صورت ۾ ان جو منهن رسي سان ٻڌي چڏبو هو جنهن کي ور ڏيڻ سڏبو هو ته جيئن اهي هلر ڳاهيندي گهٽوان نه کائي وڃن ۽ آيامجي نه پون ۽ پوءِ وقت ڏنو ته الائي هارين جي حق ۾ بهتر ٿيو يا نه. پر هلر ۽ ڏڳن جي جاءِ تي 1965ع ڌاري ٽريڪٽر اچي ويو جيڪو 100 مڻ جو ڳاهه جيڪو 15 کان 20 ڏينهن ۾ ڳاهبو هو اهو ڪم چند ڪلاڪن ۾ ٿيڻ لڳو. بچيل وقت مان گهٽو ڪري هاري ڪو فائدو نه ورتو نه ئي ان جي ان بچيل وقت لاءِ ڪجهه سوچيو ويو. هاري قرضي ٿيڻ لڳو آسودگي ختم ٿي وئي ته هڪ ثقافتي دور به پڄاڻيءَ تي پهتو ۽ ان ۾ استعمال ٿيندڙ ٻولي ۽ پهاڪا به وڃي ڊڪشنرين ۾ پورجيا. هن صديءَ ۾ پيدا ٿيندڙ يا هوش سنڀاليندڙن کي شايد ئي خبر هجي ته هن کان اڳ سندن کائڻ لاءِ ايندڙ ڪڻڪ کهڙن مرحلن مان گذري ايندي هئي ۽ هاريءَ کي ڇا ڇا ڪرڻو پوندو هو ۽ ان جو اسان جي معيشت تي ڪهڙو اثر پوندو هو.

هلر دوران استعمال ٿيندڙ اهي لفظ جيڪي هاڻ رڳو ڊڪشنرين ۾ وڃي بچيا آهن.

پڙ/ کرو/ ديرو: اهو ميدان، جتي لابارو ڪيل ڪڻڪ گڏ ڪجي.

لابارو: ڪڻڪ لڻڻ

ول/ولهه: لابارو ڪيل ڪڻڪ

ڪانگڙي: ولهه

ڦيڙهو: ڪڻڪ جو ڍير

ڀگر: ڦيڙهي مان ڪڻڪ ڪڍي ڳاهن لاءِ پکيڙڻ

ڍنگهر/ڦرسو: ڪنڊي يا ٻير يا ڪنهن به وڻ جي وڍيل ٽاري.

فرشو: ڪنڌي يا ٻير جي ڏنگهر، جيڪا هلر ڳاهڻ وقت ڏڳن جي پويان ٻڌبي هئي.
انگڙو: چمڙي جو يا ڪو ٻيو رسو جيڪو فرشو ڇڪڻ لاءِ پاڇاريءَ ۾ ٻڌبو آهي.
ناڙي: پاچاريءَ جو اهو حصو جنهن ۾ انگڙو ٻڌبو آهي.
ڪرهو: پاچاريءَ جي مٿئين ڪاٺي.
ترهوٽ: پاچاريءَ جي هيٺين ڪاٺي.
ٽنيريون: پاچاريءَ جي وچ واريون ٻه ڪاٺيون.
ڏورٽو: پاچاري جي اها ڪاٺي، جنهن سان ڏڳي جو ڪنڌ پاچاري ۾ قابو ڪبو آهي.
چچري: ڪاٺيءَ جي اها ميخ يا ڪلي، جيڪا ٽنيري ۽ ڪرهي جي وچ ۾ لڳندي آهي.
ڪُڪري: پين يا پڪي جي ڪاٺي، جيڪا هر ۾ استعمال ٿيندي آهي، پر هاڻ ان جي جاءِ تي ٻير جي ڪاٺي استعمال ٿئي ٿي. پين ۾ لچڪ هوندي آهي.
هر: زمين کيڙڻ جو اوزار
گهوٻو: هر جو زمين کيڙڻ وارو لوهي حصو
ڪنر: هر جو هڪ قسم، جيڪو گهوٻي واري هر کان مختلف ٿئي ٿو.
ٽنگڙي يا ٽيانگ: وائر ڪرڻ لاءِ هڪ (گهٽو ڪري بانس جي) ڪاٺي، جنهن جي هڪ حصي ۾ لوهه جون ٽي چار سيخون لڳل هونديون آهن.
وٽ ورائڻ: هلر ڳاهڻ وقت ڏڳن جي پيرن يا فرشي جي ڪري ڪري

ڪان پري تي ويل ولهه کي واپس ڏڳن جي پيرن ۾ آڻڻ کي وٽ ورائڻ چئبو آهي.

ٽوپ ڏيڻ: ڳاهه ڳاهڻ وقت ڳاهيل ڪٽڪ کي هيٺ ڪرڻ ۽ هيٺيان وارن ثابت سنگن کي ٽنگڙي سان مٿي ڪرڻ کي ٽوپ ڏيڻ چئبو آهي.

ڏڙو: ڳاهيل ان يا ڳاهيل ولهه

وائر: هوا تي ان کي مٿي اڇلائڻ سان ٻهه اڏامي پري وڃي ڪرندي ۽ داڻا ٻهه کان ڌار هجڻ ڪري اتي ڪرندا. ان عمل کي وائر چئبو آهي.

راهه: گڏ تيل ان کي راهه سڏبو آهي.

راهه پچڻ: راهه مان ان چوري ٿيڻ يا مال وغيره جي زيان کان باخبر رهڻ لاءِ راهه جي مٿان مختلف هنڌن تي مٽي ڏئي ان مٿان زميندار پنهنجو ٺپو هڻندا هئا. جي ڪنهن راهه مان ان ڪنيو ته مٽي اڳتي پوئتي ٿي ويندي هئي ۽ راهه پچي پوندي هئي، جيڪا هڪڙي قسم جي سيل هوندي هئي.

ڪانرو، ڪانگ ٽڙو راکو يا واهي: اهو ماڻهو جيڪو ڪري جي حفاظت لاءِ مقرر ڪبو هو.

ميڙهه: راهه جي پرسان ٻٽائي (ٻٽئي) ڪرڻ لاءِ ڪوڙيل ڪاٺي.

رَڪ: راهه جي چوڌاري ٻٽائي کان اڳ پاٽي جو هڪ ليڪو ڪڍبو هو جنهن کي رڪ سڏبو هو.

بسم الله جي ڪار: رڪ واري ليڪي کي سڏبو هو بسم الله جي ڪار.

ٻٽائي (ٻٽئي): ڪري مان ان ورهائڻ جو عمل

ڪنڍي: پڙ ۾ ٻٽائي کان پوءِ بچيل ڪٽڪ کي ڪنڍي چئبو هو.

ٻوٽاڙو: هلر ۾ هلندڙ ڏڳن جي منهن تي چاڙهيل ڇڪو ته

جيئن هلر ڳاهيندي ان نہ کائي سگھن.

گاگوڙا: وڏا ڇڄ، جن سان واٽر ڪبي هئي، اهي گاگوڙا ٻالا يا گرگلا ٺاهيندا هئا.

گانبولي: ڳاهيل ولهہ مان سنگن کي وري ڳاهڻ لاءِ ٻيو پيرو هلر ڏيڻ کي گانبولي سڏجي ٿو.

ڏڙو: ڳاهيل ڀڳر يا ڦيڙهو ڏڙو سڏجي ٿو.

ڪٽڪ جا ٻچا: ڏڙي واري ڪٽڪ کي حصن ۾ يا الڳ الڳ ڪري وائربو آهي، هر حصي کي ڪٽڪ جو ٻچو سڏجي ٿو.

ڪارائي: گانبولي دوران ان کي هيٺ مٿي ڪرڻ لاءِ بيلچي جهڙو اوزار.

ڦريو: گانبولي بعد وائريل ان مٿان ڪانڊيرن جي ٻهاري، جنهن سان ان ۾ رهجي ويل ڪک پن کي الڳ ڪبو هو.

راهه: صاف ڪيل ان جو اهو ڍير، جنهن جي اجان ٻٽائي نہ ٿي هجي.

بيل گاڏيءَ/ڏِگي گاڏيءَ جي مختلف حصن جا نالا:

عام طور تي ڏِگي گاڏيءَ جا ٽي مکيہ حصا هوندا آهن. جن ۾ چاڪ، ٺاٺو، ولوءِ پاڃاري شامل آهن. اهي مکيہ حصا وري ٻين ننڍين ننڍين حصن تي مشتمل هوندا آهن، جن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.(سنڌ ۾ عام طور تي بيل گاڏي/ڏِگي گاڏيءَ جا ٻہ قسم موجود آهن. جن ۾ هڪ اتر واري پاسي ۽ ٻيو لاڙ واري پاسي جا آهن. ٻنهي ۾ جيئن تہ بناوت جي لحاظ سان ڪجهہ فرق آهي، ان ڪري هتي هي وضاحت ضروري آهي تہ هيٺ ڄاڻايل ڏِگي گاڏي جي حصن جا نالا، لاڙ واري پاسي جي ڏِگي گاڏيءَ جا آهن)

(الف) چاڪ / ڦيٽو

پٽو(لوھ جو) 2. ونگي 3. ارو 4. ٻيڏي 5. آمڻ 6. تئو 7. مورو

(ب)بادي/ٿانٽو

چورسو 2. اپرسا 3. ٻنا 4. پاسي جا تختا 5. ڪٽا 6. ڪُوٽي 7. پسرون 8 سريا 10 پيٽي 11. ڏُري 12. ڪوبلا 13 بيهڪ ٿانٽا 14 مڪڙي 15. تڪاٽي 16 ميڄڻ پٽي. 17 بانڪ 18. بولٽ 19. ميڄر تختو. 20 ميڄر پٽي

(ت)ولو:

اونڙو

(ث) پاچاري

ڏورٽا، ڪليون ڪنڊيون.

مستري پرويز ولد بشير مسيح، عمر 35/36 سال، ويٺل سانگهڙ

مستري منير ولد فيروز مسيح ، عمر 50 سال، ويٺل سانگهڙ

شفيع محمد لغاري ولد عطا محمد، عمر 70 سال، ويٺل (ميرپورماٿيلو) سانگهڙ

(روزاني ڪاوش اربع 22 اپريل 2009ع)

# فطرت، ماحول ۽ انساني نالا

انسان تي ماحول جو ازل کان اثر رهيو آهي. زندگيءَ جي شروعاتي وکن کان وٺي آسمان تي اڏامڻ تائين انسان فطرت جي ڪيترين ئي شين کان سکيو آهي. ڪيڏي نه دلچسپ ڳالهه آهي جو پاڻ کي عقل ڪل سمجهندڙ انسان پکين ۽ جانورن جو نقل ڪندو انهن کان سکندو رهيو پر پاڻ موٽ ۾ انهن کي ايترو نه سيکاري سگهيو جيترو انهن کان سکيو.

جيئن انسان جانورن وانگر غارن ۾ رهيو وڻن جي ميون ۽ پنن کي کائيندو به رهيو ته انهن سان جسم به ڍڪيندو رهيو. کير ۽ گوشت مان بک جي باهه وسائيندو رهيو. ائين نالن رکڻ کان وٺي مثالن ۽ تشبيهن ڏيڻ تائين انهن تي ئي انحصار ڪندو رهيو. اها ئي ڳالهه آهي ته انسان پاڻ کي عقل جي انتها تي محسوس ڪندي ۽ آسمانن ۾ اڏامڻ بعد انهن ئي جانورن، پکين ۽ وڻن ٻوٽن خلاف ڪات ڪهاڙا کنيو وتي. سڄيءَ دنيا ۾ جيڪي شروع ۾ نالا رکيا ويا، اهي به فطرت جي مختلف اهڃاڻن، وڻن ٻوٽن، جانورن، پکين، مڇين، سج، چنڊ، تارن، پاڻي، جبل، سمنڊ، هوا، ياڳ، نياڳ، مطلب ته زمين جي اندر ۽ ٻاهر موجود شين جي حوالن سان رکيا ويا، پر جيئن جيئن انسان فطرت ۽ ماحول کان منهن موڙيندو رهيو تيئن تيئن اهڙن نالن کان به پاسيرو ٿيندو ويو. اڳتي هلي، پنهنجي نالن جي نسبت وارن انهن شين جو ماڳهين جاني دشمن بڻجي

بيهي رهيو. اڄ شايد اسان ايترا ماحول ۽ فطرت دشمن نه هجون، جي انهن نالن کان منهن نه موڙيون ها. پيو ڪجهه نه ته به گهٽ ۾ گهٽ پنهنجن نالن وارين شين جو ٿورو گهڻو احساس ذرو ڪريون ها، جيئن فطري طرح تي هم زبان، هم شهر، هم ذات، هم قوم جو احساس تيئن سان گڏ هم نام جو احساس ٿئي ٿو پوءِ ڪٿي ڪڏهن ڪڏهن ئي سهي ۽ گهٽ کان گهٽ ئي سهي ۽ مختلف وقتن ۽ حالتن ۾ ئي سهي!

انسان انهن ماحولياتي نالن کان منهن ان وقت موڙيو آهي، جڏهن انهن کي غير اهم سمجهڻ شروع ڪيو آهي ۽ شايد اها ئي شروعات هئي، انسان جي ماحول دشمنيءَ جي! پهرئين مرحلي ۾ انسان، انهن نالن کان جان ڇڏائي هئي ۽ آخري مرحلي ۾ انهن جي خلاف عملي طرح ڪات ڪهاڙا ڪٽي بيهي رهيو آهي ۽ ڪيترن ئي نسلن کي پويان پساهه ڪٽائڻ جي وچي ويجهو پهچايو آهي.

اهڙن فطرتي مظهرن ۾ جن کي اسان شروع کان وٺي ڪنهن نه ڪنهن سبب يا انهن جي ڪنهن نه ڪنهن خاصيت کان متاثر ٿي نالن طور اپنايو ان لاءِ به ٿي سبب ڏاڍا دلچسپ ۽ ڏايا وچن ٿا. هڪ ته، جي ڪنهن جو اولاد نه بچندو هو ته هو ٻار تي ڪو اهڙو نالو رکندو هو جيڪو اڳ ۾ ئي ڪنهن تي رکيل هجي، پر ان جي عمر وڏي هجي. ڪجهه نالا وڏن ماڻهن جي ڀاڳ ۽ نصيب کان متاثر ٿي به رکيا ويا ته شايد پيدا ٿيندڙ ٻار جو ڀاڳ به ان جهڙو ٿئي. ڪجهه نالا وڏي عمر يا ٻيون خاصيتون رکندڙ ميون، ٻوٽن، وڻن، جانورن يا ٻين قدرتي مظهرن کان متاثر ٿي رکيا ويا. اها ڳالهه به دلچسپي کان خالي ڪونهي ته، جي ڪنهن جو ٻار زنده نه بچندو هو ته اهو ماڻهو ٻار ڄمڻ تي اوڙي پاڙي مان

فوري طور تي پنني يا خيرات وٺي ان مان سون يا چاندي جي والي يا واليون ٻار لاءِ ٺهرائي، ٻار کي پارايون ويندون هيون ۽ ٻار جو نالو بيکو يا بيکي رکيو ويندو هو( بيک معنيٰ خيرات).

ماحولياتي يا فطري نالن ۾ تبديلي شايد ان وقت اچڻ شروع ٿي، جڏهن انسان تي مذهبي رنگ حاوي ٿيڻ لڳو ائين فطري يا ماحولياتي نالي سان گڏ مذهبي نالو به ڳنڍجڻ لڳو ۽ پوءِ پهرين مرحلي ۾ نالن ۾ ڪجهه هن قسم جُون تبديليون اچڻ لڳيون. مثال طور وسايو الهه وسايو ٿي ويو ورايو الهه ورايو ٿي ويو الهه بخش، الهه ڏنو الهه وڌايو خدا بخش، رب ڏنو مالڪ ڏنو ڏٺي پوٽو خالق ڏنو. مير، مير محمد ٿي ويو بخش يا بخشل، محمد بخش يا رسول بخش تبديل ٿي ويو. صفا ويجهي ماضي ۾ سنڌي ماڻهن جي نالن ۾ انهن ڪان هٽي ڪري ڪجهه تبديلي آئي آهي، هڪ مرحلي تي سنڌين وٽ ڪجهه مخصوص نالا ئي وڃي بچيا هئا. چو جو ماضي وارا فطري نالا انهن رکڻ ڇڏي ڏنا هئا ۽ نون نالن جي شايد انهن کي خبر نه هئي (معذرت سان) هڪ ٻي دلچسپ ڳالهه اها به سامهون اچي ٿي ته جيتوڻيڪ چيو اهو وڃي ٿو ته سنڌي ٻولي ۾ 52 اکر آهن، ان ڪري هر لفظ اچاري سگهجي ٿو پر نالن جي حوالي سان ڪافي اهڙا مذهبي نالا هئا، جيڪي سنڌي ۾ صحيح نمونيٰ اچاري نه پئي سگهجا ۽ انهن عربي نالن کي سنڌي نالن ۾ تبديل ڪري ڇڏيائون، جيئن يعقوب کي جاڪب، يوسف کي جوسب وغيره. وري ٽري لهجي ۾ گهٽي پاڳي سيني نالن جي پٺيان "يو" لڳائي نالن کي بلڪل ئي نئين شڪل ڏني وئي، جيئن صديقيو، ڪتوڙيو، ڪيترائي سنڌي ماڻهو اڄ سوڌو ا، ع، ز ظ، س کي ث، ط غ-گ ق-ڪ نموني

اچاريندا آهن.

دلچسپ ڳالهه اها بہ آهي تہ انساني نالا جيڪي ڪنهن بہ ماڻهو جي ڪافي حد تائين سندس خانداني پسمنظر جي حوالي سان گهڻو ڪجهه ٻڌائين ٿا تہ نالو ٻڌي ڪنهن بہ اڻ ڏٺي شخص جي عمر جو بہ ڪنهن حد تائين اندازو ڪري سگهجي ٿو مثال طور اجوڪي دور ۾ ڪنهن فطري مظهر جو رکيل نالو ٻڌي، اڻ ڏٺي شخص متعلق چئي سگهجي ٿو تہ يا اهو وڏي عمر جو ماڻهو آهي يا سندس خاندان کي موجوده ترقيءَ جي هوا اجا تائين ناهي لڳي. ڪنهن موجوده يا ماضيءَ جي اداڪار، گلوڪار، موسيقار، رانديگر، سياسي ليڊر، وغيره جو رکيل نالو ٻڌڻ سان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ، هن ماڻهو جي پيدا ٿيڻ وقت سندس خاندان جو جهڪاءُ ڪهڙي پاسي هو. موسيقيءَ ڏانهن هو يا سياست ڏانهن هو ساڳئي نموني ان نالي مان عمر جو اندازو بہ ائين ڪري سگهجي ٿو تہ اها نالي واري شخصيت ڪهڙي دور ۾ شهرت جي بلندين تي هئي، گهڻو ڪري ڪنهن شخصيت کان متاثر ٿي نالا ان وقت رکيا ويندا آهن، جڏهن اها تمام گهڻي مشهور هجي، جيئن ذوالفقار، بينظير، عمران، ماجد، فيض، فراز، دليپ، ڪشور، مڪيش، نديم، وحيد، نورجهان، صدام، ماروئي، هوشو اهڙي نموني ڪجهه نالا مقامي بااثر، شخصيتن پٺيان بہ رکيا ويندا آهن، (هرو ڀرو) صفا ائين بہ ڪونهين، پر ڪجهه سبب اهي بہ آهن، (اختلاف ڪرڻ وارن لاءِ گنجائش موجود آهي)، ساڳي نموني اڳي سنڌي ماڻهو نالي مان ئي سڃاڻپجي ويندو هو جيئن پنجابي مٺي مان ۽ ترادي/لاڙي لهجي مان، باقي اجوڪي دور ۾ انهن جي فائدن نقصانن تي بحث ڪري سگهجي ٿو.

**ڌرتيءَ ۽ فضا جي حوالي سان نالا:**

فضا، فلڪ، هوا، هير، دريا خان، جبل خان، ڏونگر، سمندر خان، بادل، ميگهه، ساوڻ، بهار سارنگ، وسند، بسنت، مهراڻ، سنگهار، سانجهي، ڏوڙيو ڏوڙي، گنگا، جمنا، ڪوڏو مل، ڪپت، ڪيتو ڪيت پائي، سرهي، ساگر، مينهن پائي، وسايو شبنم.

**وڻن، ٻوٽن، گلن ۽ گاهه جي حوالي سان انساني نالا:**

باغ، ڪرڙ ڪنڊو ٻير، ڪبڙ اڪ، لوڻي، لوڻو ڪانڊيرو پرٽ، ڦوڳ، ٿوهر، گل، ڦل، گلاب، گلڻ نم، تلسي، گلزار گلشن، ڪنول.

**ميون يا ڀاڄين جي نسبت سان نالا:**

ميوو انب، صوف، ڏاڙهون، ٻير، ڄانگرو ٿوهه، پيرون، ليمون، توت، زيتون، چيڙ، ڪنور انبڙي، موري، بصر مل، بصران، ڪيوڙو گدرو لونگ، گيدوڙو مري (مرچ) ڀڳڙو ونگو.

**ڏينهن، مهينن ۽ وقت جي حساب سان نالا:** جمع، آچر، سومر، سرچار خميسو رمضان، رجب، محرم، شعبان، صفر، عرس، سانجهي، عيدن، عيدو پونم.

**جانورن ۽ پکين جي حوالي سان نالا:**

مور، ڊيل، طوطو چتون، منو ڪوئل، ڪيهر، هنس راج، ڪونج، پوپٽ، پري، تنڌڻ، ببرڪ، مرگهه (هرڻ) شهباز شاهين، باز خان، ڪانگل، ڪرڙي، سيٽو (پکي) هيڙو هينڙو/هاڙهو بگهڙ (ذات) شينهن، مينا.

**معدنيات جي حوالي سان نالا:**

موتي، هيرو سون، پائي، سونو سوناري.

**مچين تي نالا:**

پوپري، سينگاري، لڇمي، (مڇي) ڏاهي، سهڻي/مٺي، ٽيري، موري، موراڪي، جرڪي، گندري، گندڻ، گلفام.

## رشتن جي نسبتن سان نالا:

پيارو پرين، محبوب، ساجن، پريم، سائل، محب، محبت، ملوڪ، مومل، منتار سهڻي، منو مجاهد، قاصد، ڪومل، دوست، دلبر، سونهن، نصيب، نصيبان، ڀاڳي، ڀاڳان، ڀاڳل، صالح، جاڙو بيکي، بيکو معشوق، عاشق، اوشاق، ضمير، لکمير، ولائت، سوڀارو سهوجهه، چڱو جنگي، جاڻ، جانو حاڪم، حڪم چند، حڪمو فقري، سالڪ، مالڪ، خادم، سکيو سکان، ثابت، ننگر، فاضل، پيراٽو مريد، پوڙهو ڀڏو، هوت، مرتو حسين، حسناڪ، سوڍو، مکڻ، کير ٻائي، کنڊ ٻائي، مصري.

## آسماني مظهر:

سورج مل، تارو مل، لڏو مل، (تاري جو هڪ اهم قسم) چندر، آفتاب، مهتاب، شمس، قمر، روشن.

## رنگن جي حوالي سان:

ڀورو ڪارو، گلابيو ۽ ڳاڙهو.

انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو ته اوائلي دور جو انسان ڪيڏو نه ماحول ۽ فطرت دوست هو ان جو فطرت سان ڪيڏو نه ويجهو لاڳاپو هو!! پر نام نهاد ترقي جي نالي تي انسان فطرت کان ڪيڏو نه ڏور ٿي ويو آهي، جڻ بي نور ٿي ويو آهي، هن پنهنجي بنياد کان تعلق ٽوڙي ڇڏيو آهي ۽ جنهن شيءِ جو تعلق پنهنجي بنياد سان ختم ٿي وڃي، جيڪا پنهنجي اصليت وڃائي ويهي، اها اڻين ئي ڏکي ٿيندي آهي، جيئن اڄوڪو انسان، جيڪو هيتري ساري ترقيءَ جي باوجود اندران ڪوڪلو ۽ اڪيلو

ٿي چڪو آهي، هن پنهنجا فطري ۽ مستقل دوست وڃائي. انهن کان منهن موڙي ڇڏيو آهي، جنهن ڪري ئي هن جو ساهه منجهي رهيو آهي. حالانڪ انسان جي ايترين سارين بيوفاين جي باوجود اهي فطري مظهر، اهو ماحول، اهي وڻ ٽڻ، گل، ٻوٽا، چرند پرند اڄ به انسانن کي پنهنجين پنهنجين ٻولين ۾ هوائن جي سرگوشين ۾ تارين ۽ پنن جي اشارن سان سڏي رهيا آهن ته **"اي انسانو! اچو ته وري گڏجون، انهيءَ ۾ ئي اسان توهان، هن ماحول، هن ڌرتيءَ، هن ڪائنات جي ڀلائي ۽ بهتري آهي."** ڪاش انسان فطرت جو اهو ڪليل خط جهڙو پيغام پڙهي وٺي ۽ ٻيهر ماحول ۽ فطرت سان دوستي ڪري ڇڏي ته ڪيترين ئي مصيبتن ۽ مجبورين کي منهن ڏئي وڃي ۽ ٻين جاندارن کي به بچائي وٺي.

روزاني ڪاوش اربع 20 مئي 2009ع

# سنڌ جي ماحولياتي

# لوڪ ڏاهپ

ليکڪ

نواز ڪنير



ثقافت، سياحت کاتو، حڪومت سنڌ

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻُ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳَل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيکي به ڪٽين، جيکي به ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ به بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

